

سدا حيات شاهہ لطيف جو مقبرو، ڀٽ شريف.

# تاريخي شين جي حفاظت

## فيلڊ مارشل محمد ايوب خان، صدر مملڪت پاڪستان جي اپيل

قديم ۽ نادر شيون، قلمي نسخا، دستاويز، فن ۽ تاريخي اهميت واريون شيون، هڪ زنده قوم لاءِ، اهم ۽ ثقافتي سرمايي جي حيثيت رکن ٿيون. اهڙن نادر شين سان، ملڪ ۽ قوم جي تاريخ، زندگي، تهذيب ۽ ثقافت جو ڀرپور اظهار ٿئي ٿو. پوءِ تہ تاريخ ۽ ان جي تحقيق توڙي ڇنڊڇاڻ جي پس منظر ۽ تسلسل جي باري ۾، اهي تاريخي نادر شيون ضمانت جو درجو رکن ٿيون. ان لاءِ، اهڙين شين جي حفاظت ڪرڻ، نهايت ضروري آهي، جيئن پنهنجي ماضيءَ جي باري ۾ اسان جو علم، وسيع ٿيندو رهي.

بدقسمتي اها آهي تہ اسان جا 'تاريخي يادگار' پوري ملڪ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن. انهن مان تمام ٿورو حصو اهڙو آهي جو عجائب-گهرن ۽ ڪتبخانن ۾ محفوظ آهي.

اهو تصور آسانيءَ سان قائم رکي سگهجي ٿو تہ اهڙي تاريخي عجائبات جو وڏو حصو، قديم خاندانن، توڙي ماڻهن وٽ، ذاتي ڪوششن سان گڏ ٿيل آهي، ۽ اهو انهن وٽ موجود آهي: تنهنڪري، لازمي طرح سان اهو تاريخي سامان، عوام، توڙي عالمن ۽ محققن ۽ تاريخ جي ڄاڻن جي ڏسڻ، مطالع ڪرڻ، ۽ پهچ کان ٻاهر آهي.

منهنجو خيال آهي تہ ان قسم جا تاريخي يادگار، احتياط سان محفوظ ڪيا وڃن. جيئن محقق ۽ ڄاڻو توڙي عوام، انهن کي سولائيءَ سان ڏسي سگهي. ان طرح سان ئي، هو روحاني ۽ ذهني فيض حاصل ڪري سگهندا.

اهڙن قلمي نسخن ۽ تاريخي يادگارن جي حفاظت، توڙي انهن کي منظر عام تي آڻڻ، پنهنجي جاءِ تي هڪ مشڪل ۽ فني ڪم آهي. ان سلسلي ۾ تجربي، مشق، مهارت ۽ فني ڄاڻ سان گڏ، مناسب ۽ ضروري ساز-سامان جي بہ ضرورت ٿئي ٿي.

مان ڀانيان ٿو تہ انفرادي ۽ ذاتي طرح سان، اهڙن تاريخي يادگارن جي مالڪن وٽ، اهڙيون فني سهولتون ممڪن آهي تہ گهٽ هجن، جن جي هوندي، اهي يادگار، حفاظت سان بہ سنڀالي سگهجن ۽ ٻين جي استعمال لاءِ بہ ڪم آڻي سگهجن.

ان سلسلي ۾ مان، اهڙن تاريخي يادگارن جي مالڪن کي، درخواست ڪريان ٿو تہ اهي صاحب، رضاڪارانہ طرح سان، خدمت جي جذبي کي اڳيان رکي، اهڙين تاريخي ۽ دستاويزي شين کي، "قومي عجائب گهر" لاءِ حفاظت توڙي نمائش خاطر، اڌاري نموني ۾ پيش ڪن. يقين آهي تہ "قومي عجائب گهر" ۾ سندن شين جي حفاظت بہ ٿي سگهندي ۽ انهن جي استعمال لاءِ بہ سهولت پيدا ٿي سگهندي. منهنجي خيال ۾، ان صورت ۾ ئي مالڪن توڙي عوام کي هڪجهڙو ڦلو ملي سگهي ٿو.

ٻيو تہ انهن شين سان جي تعارفي تختيون لڳايون وينديون، انهن تي سندن مالڪن جا نالا، توڙي سندن خاندان جا تاريخي ۽ تهذيبي ڪارناما بہ مناسب نموني ۾ لکيا ويندا.

منهنجي اها اپيل آهي تہ جن مائٽن يا خاندانن وٽ، ان قسم جا "تاريخي يادگار" هجن، قلمي نسخا هجن، علمي بياض ۽ مسودا هجن، يا فنڪارانہ قديم شيون هجن؛ اهي مهرباني ڪري "وزارت تعليمات، حڪومت پاڪستان، اسلام آباد" سان لکپڙهہ ڪن. اها وزارت، حڪومت جي پاران، اهڙين شين کي حاصل ڪرڻ لاءِ مناسب انتظام ڪندي.

ان سلسلي ۾، مالڪن کي اها بہ سهولت ڏني ويندي تہ اگر ڪين دستاويزن، مسودن، بياضن ۽ قلمي شين جو فوٽو يا مائڪرو فلم جي ضرورت ٿيندي، تہ پوءِ ان قسم جو انتظام بہ ڪيو ويندو.



# تاريخي نوادرات جي حفاظت

## جناب مخدوم محمدزمان صاحب 'طالب المولیٰ' - تمغہء پاڪستان - ميمبر قومي اسيمبلي ۽ چيئرمن، سنڌي ادبي بورڊ جي اپيل

فيلڊ مارشل، محمد ايوب خان، صدر مملڪت پاڪستان جي اپيل، "تاريخي شين جي حفاظت" متعلق، سڀني اخبارن ۾ شايع ٿي چڪي آهي.

صدر مملڪت جي اها اپيل، ان سلسلي ۾ نهايت مفيد، ڪارائتي ۽ اهميت واري آهي. اسان جو وطن عزيز 'وادي سنڌ' پنهنجي قدامت ۽ عظمت جي لحاظ سان، دنيا جي سڀني تهذيبن توڙي قديم تاريخي علمي ۽ فني خطن ۾، نہ فقط قدامت ۽ عظمت جي لحاظ سان برک رهندي آئي آهي، پر ان سان گڏ، 'نوادرات' ۽ تاريخي سازوسامان جي خيال کان بہ وڏيڪ سرمايدار ۽ شاهوڪار آهي.

واديءِ سنڌ، جي هرڪنڊ ڪڙڇ ۾، اسان جي بزرگن ۽ عالمن، فنڪارن ۽ نقاشن، مصورن ۽ شاعرن جون تاريخي چيزون، نوادرات، قلمي بياض ۽ علمي دفتر موجود آهن. انهن پراڻن بياضن ۾، سير و سوانح، قرآن ۽ حديث، فقہ ۽ تصوّف، شاعري ۽ فن، فتاویٰ ۽ اخلاقيات، تاريخ ۽ جاگرافيءَ تي ڪيئي اهم نوادرات موجود آهن; جي هن دور جي وڏيل پريشانين ۽ مهانگائيءَ وارين حالتن ۾، "حفاظت ۽ نمائش" جي اسباب ۽ سامان کان محروم آهن.

سنڌ ۾ تيرهن سؤ سالن جي عرصي ۾، هزارين يگانہ روزگار، عالم ۽ اديب، فقيہ ۽ محدث، مؤرخ ۽ شاعر، صاحب طريقت ۽ اهل دل بزرگ گذريا آهن، جن پنهنجي ساري عمر تعلم، تدريس ۽ اصلاح امت سان گڏ، تصنيف ۽ تاليف ۾ گذاري آهي.

ان سلسلي ۾، چوٽيارون، نصرپور، ٺٽو، سيوهڻ، روهڪ، لواري شريف، هالا، ٽلٽي، نہٽاني، اڳهمڪوٽ، بکر، روهڙي، اروڙ، جهوڪ شريف، گمبٽ، کهڙا، قديم علمي مرڪز رهندا آيا آهن. انهن علمي مرڪزن ۾، وڏا وڏا مفسر، محدّث، مفتي، صاحب طريقت، مورخ ۽ شاعر پيدا ٿيا; جن جا مسودا ۽ بياض، سندن اولاد ۾ اڄ بہ موجود آهن. سنڌ جي انهن قديم بزرگن جي بياضن ۾ هرموضوع تي مواد موجود آهي.

اسان جي ذاتي تجربي ۽ مشاهدي موجب، جتي جتي بہ اهڙن قديم علمي مرڪزن کي ڏسڻ جو موقعو مليو آهي، اتي ڪتبخانن جا ڪتبخانا نهايت بوسيده ۽ ڪرم خورده نمولي ۾

ملیا آهن. انهن کي چنڊي ڦوڪي، صاف ڪري، مٽيءَ ۽ ڪچري ڌان بچائي، سليقي ۽ فني ترتيب سان رکڻ وارو ڪو به معقول انتظام نظر نه آيو آهي.

ڪيترين جاين تي، اهو ڀڌي اهايت صدمو پهتو ته بزرگن ۽ عالمن جي اولاد جي بيتوجهيءَ ۽ بيپرواهيءَ جي ڪري، قديم علمي نوادرات، ٽوڙي ڇيهل ۽ اڳهيل بياضن ۽ مسودن کي، گوڻيون ڀري، درياه ۾ اڇلايو ويو آهي؛ ۽ ڪيترن هنڌن تي اهي نوادرات، نهايت بوسيده ۽ ڪيرم خورده ٿي ويل هئا، جن کي سڙي سيڙي، ڪوهن ۾ اڇلايو ويو، يا باهه ڏئي جلائي ڇڏيو ويو!

اها به حقيقت آهي ته اهڙن نادر ۽ تاريخي چيزن ۽ علمي بياضن کي، جي اڃا قلمي صورت ۾ آهن، تن کي سنڀالي ۽ سليقي سان رکڻ لاءِ، مناسب انتظام جي ضرورت آهي. ڪتابن جي حفاظت لاءِ، وسيع ۽ ڪشادي، هوادار ۽ روشنيءَ وارين جاين سان گڏ، ڪيڙن مارڻ وارين دوائن جي به اشد ضرورت ٿئي ٿي. ان طرح بوسيده ڪتابن جي چنڊڦوڪ سان گڏ، انهن جي جلدبنديءَ جي ضرورت به وقت بوقت رهي ٿي. ظاهر آهي ته هن وقت به سنڌ جي پسمانده ماڻهن ۾، جتي پنهنجي گذران ۽ ٻارن جي تعليم جو مسئلو ئي وڏو سوال بڻجي چڪو آهي، اتي اهڙين نادر چيزن ۽ بياضن کي سنڀالڻ جو ته ڪو سوال ئي نٿو اٿي سگهي!

اسان هڪ شهر چوٽياريون جي پرسان، هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ ڏٺو ته اتي گهرن ۾ وڏا وڏا ضخيم ۽ مجلد ڪتاب، ٻه-ٻه چار-چار ڪري، رسن ۽ نوڙين ۾ ٻڌي، گهر جا ماڻهو منجيءَ ۽ صندليءَ طور استعمال ڪري رهيا هئا. اها نهايت ڏک جي ڳالهه آهي!

منهنجي استدعا آهي ته سنڌ جي جن علمي خاندانن وٽ پنهنجن بزرگن جي مسودن ۽ بياضن جا اهڙا نادر ۽ غيرمطبوع نسخا آهن، جي زماني جي دست-برد کان اڃا زنده رهندا ٿا اچن، پر بوسيده ۽ پراڻا ٿي چڪا آهن، جن جي سنڀال يا ڇپائڻ جي سلسلي ۾ سنڌن سنڀاليندڙ ناڪام ٿي چڪا آهن، سي اڳتي هلي، درياه ۾ لوڙهڻ، يا ساڙي ڇڏڻ جي بدران، ”قومي عجائب گهر“ کي سپرد ڪن.

ائين ڪرڻ سان هڪ ته نوادرات جي حفاظت ۽ نمائش جو انتظام ٿي سگهندو، ٻيو ته اهي نادر نسخا، نئين حياتي حاصل ڪري، سنڌن بزرگن ۽ سلف صالحن جو تاريخي يادگار ٿي، هميشه لاءِ زنده رهندا.

ان سهولت سان به فائدو وٺڻ گهرجي، جنهن لاءِ چيو ويو آهي ته انهن ’نوادرات‘ تي سنڌن مالڪن ۽ بزرگن جي ڪارنامن ۽ حالات کي ٻڌ تختين جي صورت ۾ لکايو ويندو، يا تقاضا ڪرڻ تي، ڪن چيزن جو ”فوٽو ۽ مائڪرو فلم“ ڏيڻ جو به انتظام ڪيل آهي.

ان سلسلي ۾، ”وزارت تعليمات، حڪومت پاڪستان، اسلام آباد“ سان لکپڙهه ڪرڻ گهرجي.




# سنڌي ادبي بورڊ جو سه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

جلد ١٥] فهرست نمبر ٣ ۽ ٤]


## فهرست



ايڊيٽر: غلام محمد گرامي

# مهراڻ

٣- سول لائينس، حيدرآباد، سنڌ.

ملڻ جو هنڌ:

١. سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال، ٣- سول لائينس، حيدرآباد (سنڌ).
٢. سنڌ جا سڀئي وڏا ڪتب فروش.

سالياني چندو ١٠-٠-٠ رپيا    في ڪاپي ٢-٥-٠

اشتهار في صفحو ١٠٠ رپيا

Printed and Published by Shaikh Ali Mohammad, Member Sindhi Adabi Board, at the Sindhi Adabi Board's Printing Press, Tilak Incline, and Book stall, 3- Civil lines, Hyderabad Sind

# گذارش

## نيشنل بوڪ سينٽر ۽ سنڌي ڪتاب

پاڪستان سرڪار، ملڪ جي علمي ۽ ادبي، فني ۽ ثقافتي، ورثي ۽ ذخيري جي فروغ ۽ اشاعت جي سلسلي ۾، ڪافي امداد ۽ مصارف تي، ڪيئي مختار ۽ نيم مختار ادارن جي تشڪيل ڪئي آهي. اهي ادارا گهڻو ڪري علائقائي ٻولين جي بنياد تي پيدا ڪيا ويا آهن، جيئن سنڌي ادبي بورڊ، پنجابي ايڪيڊمي، پشتو ايڪيڊمي ۽ بلوچ ايڪيڊمي. ان طرح ديني ۽ مذهبي خيال کان، شاهه ولي الله ايڪيڊمي ۽ اقبال ايڪيڊمي وغيره موجود آهن.

انهن کان سواءِ، اردو ۽ بنگلا ٻولين، جي ٻيءَ طرح سان، سرڪاري ۽ قومي زبانن جي حيثيت سان تسليم ٿيل آهن، تن جي ادب ۽ ثقافت جي اشاعت لاءِ به سرڪار پاران امداد تي، بنگلا ايڪيڊمي، انجمن ترقي اردو، مجلس ترقي ادب ۽ رائٽرس گلڊ جهڙا علمي ادارا ڪم ڪري رهيا آهن.

ان حقيقت کان ڪوبه سنجيدو ۽ پختڪار عالم ۽ فاضل انڪار ڪري نٿو سگهي ته 'سنڌي ادبي بورڊ' فراخدليءَ سان ڪم ڪندي، پنهنجي علائقائي ادب ۽ زبان سان گڏ، ٻين عالمي زبانن عربي، فارسي، انگريزي ۽ اردو زبانن ۾ به معياري ۽ محققانه ڪتاب، علم ۽ فن جي هرموضوع تي شايع ڪيا آهن. 'بورڊ' جي ان همه گير علمي خدمت جو اعتراف پاڪستان سرڪار، ۽ ٻين عالمي ادارن پڻ ڪيو آهي.

اها به حقيقت آهي ته، 'بورڊ' نه فقط سنڌي عالمن جا ڪلاسيڪي دور وارا عربي ۽ فارسي ڪتاب ڇپايا آهن، پر ان سان گڏ، اردو ۽ انگريزيءَ ۾، ڪيترا اوريجنل ڪتاب، مصنفن ۽ مترجمن کي ڪافي گهڻي معاوضي ادا ڪرڻ کان پوءِ شايع ڪيا آهن. اڄ جيڪڏهن ڪنهن سنڌي عالم ۽ اديب جو ڪو مسوّدو ۽ بياض، پنجابي، پشتو، بلوچي ۽ بنگلا ٻولين ۾ دستياب ٿي سگهي ته هوند، ان کي به 'بورڊ' شايع ڪندي دير نه ڪندو. بورڊ جي ان وسيع ۽ مخلصانه خدمت جي امتياز کي ڪڏهن به نظرانداز ڪري نٿو سگهجي.

ان سلسلي ۾، "نيشنل بوڪ سينٽر" نالي پڻ هڪ ادارو، پاڪستان سرڪار جي امداد ۽ 'يونيسڪو' جي مالي ۽ اخلاقي حوصله افزائيءَ ۽ مدد سان ٺهون ڪليو آهي.

'نيشنل بوڪ سينٽر' جي تشڪيل ۽ تعمير، مقصد ۽ طريق ڪار ۾، بنيادي طرح سان، هيٺيان اصول متعين ڪيا ويا آهن:

مهراڻ

۳-۴/۱۹۶٦ع

- پاڪستان جي مجموعي ٻولين جي ادب ۽ ڪتابن جي اشاعت کي وڌائڻ ۽ همٿائڻ.
- ڪتابن جي فني ۽ طباعتي حسن ۽ زيبائش ۾ تنوع پيدا ڪرڻ.
- ڪتابن جي ظاهري ۽ معنوي معيار کي جديد طباعتي اصولن موجب، بلند کان بلند تر ڪرڻ.
- ناشرن جي فني مسئلن ۽ مشڪلاتن کي حل ڪرڻ لاءِ، سرڪار ۽ ناشرن جي وچ ۾ ترجمانيءَ جا فرائض ادا ڪرڻ.
- ڪتابن ۾ آيل ڪور پيج جي تصويرن، يا ڪتابن ۾ اندر آيل فني ۽ تهذيبي نمائندگي ڪندڙ پينٽنگ کي پرکڻ ۽ جاچڻ ۽ انهن جي معيار آهر، انهن فنڪارن ۽ آرٽسٽ اديبن جي حوصلہ افزائي ڪرڻ.
- سال ۾ ٥٠٠ کان هڪ هزار تائين ناشرن، توڙي فنڪارن کي انعام ڏيڻ.
- ٻارڙن جي ڪتابن ۽ سلسلن کي انعام ڏيڻ.

مٿين بنيادي اصولن کي اڳيان رکي، اگر غور ڪري ڏسندا سون ته پوءِ واضح ٿيندو ته هي ادارو، پاڪستان جي سيني سرڪاري ۽ قومي، توڙي علاقائي زبانن، سنڌي، سرائڪي، پنجابي، بلوچي، پشتو، اردو ۽ بنگلہ ته ڇا، بين عالمي زبانن عربي، فارسي ۽ انگريزيءَ تائين وسيع تر دائره عمل رکي ٿو.

سندس طريق ڪار ۽ مقصد جو بنياد، ڪنهن به "لساني" حدبنديءَ تي نہ آهي. ان جي برعڪس هن اداري جو تعلق فقط "ڪتاب" سان آهي، پوءِ اهو ڪتاب اردوءِ يا انگريزيءَ، پنجابي يا سنڌيءَ، پشتوءِ يا بلوچيءَ، بنگلہ يا سرائڪيءَ ۾ ڇو نہ هجي!

ان کان علاوه هن اداري جي بنيادي مقصد ۾ اهو بہ داخل ڪين آهي تہ زبان جي فرق سان گڏ، 'ڪتاب' ڪهڙي 'موضوع' تي آهي؟

ڪتاب - تاريخ ۽ تنقيد، شعر ۽ شاعري، قرآن ۽ حديث، سياست ۽ وطنيت، قصن ۽ ڪهاڻين، فقه ۽ تصوف، جاگرافي ۽ سائنس، ڊرامي ۽ افساني، لغت ۽ منطق - بهرحال ڪهڙي بہ 'زبان' ۽، ڪهڙي بہ 'فن' تي ۽ ڪهڙي بہ 'موضوع' تي هجي، "ڪتاب" سو هجي. ان جي ظاهري زيبائش ۽ طباعتي حسن کي پرکي، ان جي ناشر ۽ مصنف ۽ ان ۾ آيل فنڪار جي تصويرن ۽ فن جي حوصلہ افزائي ڪندي، فقط "انعام" سان نوازڻو آهي، ۽ ان سان گڏ ٻارن جي ادب لاءِ جدا انعام ڏيڻو آهي. بس اهو آهي "نيشنل بوڪ سينٽر" جو بنيادي مقصد، جنهن جي لاءِ پاڪستان سرڪار بہ ڪيس گرانٽ ڏني ٿي، ۽ ان سان گڏ يونيسڪو جهڙو عالمي ادارو بہ ڪيس امداد ڏئي ٿو.

'نيشنل بوڪ سينٽر' جي بنيادي مقصد ۾ ڪابہ قباحت موجود ڪانہ آهي. هن اداري جي تشڪيل جي ضرورت تہ هن کان گهڻو اڳ محسوس ڪئي ٿي وئي، ڇا لاءِ تہ پيا علاقائي

ادارا پنهنجي پنهنجي محدود حلقن ۾، پنهنجي حال ۽ بساط آهر، پنهنجن مصنفن ۽ مترجمن، مصوّرن ۽ فنڪارن جي خدمت ڪندا آيا آهن. ضرورت اها هئي ته هڪ اهڙو ادارو هجي، جنهن ۾ پاڪستان جي سرڪاري ۽ قومي زبانن سان گڏ، انهن جي ناشرن، انهن جي فنڪارن، انهن جي مصورن، ويندي پارڙن جي نمايندگيءَ تائين ڪو مجموعي طرح جو باضابطه نظام هجي: جنهن جي ساليانی اجتماع ۾ سڀني ٻولين جا اديب، مصوّر ۽ ناشر گڏ ٿين، هڪٻئي سان ميل ملاقات ڪن، هڪٻئي جي ضرورتن ۽ مسئلن کي سمجهن، هڪٻئي جي فن ۽ ادب متعلق تبادلهٔ خيالات ڪن. هڪٻئي جي فني تڪليفن ۽ مشڪلاتن کي اڳيان رکي، مجموعي حيثيت سان ڪو حل پيدا ڪن.

اصل مقصد فقط اهو هو. باقي ٻيو انعام ڏيڻ جو طريقو، محض حوصله افزائيءَ لاءِ هو. بهرحال اهو ادارو تازو قائم ٿيو آهي. ان کي پيدا ٿئي ۽ ڪم ڪندي ٻه-ٽي سال مس گذريا آهن.

ٻن-ٽن سالن جي گذريل دور ۾، ڇا وهيو واپريو آهي، ان جي تفصيلي جائزي کي نظرانداز ڪندي، رڳو ايترو ظاهر ڪرڻ مناسب ٿا سمجهون ته منزل ڪان وئي اڃ تائين، "نيشنل بوڪ سينٽر" فقط "اردو ۽ بنگله" زبانن جي مسئلن ۽ معاملن، ڪتابن ۽ لکيتن، ناشرن ۽ مصوّرن جي حوصله افزائيءَ تائين محدود رهندو آيو آهي. شايد اداري جي اوائلي ڪارڪردگيءَ ۽ نئين ڪم ڪار جي سلسلي ۾، ٻيون علائقائي زبانون توجهه جي لائق نه رهيون هجن. تاهم اسان ڪڏهن به نه ٻڌو آهي ته ان اداري 'اردو ۽ بنگله' کان سواءِ ڪن ٻين ٻولين کي به شرڪت جي رسمي دعوتنامي کان سواءِ، عملي طور تي نوازيو آهي. اگر ائين ٿيو هجي ته الله کي خبر! اسان کي اڃا تائين ڪو پتو نه پيو آهي.

انهن ٻن-ٽن سالن جي ان قسم جي، سرڪاري ۽ قومي زبانن تائين محدود رکڻ واريءَ پاليسيءَ هوندي، جڏهن "سنڌي زبان" جي سلسلي ۾، ان مذڪور 'سينٽر' جي دفتر کي توجهه ڏياريو ويو، تڏهن فراخدليءَ سان ٻڌايو ويو ته "سنڌي ٻوليءَ جي ڪتابن جو مسئلو زير غور آهي!" آخر ان زيرغور ڪي به هڪ سال گذري ويو! وري ٻئي سال تي، جڏهن 'سينٽر' جي دفتر سان رسمي طرح سان "سنڌي ڪتابن" جي شرڪت جو دعوتنامو ۽ اطلاع پهتو، تڏهن ٻئي ڀيري به احترام ۽ ادب سان، اڳئين سال واري عرضداشت ڏانهن توجهه ڏياريو ويو. ان جو جواب لفظي حدن تائين "تسلي بخش" ته ڏنو ويو، پر وري به "زير غور" کي دهرايو ويو!

ان تي ڪين عرض ڪيو ويو ته، "سنڌي ٻوليءَ جي ڪتابن جي شرڪت" جو مسئلو، مهرباني ڪري سينٽر جي 'بورڊ' تي رکيو وڃي، ۽ ان جي فيصلي کان آگاهه ڪيو وڃي. ان تقاضا جو جواب به اهوئي "تسلي بخش" ڏنو ويو ته "ائين ڪيو ويندو!" ان کي به خير سان سال گذري ويو!

تازو هن سال 'ڊسمبر' ۾ ٿيندڙ ساليانو انعامي ميڙ جي سلسلي ۾، اهوئي دستوري ۽ رسمي اطلاع ۽ دعوتنامو سنڌي ڪتابن جي حوصلہ افزائيءَ متعلق پهتو؛ ۽ ان سان گڏ اخبارن ۾ هيٺين لفظن ۾ خبرون شايع ٿيون. انهن جو عنوان آهي، "سنڌي ڪتابن سان ٻه-اکيائي!" (نواءِ سنڌ)-"نيشنل بوڪ سينٽر، سنڌي ڪتابن کي العام نہ ڏيندو!" (عبرت)-"نيشنل بوڪ سينٽر آف پاڪستان، سنڌي ڪتابن کي انعام نہ ڏيندو!" (خادم وطن ۽ هلال پاڪستان) اصل خبرن جو متن هيءُ آهي:

"معلوم ٿيو آهي تہ حڪومت پاڪستان طرفان، ملڪ ۾ ڪتابن جي اشاعت کي فروغ ڏيارڻ لاءِ قائم ڪيل اداري، 'نيشنل بوڪ سينٽر آف پاڪستان ڪراچي' جي اراڪين فيصلو ڪيو آهي تہ، انهيءَ اداري طرفان سال بسال بهترين ڇپيل ڪتابن تي جيڪي انعام ڏنا ويندا آهن، 'تن ۾ سنڌي ڪتاب شامل نہ ڪيا وڃن.'

ياد رهي تہ اداري کي سال بہ سال، حڪومت 'پاڪستان' ۽ 'يونسڪو' طرفان امداد ڏني ويندي آهي، جنهن مان اهو ادارو، 'ڇپائي ۽ گيٽ اپ' جي خوبصورتيءَ جي اعليٰ معيار وارن ڪتابن ۽ انهن جي ناشرن ۽ آرٽسٽن کي هر سال، هزار هزار ۽ پنجن پنجن سون رپين جا ڪيترائي انعام همت افزائيءَ خاطر ڏيندو آهي. ٻارن جي ڪتابن لاءِ انهيءَ اداري جا جدا جدا انعام مقرر ٿيل آهن. پر انهن ۾ بہ انهيءَ اداري، **سنڌي زبان ۽ ٻارن جي ڪتابن کي نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي.**"

(عبرت، نوائي سنڌ، خادم وطن، هلال پاڪستان- ١٦، ١٧ نومبر ١٩٦٦ع)

مٿينءَ خبر جي متن ۾، صاف طرح سان، "سنڌي ڪتابن" جي شرڪت کان انڪار ڪيو ويو آهي. پوءِ اهي ڪتاب جوانن ۽ پڙهن ۽ ٻارن جا هجن، توڙي ذاتي طرح سان يا ادارن طرفان شايع ٿيل هجن! ان خبر ۾ ڪوبہ ابهام ڪونہ آهي، جنهن کي توضيح ۽ تاويل جو محتاج قرار ڏيئي سگهجي!

اسان ان 'خبر' کي پڙهي 'حيران' آهيون تہ آخر رڳو "سنڌي ڪتابن" جي عدم شرڪت جي واضح حڪمنامي ۽ اعلان ڪرڻ ۾ ڪهڙي مصلحت آهي؟ ان ۾ ادب جي خدمت جو ڪهڙو معيار سمايل آهي؟ ان ۾ پاڪستان جي علاقائي ادب جي فروغ جي ڪهڙي صورت پوشيده آهي؟

ان منجهيل مسئلي تي تبصري ۽ جائزي لکندي، روزانہ 'عبرت' حيدرآباد ۽ روزانہ 'هلال پاڪستان' حيدرآباد جي قابل قدر ايڊيٽرن، ايڊيٽوريل لکي احتجاج بلند ڪيو آهي، ۽ سنڌي ڪتابن ۽ ناشرن جي حقن جي ترجماني ڪئي آهي.

فاضل ايڊيٽر روزانہ "عبرت" لکيو آهي:

”نيشنل بوڪ سينٽر طرفان، ’سنڌي زبان‘ جي ڪتابن کي انعامن ۾ شامل نہ ڪرڻ لاءِ ڪهڙا سبب آهن، اسان کي معلوم ناهن. مگر هڪ مکيہ ’علائقائي زبان‘ جي ڪتابن سان اهڙو سلوڪ ڪرڻ، ڪنهن بہ حالت ۾ درست نہ آهي.

”اهي انعام، سڀني ڪتابن تي ڏنا وڃن ٿا. مثال ۽ سهڻا ڪتاب پاڪستان جي ڪهڙي بہ زبان ۾ هجن، اهڙي انعام جا مستحق آهن. خاص ڪري اهڙيءَ حالت ۾ جڏهن حڪومت طرفان، مختلف علائقائي زبانن جي ادارن کي هرسال وڏيون رقمون بطور گرانٽ ڏنيون وڃن ٿيون.

”نيشنل بوڪ سينٽر خود ڪتابن جي تحفظ ۽ همت افزائيءَ لاءِ قائم ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ بوڪ سينٽر تي لازم ٿي وڃي ٿو تہ هو هر سٺي ڪتاب کي انعام ڏئي، ڀوءِ اهو ڀلي تہ ڪهڙي بہ ملڪي زبان ۾ هجي. اهو ضروري نہ هئڻ گهرجي تہ اهي انعام، صرف اردو ۽ بنگالي ڪتابن تي ڏنا وڃن. ’بوڪ سينٽر‘ کي ’مرڪزي‘ رائٽرس گلڊ جو مثال وٺڻ گهرجي، جنهن طرفان تمام زبانن جي بهترين ڪتابن تي انعام ڏنا ويندا آهن. اسان نيشنل بوڪ سينٽر جي اختياري وارن کي مشورو ڏينداسين تہ هو انهيءَ فيصلي تي نظرثاني ڪن ۽ هر ڪتاب کي ڪتاب ڪري سمجهن، ڀوءِ اهو ڀلي تہ ڪهڙي زبان ۾ هجي. ان کي سٺي ڇپائيءَ ۽ سهڻي گيٽ-اپ جي روشنيءَ ۾ اهڙا انعام ڏنا وڃن.“ (عبرت ۱۸ نومبر ۱۹۶۶ع)

ان سلسلي ۾ روزانہ ”هلال پاڪستان“ حيدرآباد جي فاضل ايڊيٽر لکيو آهي:

”...هن اداري جي ڪيل فيصلي سان، هرڪوئي منصف مزاج ۽ فراخ دل ماڻهو سوچڻ لڳندو تہ جڏهن ’يونيسڪو‘ محض ڪتابن جي ڇپائيءَ ۽ گيٽ اپ جي خوبصورتيءَ جي اعليٰ معيار تي ڪتابن جي ناشرن ۽ آرٽسٽن کي انعام ڏئي ٿو، ۽ انهيءَ نوعيت جي فني صلاحيتن جي حوصلہ افزائي ڪري ٿو، جنهن جو بنيادي مقصد سواءِ هن جي ٻيو نہ آهي تہ دنيا جي هر ملڪ ۾ گهڻي کان گهڻا ڪتاب شايع ٿين، تان تہ بي علمي ۽ جهالت جي اونداهہ ختم ٿي وڃي ۽ ماڻهو علم جي روشنيءَ ۾ سولائيءَ سان پنهنجو بهتر مستقبل تلاش ڪري سگهن، مهذب بڻجن، تهذيب، اخلاق ۽ انسانيت جو دور عروج تي پهچي- تڏهن نيشنل بوڪ سينٽر جي ڪارڪنن جيڪو فيصلو ڪيو آهي، سو سراسر غلط آهي. ...اسين احتجاج ڪريون ٿا ۽ اسين حڪومت پاڪستان جو توجهہ ڏياريندي گذارش ڪريون ٿا، تہ نيشنل بوڪ سينٽر جي مذڪوره فيصلي کي بدلائڻ لاءِ فوري ڪارروائي ڪري.“ (هلال پاڪستان ۱۸- نومبر ۱۹۶۶ع)

سنڌ جي ٻين روزانہ اخبارن جي معقول استدلال جي موجودگيءَ ۾، اسان ڪنهن بہ طول طويل بحث ڪرڻ کي مناسب نہ ٿا سمجهون. جو ڪجهہ بہ چيو ويو آهي، اهو نهايت مناسب ۽ قدر

جي لائق آهي. ان سلسلي ۾ اخبارن ۾ ڪي مراسلا به شايع ٿيا آهن. هڪ مراسله نگار، لکيو آهي ته:

”مان سمجهان ٿو ته اردو وارن کي، ڪتابن جي خوبصورتيءَ جي معاملي ۾ ڪافيءَ کان زياده ڪمتريءَ جو احساس آهي. ٽائيپ جي مقبول نه هئڻ ڪري، هنن جا ليٿو ۾ ڇپيل ڪتاب بدزيبا ۽ بدنما ٿين ٿا، پر، سنڌي ٽائيپ سهڻي ۽ من-موهيندڙ آهي. ڪم از ڪم پاڪستان جي ڪا به ٻولي، ان ڏس ۾، سنڌيءَ جو مقابلو ڪري نه ٿي سگهي. ادبي بورڊ جا ڪتاب، دنيا جي ڪنهن به ٻوليءَ جي ڪتابن جي ڀيٽ ۾ اچي سگهن ٿا.“

ممڪن آهي ته ’اي روشني طبع تو برمن بلاشدي‘ جي مصداق، اهو قياس به درست هجي ۽ اهوئي سبب هجي. اگر ائين ئي آهي ته پوءِ اهو نهايت نامناسب سبب چئبو.

جيسين خود نيشنل بوڪ سينٽر وارن وٽان ڪا تفصيلي راءِ پيدا ٿئي، تيستائين ائين چئي سگهجي ٿو ته ڪنهن به واجبي ۽ معقول سبب کان سواءِ، ساري علائقائي ادب ۽ سنڌي ادب ۽ زبان جي ادارن ۽ سيني ناشرن ۽ مصورن کي نظرانداز ڪيو ويو آهي. سنڌي زبان ۾، سنڌي ادبي بورڊ کان سواءِ، ٻيا به ڪيئي ادارا آهن، جي وڻندڙ ۽ سهڻا ڪتاب ڇپائي چڪا آهن. ان طرح ذاتي ۽ انفرادي طور تي به ڪيترا اهل ذوق مولف اهڙا سهڻا ۽ دلڪش ڪتاب شايع ڪري چڪا آهن، جن کي مقابلي ۾ آڻي سگهجي ها!

پر جي سرڪاري ۽ قومي زبان جي خيال سان، ٻين علائقائي زبانن جي خيال کان علاوه، علائقائي سنڌيءَ ٻوليءَ جي روزافزون ڇپائيءَ جي ترقي ۽ معيار سان پر ميچي نه ٿو سگهجي، ۽ هوندءِ به سنڌي ادبي بورڊ جي حسن زيبائش ۽ دلڪشيءَ سان ته ڪنهن کي نه ريس آهي ۽ نه مقابلي جي همت آهي، پوءِ به مصلحت جي تقاضا اها هئي ته جند ڇڏائڻ لاءِ اهو فيصلو ڪيو وڃي ها ته سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارا، هن مقابلي ۾ حصو وٺي نه ٿا سگهن، باقي ڪم سرمايه ناشر يا ذاتي ذوق وارا پبلشر، حصو وٺي سگهن ٿا. ان صلح آميز ۽ محبت انگيز، اعتدال واريءَ راهه کي اوراڻگهي، انتها پسندانه فيصلي کي اڳيان رکي، ٻين علائقائي زبانن سان گڏ، سنڌي ادب ۽ زبان جي سيني ناشرن، ادارن ۽ فنڪارن کي نظرانداز ڪرڻ، مصلحت ۽ افاديت جي خلاف آهي.

اهو ياد رهي ته هي سوال، رڳو سنڌي ادبي بورڊ جو نه آهي. هن فيصلي ته مورڳو، هميشه لاءِ علائقائي ادب، بالخصوص سنڌي ڪتابن جي شرڪت جي گنجائش ئي ختم ڪري ڇڏي آهي!

بهرحال ڪهڙا به سبب هجن، اهو فيصلو ڪنهن به تعميري ۽ صحتمند نٿو چئي سگهجي.

اهڙي فيصلي تي، اخبارن طرفان غم ۽ غصي جو جيڪو اظهار ڪيو ويو آهي، ان کي نظرانداز ڪرڻ، نيشنل بوڪ سينٽر جي وري ہي غلطي ٿيندي. مناسب ائين آهي ته بوڪ سينٽر وارا بزرگ ان فيصلي تي نظرثاني ڪرڻ جي مهرباني ڪن. اسان ته ائين چونداسون:

گلہ، جفا، وفا نما، جو حرم کو اهل-حرم سے هئے،
وہ جو بت کدہ مین بیان کرون، تو کهینگے بت بهي هري هري! (اقبال)

## تاريخي شين جي حفاظت

صدر مملڪت فيلڊمارشل محمدايوب خان جي تاريخي شين جي حفاظت متعلق هڪ اپيل شايع ٿي آهي: جنهن ۾ چيل آهي ته، ملڪ ۾ جي به تاريخي نوادرات ڇڙيل پکڙيل موجود آهن، اهي "قومي عجائب گهر" اسلام‌آباد ۾ نمائش ۽ حفاظت لاءِ رکيا وڃن. ان سلسلي ۾، اهم ۽ تاريخي دستاويز، عهدناما، حڪمناما، عالمن ۽ محققن جا بياض ۽ مسودا، ۽ ٻيا تاريخي يادگار گڏ ڪرڻا آهن. اها حقيقت آهي ته اهڙا تاريخي نوادر، جن خاندانن وٽ موجود آهن، اهي انهن کي سنڀالڻ کان قاصر آهن، ٻيو ته انهن مان استفادي جي گنجائش به گهٽ آهي. نتيجو اهو ٿو نڪري جو حفاظت ۽ نگرانيءَ جي نه هئڻ ڪري، اهي بوسيده ۽ ڪرم خورده مسودا ڳري-جهري مٽي ٿي وڃن ٿا ۽ ڪنهن به ڪم جا نٿا رهن! يقين آهي ته انهن جي نگراني حڪومت ۽ ان جا وسيع اخراجات ٿي برداشت ڪري سگهن ٿا. ان سلسلي ۾ مالڪن لاءِ اها سهولت به رکي ويئي آهي ته ڪين سندن طلب تي، فوٽو ۽ مائڪرو فلم به سرڪاري خرچ تي ڏنا ويندا.

تاريخي نوادر جي حفاظت ۽ اهميت متعلق صدر مملڪت چيو آهي:

"قديم ۽ نادر چيزون، قلمي نسخا، دستاويز، فن ۽ تاريخ سان تعلق رکندڙ اهميت واريون شيون، هڪ زندهہ قوم لاءِ، اهم ۽ ثقافتي سرمائي جي حيثيت رکن ٿيون. اهڙين نادر چيزن سان ملڪ ۽ قوم جي تاريخ، زندگي، تهذيب ۽ ثقافت جو ڀرپور اظهار ٿئي ٿو. ٻيو ته ان جي تحقيق توڙي ڇنڊڇاڻ جي پس‌منظر ۽ تسلسل جي باري ۾، اهي تاريخي نادر چيزون ضمانت جو درجو رکن ٿيون. ان لاءِ اهڙين چيزن جي حفاظت ڪرڻ نهايت ضروري آهي، جيئن پنهنجي ماضيءَ جي باري ۾ اسان جو علم وسيع ٿيندو رهي."

نوادرات جي سنڀال پنهنجي مٿي هڪ فني ڪم به آهي، ان لاءِ صدرمملڪت جو چوڻ آهي:

"اهڙن قلمي نسخن ۽ تاريخي يادگارن جي حفاظت توڙي انهن کي منظرعام تي آڻڻ، پنهنجي جاءِ تي هڪ مشڪل ۽ فني ڪم آهي. ان سلسلي ۾ تجربي، مشق، مهارت ۽ فني ڄاڻ سان گڏ، مناسب ۽ ضروري ساز-سامان جي به ضرورت آهي."

صدرمملڪت جي اپيل، جي تائيد ڪندي، جناب مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولي"، ميمبر قومي اسيمبلي ۽ چيرمن سنڌي ادبي بورڊ، فرمايو آهي:

"سنڌ ۾ ايامن کان، يگانہ روزگار، عالم ۽ اديب، فقيه ۽ محدث، مورخ ۽ شاعر، صاحب طريقت ۽ اهل دل بزرگ گذريا آهن. جن پنهنجي ساري عمر، تعليم تدريس ۽ اصلاح امت سان گڏ، تصنيف ۽ تاليف ۾ گذاري آهي. ان سلسلي ۾ چوٽياريون، نصرپور، ٺٽو، سيوهڻ، بوبڪ، لواري شريف، هالا، ٺلٽي، ٽيٽائي، اگهم ڪوٽ، بکر، روهڙي، اروڙ، جهوڪ شريف، کهڙا ۽ گمبٽ قديم علمي مرڪز رهندا آيا آهن. انهن جا مسودا ۽ بياض سنڌ ن اولاد ۾ اڄ بہ موجود آهن. اسان جي ذاتي تجربي ۽ مشاهدي موجب، جتي بہ اهڙن قديم علمي مرڪزن کي ڏسڻ جو موقعو مليو آهي، اتي ڪتبخانن جا ڪتبخانا، نهايت بوسيده ۽ ڪيرم خورده نموني ۾ مليا آهن. انهن کي چنڊي ڦوڪي، صاف ڪري، مٽيءَ ۽ ڪچري کان بچائي، سليقي ۽ فني ترتيب سان رکڻ وارو ڪوبہ معقول انتظام نظر نہ آيو آهي."

ان سلسلي ۾ سنڌ جي نوادرات جي مالڪن ۽ عالمن کي گذارش آهي تہ هو ان تاريخي سرمايي جي حفاظت جي ڪم ۾ سرڪاري انتظام سان تعاون ڪن ۽ صدرمملڪت جي پيشڪش تي عملي طرح سان قدم وڌائين.

## ورسيون

دستور موجب هن سال مختلف هنڌن تي، سنڌي ادب جي مشهور عالمن ۽ فاضلن جي ياد کي تازي رکڻ جي سلسلي ۾، جن عالمن جون ورسيون ملهايون ويون آهن، تن ۾ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، شمس العلماء علامہ ڊاڪٽر دائودپوٽو، مولانا دين محمد وفائي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مرحوم نورمحمد وڪيل، ميران محمد شاهہ مرحوم، آغا تاج محمد مرحوم، عثمان علي انصاري مرحوم ۽ احسان بدوي ۽ ڄهامنداس ياٽيا جا نالا ذڪر جي قابل آهن. مٿين بزرگن جي ادبي، علمي ۽ تعليمي خدمتن جو اعتراف ڪرڻ، هر طبقہءِ خيال وارن لاءِ فرض جي حيثيت رکي ٿو. انهن پنهنجي ساري حياتي، علم ۽ تعليم جي خدمت ڪندي، سجائي گذاري آهي. اڄ اسان وٽ اهي ڪين آهن، پر سنڌ ن ڪتابن ۽ تحريرن، مقالن ۽ شعر و شاعريءَ جو وڏو ذخيرو موجود آهي، جنهن تي اسان جي ادب ۽ ٻوليءَ کي فخر حاصل آهي. اسان جي نون نسلن تي اهو واجب آهي تہ هو، انهن جي پوري تصنيفات کي گڏ ڪن، پڙهن ۽ انهن جي اسلوب ۽ معيار تي لکڻ جي ڪوشش ڪن، ۽ پوءِ اڳتي هلي، سنڌي ادب ۾ مفيد اضافو ڪن. افسوس تہ اهو آهي تہ چند بخت وارن کان سواءِ، ڪيترن عالمن جا اڻڇپيل مسودا بہ اڃا تائين قلمي صورت ۾ رهيا پيا آهن. ڪهڙو نہ چڱو ٿئي جو انهن جا لائق پونير ۽ شاگرد، انهن جي مواد کي سهيڙي ۽ ترتيب ڏئي، ڇاپي ڇپائين. پوءِ نہ تہ بہ سنڌي ادبي بورڊ کي ڏئي ڏين.

ان سلسلي ۾، اهي لائق ۽ جليل القدر، محب وطن ۽ آزاديءَ جا علمبردار بہ قابل ذڪر آهن، جن جي علمي ۽ عملي ڪاوشن ۽ قربانين، هند-پاڪ کي آزادي وٺي ڏني.

هن سال اسان وٽ قائداعظم، مولانا محمدعلي جوهر، مولانا شوڪت علي، امام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي، حسرت موهاني، علامہ اقبال، بهادر يار جنگ ۽ علامہ مشرقيءَ جون پڻ ورسيون ملهايون ويون آهن. ملڪ جي مشهور اردو ۽ انگريزي، سنڌي ۽ گجراتي اخبارن خاص نمبر شايع ڪيا آهن، جن ۾ ملڪ جي حاڪمن، صدرمملڪت، گورنر، وزيرن، اديبن ۽ شاعرن پاران، تهنيت ۽ اعتراف جا پيغام شايع ٿيا آهن.

ان طرح نشتر، خواجہ ناظم الدين، مولوي فضل حق ۽ مولوي تميزالدين ۽ سهرورديءَ جي سياسي خدمتن جو اعتراف پڻ ڪيو ويو ۽ هرهنڌ ورسيون ملهايون ويون آهن.

اديبن ۽ دانشورن سان مرحوم جسٽس ڪيانيءَ جي جرات آميز ۽ حق گو شخصيت کي نہ وساريو ويو آهي. سندن حالات ۽ تقريرن جي انتخاب تي مشتمل اخبارن جا ڪيئي خاص نمبر شايع ٿيا آهن. اسان پنهنجي پاران انهن سڀني جي ياد کي، ايندڙ نسلن جي ذهني ۽ فڪري، اصلاحي ۽ انقلابي تشڪيل ۽ تعمير لاءِ ضروري ٿا سمجهون.

آخر ۾ اها صلاح ٿا ڏيون تہ اهڙن جليل القدر عالمن ۽ محققن جي علمي ۽ وطني ڪمن ۽ ڪارنامن تي، هڪ معياري ۽ محققانہ سلسلو هئڻ گهرجي، جنهن جي مطالع سان انهن جي سيرت ۽ حالات سان گڏ عملي جدوجهد جي تاريخ مرتب ٿي سگهي. اهو سلسلو سڀني زبانن ۾ هئڻ گهرجي. اهو ڪم انفرادي طرح سان، يا ڪنهن اداري جي ڪوشش سان پايہءِ تڪميل تي پهچي سگهي ٿو. "نام نيڪو رفتگان ضايع مَ ڪُن" تي عمل ڪرڻ جي اهائي صورت آهي.

## مهراڻ جو مواد

مهراڻ ٣-٤/١٩٦٦ع، گڏيل پرچو، علمي، ادبي، تاريخي ۽ تحقيقي مقالات تي مشتمل پيش ڪندي، دلي مسرت ٿي حاصل ٿئي، ڇالاءِ جو سارو مواد نهايت معياري ۽ تحقيقي آهي. مهراڻ سان تعاون ڪندڙ اهل قلم، جنهن تحقيق ۽ ڪاوش سان مطالع ۽ ڇنڊڇاڻ ڪن ٿا، تنهن کي اڳيان رکي ائين چوڻ ۾ حق بجانب آهيون تہ ان قسم جا شاهڪار اسان جي سنڌي عالمن جا مرهون منت آهن. ٻين زبانن جي رسالن ۾ بہ اهڙو مواد مشڪل سان ڇپجي ٿو.

سڀ کان اول صدر مملڪت پاڪستان فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي هڪ فڪرانگيز تقرير، "معاشري جي اصلاح جا غير متبدّل اصول" آيل آهي. ان تقرير ۾ صدر مملڪت، موجوده تعليمي نظام سان گڏ روايت جي اهميت ۽ افاديت متعلق جو ڪجهہ چيو آهي، اهو اصلاح پسند ۽ ترقي پسند حلقن لاءِ مسرت انگيز آهي. ان سان گڏ اسان جي قدامت پسند ۽ روايت پرست دوستن لاءِ دعوت فڪر پڻ آهي.

هڪ هنڌ چيو ويو آهي:

"تعليم جو نظام اهڙو هئڻ گهرجي، جنهن جي تحصيل کان پوءِ انسان ۾ غور ۽ فڪر ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ٿئي. هو پنهنجي دور جي معاشي ۽ اقتصادي، سائنسي ۽

علمي پيچيدگين کي جديد علم ۽ فن جي روشنيءَ ۾، معاشري جي تقاضائن آهر حل
کري سگهي."

صدر مملکت جو ائين چوڻ سورهن آنا درست آهي. آخر اهو علم ۽ فن ڪهڙي ڪم جو،
جنهن جي حاصل ڪرڻ کان پوءِ شاگرد ۾ غور ۽ فکر جي صلاحيت ئي پيدا نه ٿئي، ۽ هو پنهنجي
دور جي مسئلن کي جديد تقاضائن جي روشنيءَ ۾ نه سمجهي سگهي ۽ نه حل ئي ڪري سگهي.
سچي ڳالهه ته اها آهي ته اسان جي تعليمي نظام جي بنيادي فروگذاشت اهائي آهي.

روايت جي حيثيت متعلق چيو ويو آهي:

"اهڙن باشعور فردن لاءِ مقدس روايتن جا حوالا پيش ڪرڻ ڪافي نه ٿيندا. نه فقط
مذهب، پر ان جي فلسفي ۽ حڪمت کي پيش ڪرڻ جي اصولن ۾ تبديلي آڻي پوندي.
انهن کي پيش ڪرڻ لاءِ اهڙي زبان استعمال ڪرڻي پوندي جا سوچيندڙ ۽ ذهين
انسان سمجهي سگهن. قديم روايتون بيشڪ احترام جي لائق آهن، اهي بيشڪ پنهنجي
ماحول ۽ ان جي تقاضائن لاءِ ڪنهن حدتائين مفيد مڃي سگهجن ٿيون. پر اهو مناسب
ڪين آهي ته هن اينمي دور ۾، انهن روايتن تي ڳنڍ ٻڌي ويهي رهجي. زمانو
ڪڏهن به اسان جو انتظار نٿو ڪري، هو اسان کي پوئتي ڇڏي پنهنجي تيز رفتار
ڊوڙ سان اڳتي وڌي ويندو."

ان کان پوءِ، حضرت علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب جن جي تقرير "اسلامي تعليم ڇا کي چئجي؟"
آيل آهي، ان ۾ مذهب جي فکري ارتقا سان گڏ، جديد مسئلن جي چنڊ ڇاڻ ڪيل آهي.
هڪ هنڌ فرمائن ٿا:

"دنيا جي ٻين مذهبن جي ڀيٽ ۾ قرآن جي اها نهايت ئي غير معمولي خصوصيت آهي،
جو ان، انهن سڀني ماڻهن لاءِ، جن هي ڄاڻڻ گهريو ٿي ته مذهب جو مقصد ڇا آهي؟
هي لازمي قرار ڏنو ته اهي ٻين مذهبي ڪتابن ۽ پيغمبرن جو مطالعو ڪن. بلڪ هن
ڳالهه تي زور ڏنو ته نه رڳو انسانذات جو، بلڪ پوري ڪائنات جو گهڻن بدران هڪ ئي
خدا آهي. انهيءَ تي جهيڙو فساد ٻاراڻي ڳالهه آهي. دين جي معاملي ۾ زوري ڪم
نٿي اچي سگهي، پرامن ۽ غير معاندانه بقاءِ باهمي ئي زندگيءَ جو واحد طريقو آهي.
ڏنو ويو آهي ته سڀئي مذهب ۽ فلسفا هڪ ئي سلسلي جون مختلف ڪڙيون آهن.
اهڙيءَ طرح ورهاڱو ختم ٿي ويو ۽ اتحاد ۽ توازن پيدا ٿي ويو. اهائي ٻڌاڙي
هئي، جا قدرت، انسانذات لاءِ مقرر ڪئي هئي، تنهنڪري اسلام توحيد جو قائل آهي."

ان کان پوءِ تاريخي ۽ تحقيقي مقالن ۾ "جام نظام الدين سمو"، جناب پير حسام الدين راشدي، اسلامي
تصوف سنڌ ۾، لطف الله بدوي، 'سنڌي علماء ۽ سنڌ ن عربي تصنيفات'، مولانا مخدوم امير احمد،
'بلوچ قوم جي تاريخ جو سوال' نواب جان علي خان لغاري، 'ابو نصر فارابي' راڄ محمد پلي،
شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا. انهن مختلف تحقيقي مقالن ۾، جنهن تحقيق ۽ ڪاوش کان ڪم

ورتو ويو آهي، اها قدر جي لائق آهي. هر مقالو پنهنجي افاديت جي لحاظ سان معلومات افزا به آهي ۽ فڪرانگيز به آهي.

سنڌي ادب، لسانيات ۽ شاعريءَ تي چئن مقالن ڪان سواءِ، جڳ-مشهور فلسفي ۽ شاعر، عمرخيام جي فن ۽ رباعين تي، هڪ تحقيقي مقالو جناب الياس عشقيءَ جو لکيل ۽ اختر مرزا جو ترجمو ڪيل ڏنل آهي. ان مقالي ۾ عربي، اردو، هندي ۽ فارسي، رباعي گو شاعرن، باالخصوص خيام جي ترجمن جو، مرحوم مرزا قليچ بيگ جي سنڌي ترجمي سان تقابلي مطالعو پيش ڪري، واضح ڪيو ويو آهي ته مرزا صاحب مرحوم جو سنڌي ترجمو، ٻين سڀني ترجمن ڪان وڌيڪ فنڪارانه، جاذب نظر ۽ اصليت ڪي قريب آهي. ايتريقدر جو ان تي ترجمي جو خيال ئي نٿو ٿئي، جڻ ته ڪي اصلي رباعيون چيون ويون آهن. ان مان نه فقط سنڌي زبان جي وسعت ۽ افضليت جو پتو پوي ٿو، پر ان سان گڏ، حضرت مرزا صاحب مرحوم جي فضل ۽ ڪمال جو اعتراف به ڪرڻو پوي ٿو.

'لسانيات' جي مختلف مسئلن مان "سِنڌِي"، پروفيسر الانا جو لکيل آهي. اهو ٺيٺ لساني مسئلو آهي، جنهن ۾ صرفي ۽ نحوي تبديل جي اصولن جي روشنيءَ ۾، حرفن جي صوتي اثرات ۽ تبديلين ڪي، مثالن سان بحث ڪري، سنڌي ٻوليءَ جي هڪ بنيادي خصوصيت ڪي نمايان ڪيو ويو آهي. اهو ايتريقدر ته بنيادي اصول آهي، جو ان ڪي مغرب جي محققن به "سِنڌِي" ڪري قبول ڪيو آهي، هو پنهنجي ٻولين ۾ به ان طرح سان تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ ڪري چڪا آهن. اهڙي فني مسئلي ڪي نباهڻ تي، الانا صاحب مبارڪ جو مستحق آهي.

'رسم الخط جي تاريخ' جناب واءِ. ايس. طاهرعليءَ جي وسيع مطالع جو شاهڪار آهي. ان ۾ رسم الخط جي اوائلي پيدائش ڪان وٺي، موجوده دور تائين مختلف دورن ۾ ڪيل ارتقا، ان جي ردوبدل، ان ۾ پيدا ڪيل اضافن ۽ اصلاح جي پوري ڇنڊڇاڻ ڪئي وئي آهي. ان طرح ان فن جي ڄاڻن جي ڪيترين غلطين جي پڻ اصلاح ڪئي وئي آهي.

"قديم سنڌي شعر و شاعريءَ" تي محترم محرم خان، نهايت شرح ۽ بسط سان تفصيلي ۽ تحقيقي بحث ڪيو آهي. هن علمي بحث ۾ فاضل مضمون نگار، اسلام جي دور ڪان گهڻو اڳ ڪان وٺي، وينديسومرن جي ڇاڙيءَ تائين، سنڌي شاعريءَ جو جائزو و تاريخي پس منظر سميت پيش ڪيو آهي. ايتري طول طويل دور ۾، سنڌي شاعريءَ جا جي اوائلي ۽ انوکا نمونا پيدا ٿيا هوندا، ان متعلق به مثالن سان بحث پيش ڪرڻ جي دلپذير ڪوشش ڪئي وئي آهي. بحث جو آغاز، راهگهراڻي جي ابتدا، يعني پنجين صدي عيسويءَ ڪان ڪري، عرب حڪومت (۷۱۲ع) ڪان هلندي، سومرن جي دور جي پنجن صدين جي جائزي ونندي، لڳ ڀڳ هڪ هزار سالن جو تاريخي جائزو ورتو ويو آهي. ان بحث ۾ تاريخي خيال ڪان، مختلف حڪومتن ۽ حاڪمن جي حسب نسب تي به ڪافي لکيو ويو آهي. ان سلسلي ۾ ان دور ۾ پيدا ٿيل

شاعريءَ جي مختلف صنفن جي هيئت ۽ فن تي بہ بحث ڪيو ويو آهي. ان سان گڏ مثال طور، هرهڪ بحث ۾، پراڻي شاعريءَ جا الوڪا ۽ اوائلي نمونا، شاعرن ۽ سگهڙن جي تعارف سميت پڻ ڏنا ويا آهن. سچي ڳالهہ اها آهي تہ هن قسم جا مفصل ۽ جامع مقالا، 'سنڌ جي ادبي تاريخ' جي مطالع جي سلسلي ۾ وڏي اهميت ۽ افاديت رکن ٿا. اسان محترم محرم خان جي هن علمي پيشڪش تي خوشيءَ جو اظهار ڪريون ٿا، اميد تہ هن سلسلي جون باقي علمي ۽ تاريخي ڪڙيون بہ 'مهراڻ' جي واسطي سان شايع ٿينديون.

آخر ۾ 'آڪاس' جي عنوان هيٺ جناب فضل الاهي انصاريءَ، سيشن جج جو فڪرانگيز ۽ دلنشين پيرايي ۾، منتخب عنوانن تي مشتمل مضمون آيل آهي. اهو اسلوب بيان، خليل جبران ۽ ٽئگور جي رنگ وانگر آهي. هن ۾ جا اصليت ۽ جاذبيت آهي، ان کي هڪ فني اضافو چئي سگهجي ٿو. هي خيالات وسيع مطالع ۽ فڪر جي پيداوار آهن.

علمي مقالن کان پوءِ، 'مهراڻ جا موتي'، 'سنڌي نثر مان مثالي ٽڪرا'، 'علمي ۽ ادبي خط'، 'پڙهندڙن جا پيغام'، 'آديسي آئي ويا' ۽ 'علمي ادبي ۽ ثقافتي سرگرميون' وارا سڀ دستوري ڪالم پيش ڪيا ويا آهن. ان سلسلي ۾، 'تاريخي شين جي حفاظت' متعلق بہ اپيلون پڻ ڏنيون ويون آهن. اميد آهي تہ اسان جي ڪاوش ۽ انتخاب کي نہ فقط 'مهراڻ' جا خريدار ۽ ادب نواز دوست پسند ڪندا، پر ان سان گڏ پنهنجي دلي تعاون سان بہ 'مهراڻ' کي نوازيندا رهندا.

هن پرچي جي مواد جي انتخاب ۽ ترتيب لاءِ محترم جويو صاحب (اعزازي سيڪريٽري)، محترم شيخ علي محمد صاحب، ميمبر سنڌي ادبي بورڊ، ان جي طباعتي حسن ۽ زيبائش لاءِ محترم رباني اسسٽنٽ سيڪريٽري ۽ مسٽر علي بخش احمدزئي جو شڪرگذار آهيان، جن جي تعاون سان هي معياري پرچو تڪميل تي پهتو آهي.

## شمشيرالحيدري ايڊيٽر "نئين زندگي"

سنڌي ادب سان واسطيدار اديبن ۽ علمي حلقن لاءِ، هيءَ خبر مسرت جو سبب ثابت ٿي آهي تہ سنڌي ادبي بورڊ جي لائق ڪارڪن، رسالي 'مهراڻ' جي اسسٽنٽ ايڊيٽر، "سنڌي ادبي سنگت، سنڌ" جي اڳوڻي جنرل سيڪريٽريءَ، محترم حيدري صاحب کي، رسالي 'نئين زندگيءَ' جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو آهي.

حيدريءَ، سنڌي ادبي بورڊ ۾، ڏهن سالن جي عرصي ۾ 'مهراڻ' ۽ ڪتابن جي طباعت، مواد جي ترتيب ۽ اصلاح جي فن ۽ ڪم ڪار ۾ جيڪا مهارت ۽ ڄاڻ سڃاڻ حاصل ڪئي آهي، اها تحسين جي لائق آهي.

اميد تہ حيدري، هڪ صاحب طرز شاعر، اهل قلم ۽ فنڪار جي حيثيت سان، نئين زندگيءَ کي معياري ۽ مثالي پرچو ڪري، مولانا عبدالواحد سنڌيءَ جهڙي ڪهنہ مشق ۽ تجربيڪار ايڊيٽر جو سچو جانشين ثابت ٿيندو، جو رٽائرڊ ٿي چڪو آهي. اسان کيس هن نئين عهدي تي فائز ٿيڻ تي، دلي مبارڪ ٿا پيش ڪريون. —غ. م. گ

فيلڊ مارشل، محمد ايوب خان، صدر مملڪت پاڪستان

# معاشري جي اصلاح جا غير متبدّل اصول

[ڪراچي جي سينٽ پيٽرڪ اسڪول جي ”سؤ سالہ جشن“ جي هڪ علمي ۽ تعليمي تقريب (٣٠- جولاءِ ١٩٦١ع) تي صدر محترم جا تقرير ڪئي هئي، اها پنهنجي افاديت جي لحاظ سان ملڪ ۽ قوم جي باشعور طبقن لاءِ توجهہ جي لائق آهي: ان موقعي تي اسڪول جي پرنسپال پنهنجي تقرير ۾ چيو هو تہ ”اسان کي پنهنجي روايات جي پابندي شدت سان ڪرڻ جڳائي.“ صدر صاحب روايات ۽ انهن جي اهميت ۽ افاديت متعلق جوابي تقرير ۾ جو ڪجهہ فرمايو آهي، ان جو مرڪزي خيال اهو آهي تہ ”تعليم جو نظام اهڙو هئڻ گهرجي، جنهن جي تحصيل کان پوءِ انسان ۾ غور ۽ فڪر ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ٿئي. هو پنهنجي دؤر جي معاشي ۽ اقتصادي، سائنسي ۽ علمي پيچيدگين کي جديد علم ۽ فن جي روشنيءَ ۾، معاشري جي تقاضائن آهر، حل ڪري سگهي. اهڙن باشعور فردن جي لاءِ، مقدس روايتن جا حوالا پيش ڪرڻ ڪافي نہ ٿيندا. نہ فقط مذهب پر ان جي فلسفي ۽ حڪمت کي پيش ڪرڻ جي اصولن ۾ تبديلي آڻڻي پوندي. انهن کي پيش ڪرڻ لاءِ، اهڙي زبان استعمال ڪرڻي پوندي، جا سوچيندڙ ۽ ذهين انسان سمجهي سگهن. قديم روايتون بيشڪ احترام ڪرڻ جي لائق آهن، اهي بيشڪ پنهنجي پنهنجي خاص ماحول ۽ ان جي تقاضائن لاءِ ڪنهن حد تائين مفيد مجي سگهجن ٿيون؛ پر اهو مناسب ڪين آهي تہ هن اينمي دؤر ۾ بہ انهن روايتن تي ڳنڍ ٻڌي ويهي رهجي. زمانو ڪڏهن بہ اسان جو انتظار نہ ڪري، هو اسان کي پوئتي ڇڏي، پنهنجي تيز رفتار دوڙ سان اڳتي وڌي ويندو. سوچڻ گهرجي تہ اڄ جي نفسياتي، ذهني ۽ روحاني تقاضائن جي تسڪين لاءِ ڇا ڇا ڪرڻ گهرجي؟“ ان طرح اهڙا پيا بہ ڪيئي مسئلا بحث ۾ آندا ويا آهن.

صدر محترم انهن سوالن جا جواب بہ ڏنا آهن، ان ڪري اها تقرير هن دؤر جي مسئلن ۽ مشڪلاتن کي سمجهڻ لاءِ نہ فقط مفيد ڇئي سگهجي ٿي، پر ان سان گڏ اهوڪن مسئلن جي حل سوچڻ جي سلسلي ۾ فڪر وارن صاحبن کي ڪنهن مرڪزي اصول ڏانهن وک وڌائڻ جي پڻ ترغيب ڏئي ٿي. ان خيال سان هيءَ تقرير ”مهراڻ“ ۾ پيش ڪري رهيا آهيون. —غ. م. ڪ.]

السّلام عليڪم:

واجب الاحترام پرنسپال صاحبؔ پنهنجي تقرير ۾ هڪ اهڙو اصولي بحث آندو آهي، جنهن جي متعلق ڪجهہ گذارش ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان.

پرنسپل صاحب چيو آهي: ”اسان کي روايات (Troditions) جو تمام گهڻو احترام ڪرڻ گهرجي. مستقبل جي خاطر، پنهنجي ماضيءَ کي نظرانداز نہ ڪرڻ گهرجي. اڄڪلهہ اهو خيال عام طرح سان پيدا ٿي چڪو آهي، جو ماڻهو زماني جي تقاضائن جي بيان ڪندي، پنهنجي ماضيءَ جي توهين بہ ڪن ٿا تہ ان سان گڏ ان تي مذاق ۽ مسخري بہ ڪن ٿا. حالانڪ ڪين اها بہ خبر ڪانہ ٿي رهي، تہ هو مستقبل ۾ اخلاقي ۽ روحاني بنيادن جو مطلب ڪهڙو ٿا وٺن!“

هي هڪ توجهہ طلب ۽ بنيادي مسئلو آهي، ۽ حقيقت ۾ وڏو سوال آهي، جو عام مذهبن لاءِ عمومي طرح سان ۽ عيسائيت ۽ اسلام لاءِ خصوصي طرح سان پيدا ٿي چڪو آهي.

پاڪستان ۾ جنهن خصوصيت سان ان اهم مسئلي متعلق غور ۽ فڪر ٿي رهيو آهي، ان کان علم وارا دانشمند طبقا چڱيءَ طرح سان واقف آهن. هن ملڪ جي اڪثريت مسلمانن تي مشتمل آهي، ان ڪري اسان کي اسلام جي شاندار، زنده جاويد ۽ متحرڪ اصولن کان استفادو ڪرڻ لازمي آهي.

اڄ کان گهڻو اڳ، جڏهن زندگي پنهنجي اصولن ۽ عملن جي لحاظ سان ايترو وسيع هئي ۽ نڪو منجهس اجتهادي عنصر موجود هو، تڏهن ان جو بنياد، رڳو ماضي پرستيءَ ۽ روايات تي هو. ان دؤر جون تقاضائون بہ محدود هيون. انسان، شعوري ۽ عقلي، علمي ۽ سائنسي حيثيت سان بہ ايترو خبردار ۽ باوقار ڪين هو، تنهنڪري ’جامد ۽ غير متحرڪ‘ زندگيءَ ۾ ’روايات‘ کي اهم ڪردار ادا ڪرڻو پيو. ان دؤر جو معاشرو جڏهن تہ بلڪل جامد ۽ بيحس و حرڪت هو، تڏهن ’روايات‘ جي پيروي ۽ آسري تي هلڻ ئي سندس لاءِ مفيد سمجهيو ويو آهي.

اڄ بہ اهڙي دؤر جو تصور اکيان رکي، اکين کي بند ڪري، قديم روايتن جي مطابق هلندو رهجي، ۽ زندگيءَ کي الهن پراڻن ۽ روايتي اصولن جي قالب ۾ هلڻي ڇڏجي، سو بيشڪ انهن گذريل زندگيءَ وارين معاشرتي تقاضائن آهر، ان طرز عمل تي هلڻ کي، درست قرار ڏ پنداسون.

پر، هن دؤر جي علمي ۽ فڪري، سائنسي ۽ اقتصادي ترقيءَ ۽ ايجاد جي زماني ۾ جڏهن انسان بصيرت ۽ بصارت جو مالڪ بڻجي چڪو آهي. علم ۽ فن جي اهڙن مشڪل ۽ لا ينحل مسئلن کي منهن ڏئي سگهيو آهي، جي اڄ کان هزار سوا سال اڳ ڪڏهن بہ پيدا ٿي نہ سگهيا هئا. جڏهن اڄ هن جديد دؤر جون تقاضائون بہ بدلجي چڪيون آهن: هي انتهي دؤر ماضيءَ کان تمام گهڻو اڳتي وڌي چڪو آهي: اهڙي ماحول ۾ ماضيءَ جي روايات جي پرستش جي ڇا معنيٰ؟ اسان پنهنجي شاندار ماضيءَ جو احترام ڪري سگهون ٿا، ان سان عقيدت رکي سگهون ٿا، پر، هن دؤر جي مسئلن کي هن دؤر جي تقاضا آهر ئي حل ڪري سگهون ٿا.

ائين ڪرڻ سان انڪو ماضيءَ تي حرف اچي ٿو سگهي ۽ انڪو روايات جي تقدس ۽ احترام ۾ فرق اچي ٿو سگهي!

اڄ پوري انسالذات، علم ۽ سائنس جي دنيا ۾ قدم وڌائي چڪي آهي. پاڪستان به انئي دؤر ۾ علمي ۽ فڪري راهه تي هلي رهيو آهي. موجوده حالتن کي ڏسي، اهو اندازو لڳائي ٿو سگهجي ته ايندڙ ويهن-پنجويهن سالن ۾، پاڪستان علمي ۽ تعليمي معيار تي، هن دؤر جي تعليمي دنيا سان هم آهنگ ٿي ويندو ۽ نين حالتن ۽ انون مسئلن سان اسان کي منهن ڏيڻو پوندو. اگر هن دؤر جي تقاضا آهر اسان بروقت تياري نه ڪئي ته پوءِ اسان جو ڪهڙو حال ٿي سگهي ٿو، ان متعلق اوهان سڀني عالمن، شاگردن، استادن ۽ دانشورن کي سوچڻ گهرجي.

هن دؤر ۾ اسان جون حالتون، گهڻو بدلجي چڪيون آهن. اڄ اهو پڇڻ گهران ٿو ته تعليم جي معنيٰ ڇا آهي؟ انسان ۾ تعليم سان ڪهڙي ذهني ۽ عقلي، فڪري ۽ عملي تبديلي ٿي پيدا ٿئي؟ مون وٽ تعليم جو مقصد اهو آهي ته تعليم، انسان ۾ اهڙي صلاحيت ٿي پيدا ڪري، جنهن جي روشنيءَ ۾ انسان غور ۽ فڪر ڪرڻ شروع ٿو ڪري. اهو غور ۽ فڪر آهي، جو مختلف پيچيدگين ۽ مشڪلاتن لاءِ حل ٿو پيدا ڪري. اهو ظاهر آهي ته جڏهن انسان، غور ۽ فڪر ڪرڻ جي صلاحيت سان گڏ، علم ۽ فن، تجربي ۽ مشاهدي جي گوناگون معلومات سان مالامال ٿي ڪري، سوچڻ شروع ٿو ڪري، تڏهن محض مقدس ڪتابن ۽ روايتن جي حوالن سان ڪم هلي نه سگهندو. اهڙين حالتن ۾ تمام ضروري ٿيندو ته اوهان مذهب ۽ مذهب جي فلسفي جي اصولن کي پيش ڪرڻ جي اندازن ۾ تبديلي پيدا ڪريو، ۽ انهن اندازن ۽ معيارن، اصولن ۽ علمي سرچشمن کي اهڙيءَ زبان ۾ پيش ڪريو، جا زبان هن زماني جي سوچيندڙ انسانن جي سمجهه ۾ اچي سگهي. ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته بيشڪ اوهان قديم روايتن جو احترام ڪريو، ۽ اهو به تسليم ڪريو ته ڪنهن خاص گذريل زماني جي لاءِ اهي روايتون ڪنهن حد تائين بيشڪ مفيد به رهيون آهن، ليڪن اوهان پاڻ کي انهن روايتن سان بلڪل پنڊي نه ڇڏيو. خدانخواسته اگر اوهان پاڻ کي انهن روايتن سان بلڪل پنڊي ڇڏيو ته پوءِ ياد رهي، زمانو اوهان جو انتظار نه ڪندو. زمانو پنهنجي رفتار سان اوهان کان گهڻو اڳتي وڌي ويندو، ۽ اوهان پوئتي رهجي ويندؤ. تنهنڪري اسلام ۽ عيسائيت جهڙن مذهبن لاءِ سوچڻ جو موقعو آهي، ته انهن کي زماني سان ساٿ ڏيڻ جي سلسلي ۾-يعني اڄڪلهه جي ماڻهن جي نفسياتي، ذهني ۽ روحاني تقاضائن جي تسڪين جي لاءِ، جي اڄڪلهه دنيا ۾ پيدا ٿي چڪيون آهن-ڇا ڇا ڪرڻ گهرجي؟

مون وٽ ان جو جواب هي آهي ته سڀني صحتمند مذهبن والڪر 'اسلام ۽ عيسائيت' وٽ مذهب جا ڪي اصول آهن، جن کي بنيادي حيثيت حاصل آهي، باقي "طريقا ۽ فروعات" آهن، جن جي مطابق انهن اصولن کي زماني جي تقاضائن موجب عمل ۾ آڻو آهي. بيشڪ اصول غيرمتبدل آهن، ۽ غيرمتبدل رهڻ گهرجن. زندگيءَ جا بنيادي اصول بيشڪ اڄ به اهي ئي

آهن، جي اڄ ڪان سوين بلڪ هزارين سال اڳ ب موجود هئا، ليڪن هن جديد دؤر ۾، زماني جي جديد تقاضائن جي هوندي، انهن تي عمل ڪرڻ جا طريقا بدلجي چڪا آهن، يعني 'طريقن ۽ فروعات' متعلق نئي سوچ هوندو. اسان کي اهو بنيادي اصول تسليم ڪرڻ گهرجي. اوهان انهن "غيرمتبدل" اصولن کي متعين ب ڪريو، ۽ انهن کي زندگيءَ سان وابست ڪرڻ جي ڪوشش ب ڪريو. ان سان گڏ، انهن کي الڳ رکي، پلي انهن کي "تغير ۽ تبدل" کان مستثنيٰ قرار ڏيو. ۽ ضروري مسئلو اهو آهي ت اوهان انهن تي عمل ڪرڻ جي سلسلي ۾ معاشري کي آزاد ڇڏيو ت هو "طريقن ۽ فروعات" کي پنهنجي ماحول جي تقاضائن آهر جديد دؤر جي علمي ۽ فني نظر سان عمل ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪن: ۽ ان طرح اصول ۽ فروع، قانون ۽ طريقءِ نفاذ ۾ تجديد ب آڻن، ۽ اجتهادي حيثيت سان زندگيءَ کي سرگرم ب رکن ۽ ان جا روح-روان ب بنجن.

ان طرح معاشري کي اها آزادي ب ملڻ گهرجي ت هو پنهنجي صوابديد تي، دؤر حاضر جي تقاضا موجب، انهن اصولن کي عملي طرح سان هلائڻ لاءِ تدبيرون اختيار ڪن. ان سلسلي ۾ بي ڪاب رڪاوٽ نئي سونهي.

منهنجو ذاتي خيال آهي ت اگر 'اسلام ۽ عيسائيت' جي فروغ ۽ زندگيءَ جي سلسلي ۾، اڃا ب نئين دؤر جي تقاضائن کي نظرانداز ڪيو ويو ت پوءِ لازمي طرح سان اهي ٻڏي ويندا، ۽ ڪميونزم انهن تي مسلط ٿي ويندي!

اسان گذريل چاليهن سالن جي عرصي ۾ ڏسي چڪا آهيون ت ڪميونزم، بدمت ۽ عيسائيت جي مقابلي ۾ آئي، ۽ اهي مذهب سائس مقابلو ڪري ن سگهيا. هاڻي اسان جو وارو آيو آهي. اگر اسان بروقت خبردار ن ٿياسون، ت پوءِ اسان جو حشر ب اهڙوئي ٿيندو، جهڙو انهن مذهبن جو ٿي چڪو آهي.

منهنجو ان ڳالهه ۾ ايمان آهي ت 'رازحيات' ان اصول ۾ مضمر آهي، جنهن جو مان هن ڪان اڳ ذڪر ڪري آيو آهيان.

جي ماڻهو ڪميونزم جي سيلاب ۾ وَهي وڃڻ نٿا چاهين، ۽ پنهنجي روحاني ۽ اخلاقي نظام سان وابست رهي، زندگي گذارڻ گهرن ٿا، انهن کي اڄ ائين ئي ڪرڻو پوندو، جيئن بيان ٿي چڪو آهي. پيو ت جيڪي ماڻهو، مذهبي امور ۽ مذهبي تعليمات جا ماهر ۽ پيشوا آهن، انهن کي ن فقط هن باب ۾ سوچڻو پوندو، پر ان سان گڏ پنهنجن پوئلڳن جي رهنمائي ب ڪرڻي پوندي، ۽ ڪين هن جديد دؤر جي مسئلن ۽ مشڪلاتن کان واقف ب ڪرڻو پوندو.

اگر اوهان ائين ڪرڻ ڪان قاصر رهجي ويا ت پوءِ اوهان زماني جي ڊوڙ ۾ پوئتي رهجي ويندا ۽ مادہ پرستيءَ جو سيلاب چڙهي ايندو. ان وقت اوهان اهڙا ت ڪمزور ۽ ناقابل توجهه ٿي ويندا، جو ڪنهن کي ن مجبور ڪري سگهندؤ ۽ ن متاثر: ت هو اوهان جي

سوچ-ويچار جي لوچ تي سوچين ۽ عمل ڪن. زمانو اوهان کان 'امر ۽ عمل' جون سڀ اختياربون ڪسي وٺندو.

محترم پادري صاحب! مون جو ڪجهه به چيو آهي، تي سگهي ٿو ته اهو اوهان جي نقطءِ نگاهه جي مطابق نه هجي. ليڪن مون چاهيو ٿي ته اوهان جي سامهون تصوير جو ٻيو رخ به آڻيان ۽ پنهنجو نقطءِ نگاهه واضح ڪريان. ان جي ضرورت خاص طرح سان ان ڪري به پيدا ٿي آهي، جو پاڪستان ۾ اڄڪلهه اهو مسئلو منهنجي خيال موجب نهايت ئي اهم ٿي چڪو آهي، تنهنڪري هروقت منهنجي سامهون رهندو آيو آهي. بيشڪ مان 'دينيات' جو ماهر ڪين آهيان، پر عمومي فڪر جي لحاظ سان جڏهن ان مسئلي جا مختلف پهلو، مان غور سان ٿو ڏسان، تڏهن منهنجي اکيان، الهن جو صرف اهو هڪڙوئي حل ٿو پيدا ٿئي ته اسان کي 'غيرمتبدل' اصول متعين ڪرڻ گهرجن، ۽ متبدل 'طريقن ۽ فروعات' کي الڳ رکڻ گهرجي. ان سلسلي ۾ ڪم جو طريقو اهو آهي، ته سڀ کان اول ماڻهن کي واقف ڪرڻ گهرجي ته غيرمتبدل اصول ڪهڙا آهن؟ ۽ ان کان پوءِ، طريقءڪار تي سوچڻ لاءِ کين آزاديءَ سان موقعو ڏيڻ گهرجي، جيئن هو انهن غيرمتبدل اصولن کي پنهنجي زماني جي مطابق عمل ۾ آڻڻ لاءِ تدبيرون اختيار ڪري سگهن، ۽ ان سان گڏ فروعات کي به اصولن سان هم آهنگ ڪري هلائي سگهن.

اگر اوهان ائين ڪيو ته پوءِ مون کي ڪو به اهڙو سبب نظر نٿو اچي، جو هن قسم جو ڪو غيرمتبدل ۽ محيّرالعقول مذهب ڪامياب ۽ ڪامران نه ٿئي! —والسلام

(سينٽ پيٽرڪ اسڪول ڪراچيءَ جي سؤ ساله جشن ۾ ٣٠-جولاءِ ١٩٦١ع تي صدر مملڪت پاڪستان، فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي ڪيل تقرير: 'طلوع اسلام' - نومبر١٩٦١ع گلبرگ لاهور، ترجمو: اداره مهراڻ رسالو).



علامہ آءِ. آءِ. قاضي

# اسلامي تعليم ڇا کي چئجي

۴-مئي ۱۹۶۶ع تي، سنڌ جي قابل فخر فرزند ۽ عظيم مفڪر ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سابق وائس چانسلر، حضرت علامہ آءِ. آءِ. قاضي صاحب مدظله العالي جن جي خدمت ۾، سنڌ يونيورسٽيءَ جي طرفان، ڪنووڪيشن ۾، ”ڊاڪٽر آف لا“ جي اعزازي ڊگري پيش ڪئي ويئي. ان سعيد موقعي تي علامہ صاحب جن، ’اسلامي تعليم‘ جي موضوع تي انگريزيءَ ۾ هڪ عالمانہ ۽ بصيرت افروز، جامع ۽ معلومات افزا تقرير ڪرڻ فرمائي. اسان اها تقرير ناظرين ”مهراڻ“ رسالي جي خدمت ۾، روزانہ مهراڻ تان پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪريون ٿا. —ادارو

اوهان مون کي خطاب ڪرڻ جي دعوت ڏيئي، جيڪا عزت بخشي آهي، تنهن جو مون کي احساس آهي، ۽ بعد جي مايوسيءَ کي دفع ڪرڻ لاءِ، مون کي هن پڌائڻ جي اجازت ڏيو تہ مان رڳو ابتدائي معاملن تي عام ماڻهوءَ جي روزمرهہ واري ٻوليءَ ۾ ئي ڪجهہ چوڻ گهران ٿو، ڦوڙاٽ جملن ۽ پيچيده لفاظيءَ کان پرهيز ڪئي ويندي. جيستائين نفس مضمون جو لاڳاپو آهي، مون کي ڪنهن فلسفيانہ يا اعليٰ معاملن تي طبع آزمائي ڪرڻ جو ارادو نہ آهي، ۾ رڳو رواجي صداقتن تي ئي بحث ڪرڻو اٿم. مون کي معلوم آهي تہ مان نشن جي برخلاف پيو لڳندس، ڇاڪاڻ تہ اهڙن موقعن تي، انهن معاملن تي ۽ ان طريقي ۾ ڳالهائڻ جو دستور نہ آهي، جيڪو مان اچ اختيار ڪرڻ گهُران ٿو. مختصر ائين چئجي تہ مون پنهنجي هن بحث جو موضوع اخبارن جي سرخين مان چونڊيو آهي، جيڪي وقت بوقت نظر ايندي رهن ٿيون. يعني پڙهيون تہ ”اسان کي اسلامي تعليم گهرجي“، ۽ پيو تہ ”هي سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جو زمالو آهي“. مان حيران آهيان تہ انهن جو پاڻ ۾ ڪهڙو لاڳاپو آهي، ۽ انهن ۾ ڪهڙو ربط يا بيربطي آهي. شايد ان جو هي مطلب هجي تہ سائنس ۽ ٽيڪنالاجي موجوده زمالي جون واحد خصوصيتون آهن، يا وري اسلامي تعليم اهڙي شئي آهي، جا اڄا هاڻي ئي رواج ۾ آئي آهي.

في الحال اسان ”سائنس ۽ ٽيڪنالاجي“ سان ئي بحث کي شروع ڪنداسين.

”سائنس“ لاطيني ٻوليءَ جو هڪ لفظ آهي، جنهن جو جيڪڏهن اسان سوليءَ انگريزيءَ

۾ ترجمو ڪندا سين ته مطلب ٿيندو ”علم“ يا ”ڄاڻ“. لفظ ”ٽيڪنڪ“ (ڪنهن به فن، هنر يا صنعت جو) جي معنيٰ آهي ڪنهن تجويز (Design) کي عمل ۾ آڻڻ جو طريقو. هاڻي مون کي سمجهه ۾ نٿو اچي ته انهن ٻن کي ”جديد زماني“ جي خصوصيت ڇو سڏي ڪهرجي؟ مان سمجهان ٿو ته لفظ ”جديد“ اڄڪلهه هڪ ڀوت (Phoebia) بڻجي پيو آهي، ۽ اٿندي ويهندي پيو استعمال ڪيو ويندو آهي ۽ ان مان خيال جي مونجهاري کان سواءِ ڪجهه به حاصل نٿو ٿئي. جيستائين مون کي معلوم آهي، ”ڄاڻ“ جي ڪوشش ۽ ڪنهن نه ڪنهن قسم جي ٽيڪنڪ جو استعمال، اهي صنعتون آهن، جيڪي نه رڳو آڳاٽي انسان کي حاصل هيون، پر سندس اڳين يعني ته پکين ۽ جانورن کي به حاصل هيون. ڏک جي ڳالهه آهي جو ارتقا جو نظريو، جيڪو چوڏهن سؤ سال اڳي مذهبي طرح مروّج ڪيو ويو هو، تنهن ڏانهن تعليمي ادارن ۾ به اهڙو ڌيان نٿو ڏنو وڃي جهڙو سندس حق آهي. اهو سوچڻ ته ابن مسڪويه ان جا تفصيلات تيار ڪيا، ۽ مولانا روميءَ، ڊارون کان به ڇهه سو سال اڳ ان کي اهڙو عام فهم بڻايو جو رواجي انسان به ان کي سمجهي ٿي سگهيو، پڙهندڙن ۾ ان لاءِ ايترو شوق پيدا نه ڪيو آهي، جيترو سندس حق آهي. ان جو مکيه سبب اهو رهيو آهي، جو پراڻن مذهبن جي پوئلڳن لاءِ هيءَ راهه اختيار ڪرڻ، ڏکي ڳالهه بڻي رهي آهي، ته مذهب به انسالذات سان گڏوگڏ وڌيو، ويجهيو، اسريو ۽ نسريو آهي. اهي اڃا تائين هي پڇي رهيا آهن ته ”ڇا مذهب به تاريخي آهي؟“

اڄ انساني دنيا هڪ دردناڪ تصوير پيش ڪري رهي آهي. هن کي ثابت ڪرڻ لاءِ ته اها هڪ جهنگ ۾ ڦاٿل آهي ۽ پنهنجي واٽ وڃائي ويٺي آهي، ڪنهن جامع مشاهدي جي ضرورت نه آهي. نهايت ابتدائي ڳالهيون به نظرانداز ڪيون ويون آهن، جنهن مان هيءَ حقيقت ثابت ٿئي ٿي ته سُنجهيل سَٽ ويتر وڌيڪ منجهي پيو آهي. اسان ڏسي رهيا آهيون ته ٻه بانڪا جوان جيڪي اڳ ۾ آهن، جهنگ ۾ هڪ مقرر ڪيل گول ۾ پوري تيزرفتاريءَ سان ڊوڙي رهيا آهن، پر انهيءَ لاءِ نه ته پنهنجو وڃايل رستو ڳولي لهن، بلڪ ان لاءِ ته هڪٻئي کان گوءِ کڻي وڃن ۽ اهڙيءَ طرح اهي لار جي ڏاند وانگر گول گول ڦري رهيا آهن. وڌيڪ افسوس جي ڳالهه اها آهي جو ”باقي الساليت“، جنهن تي اهو منظر حاوي ٿيل آهي، سا به ڪنهن سوچ ويچار کان سواءِ، يا ان کي روڪڻ لاءِ رڙ ڪرڻ کان سواءِ، ان سان گڏ هلي رهي آهي. تنهنڪري، پنهنجي وڃايل واٽ ڳولي لهڻ لاءِ اسان وٽ رڳو هي راهه ڪليل آهي ته اسان، جيڪڏهن ممڪن هجي ته پوئتي موٽون، ۽ رستي جي انهن نشانن کي ڳوليون جيڪي اسان چڪر ۾ ڊوڙڻ وقت پوئتي ڇڏي ويا هئاسون.

هاڻي اچو ته اسان پنهنجي موضوع ”ٽيڪنڪ“ ڏانهن موٽي اچون. هاڻي هي ظاهر ڪرڻ لاءِ ته ٽيڪنڪ، ڪيئن ٻڪيءَ جي زندگيءَ جو به هڪ حصو آهي، اسان هڪ مثال پيش ڪريون ٿا. اسان وٽ سنڌ ۾ هڪ ننڍڙو خسيس ٻڪي آهي، جيڪو پنهنجيءَ چهنب سان ڪکن جو هڪ

لنيڙو آکيرو ٺاهيندو آهي. اهو اهڙو حيرت انگيز هوندو آهي، جو ان کي کنهن عجائب گهر ۾ رکڻ جڳائي. اهو فن جو اهڙو ته ڀڪالو ڪارنامو هوندو آهي، جو ٻن هٿن وارو انسان به ان شئي مان، جيڪو ڀکي استعمال ڪندو آهي، اهڙو خوبصورت آکيرو ٺاهي نٿو سگهي. ڇا اهو به ڪو "ٽيڪنڪ" ناهي؟ هائي اچو ته اسان ان ڪان اڳيرو ٽيندي پٿر واري دور جي ٽيڪنڪ ڏانهن وڏون، جڏهن انسان کي رڳو پٿر جا ٺهيل اوزار ميسر هئا. اسان ان ماڻهوءَ بابت ڇا چئون ها، جيڪو لوهه کي ڳاري، ان مان لوهه جي اوزارن ٺاهڻ ڪانپوءِ به پٿر واري دور ۾ مروّج ٽيل اوزارن کي چنبڙيو ويٺو هجي ها. ساڳي ڳالهه اسان هٿ جي آڏاڻن ۽ مشينري، سڙهه تي هلندڙ ٻيڙين ۽ ساموڊي جهازن بابت بہ چئي سگهون ٿا، جيستائين ڪ اسان بجليءَ تائين پهچون، جنهن اسان جي ٽيڪنڪ کي اڃا به اڳتي وڌايو. سو جيئن جيئن انسان پنهنجن ارادن کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ پنهنجا اوزار بدلائيندو رهيو آهي، تيئن تيئن ٽيڪنڪ بہ بدلجندو رهيو آهي ۽ ان جو اصل مقصد اهوئي آهي جيڪو زماني قديم ۾ هو، يعني ته اناج حاصل ڪرڻ ۽ دشمنن جي حملن کان پاڻ کي بچائڻ: يا هڪ لفظ ۾ ائين چئجي ته پنهنجي حفاظت ڪرڻ. اهي ئي "بک" ۽ "ڊپ" ئي ته آهن، جن لاءِ اهي ٽيڪنڪ استعمال ڪيا وين ٿا. اهي قديم زماني کان وٺي، هر جاندار شيءِ يعني ته ٻوٽي کان وٺي ماڻهن تائين سيني جون خصوصيتون ٿي رهيون آهن.

هاڻي اسان سمجهي سگهون ٿا ته ڪنهن دور کي ٽيڪنالاجي جو دور سڏڻ نامعقول ۽ واهيات آهي، سواءِ ان جي ته اسان جو مطلب هي هجي ته هن هرشيءِ تان، جنهن ۾ سندس انساني پائر به شامل آهن، هٿ کڻي، مڪمل طور پاڻ کي انهيءَ خصوصي مقصد سان وابستہ ڪري ڇڏيو آهي. مسلمان جي حيثيت ۾ اسان هي بہ چئي سگهون ٿا ته هي اهو دور آهي جنهن ۾ "حلال" ۽ "حرام" جو ڪو بہ خيال نٿو ڪيو وڃي. "ڦٻايو، جيڪي ڦٻائي سگهو ٿا!" اهو آهي قاعدو، پاڻ کي بک ۽ ڊپ کان بچائڻ لاءِ. صحيح يا غلط نموني ۾ جيڪا به طاقت حاصل ڪري سگهو ٿا، حاصل ڪريو. ۽ اها ڪا نئين ڳالهه نہ چئبي. ڪهڙوئي عرصو اڳ، جڏهن انسان پاڻ کي اخلاقي جانور سڏائڻ لڳو، يا هي سمجهڻ لڳو ته هو محض انساني جبلتن يا مسلمانن جي ٻولي ۾ چئجي ته "پيٽ ۽ جنس" جي پيدائشي غلام کان بهتر آهي، تنهن کان اڳ بہ اهائي حالت هئي.

اسان انهيءَ موضوع کي في الحال ڇڏيون ٿا، ڇاڪاڻ ته اڄڪلهه تعليمي ادارا به ان جو ڇڳو مطالعو نٿا ڪن. ڪنهن باٽني (علم نباتات) جي استاد کي جيڪڏهن هي پڇايو ويندو ته ٻن کي بہ اکيون آهن ۽ انهن به اهي اکيون بلڪل انهن ئي وسيلن ذريعي حاصل ڪيون آهن، جن سان انسان حاصل ڪيون، ته هو جيڪر ڪلي ڏيندو. بايالاجي (علم حياتيات) ڪانسواءِ ٻي ڪنهن مقصد لاءِ علم وراثت جي آلس، هڪ عجيب صورتحال پيدا ڪري ڇڏي آهي. ڊاڪٽر

جي ڊگري حاصل ڪرڻ جو خواهشمند شاگرد ٻه سال انگلينڊ ۾ ته رهي ٿو، پر ڪڏهن به پنهنجي اندر هي خواهش محسوس نٿو ڪري ته ڪنهن ڏينهن ٻهراڙيءَ ۾ وڃي، اتان جي جهنگلي گلن سان دوستي گنڍي ۽ انهن کي سنڌن ڪيارين ۾ اپرندو ۽ اسرندو ڏسي. هن کي پنهنجي ملڪ جي لفظ "بسنت" جي خصوصيت جي به ڪا خبر آهي؟ "برف جي ڦوڙي" ۽ "سيلنبدانن" جو ذڪر ته اڃا به پري ٿيو.

هاڻي اسان ٽيڪنڪ جو بحث في الحال اتي ئي ڇڏيون ٿا ۽ سائنس کي وٺون ٿا. اسان هن ڳالهه سان شروعات ڪريون ٿا تہ ڇا اسان جو ڪانگ، جيڪو وقت بوقت پنهنجي "ڪان ڪان" سان اسان کي تنگ ڪندو رهي ٿو، سو ڪي قدر سائنسدان يا صاحب اخلاق آهي! هو نہ رڳو ٻار جي هٿ مان، پر سرڻ جي چهنب مان به نهايت چالاڪيءَ سان ڀور کسي وڃي ٿو. ڪيس خبر آهي تہ سرڻ اڏامڻ ۾ ڪانئس تيز نہ آهي، تنهنڪري هو سرڻ کي پنهنجي چهنب مان ڀور ڪيرائي وجهڻ لاءِ تنگ ڪندو آهي، ۽ جڏهن هو ڀور ڪيرائيندي آهي تڏهن پاڻ جهٽ هڻي ان کي سوگهو ڪندو آهي. مون ڪيترائي ڀيرا ڪيس سخت ۽ سڪل ٽڪر اڇلائي ڏنو آهي، انهيءَ لاءِ تہ ڏسان تہ هو ان کي کهڙيءَ ريت ٿو کائي. مون ڪيترائي ڀيرا ڪيس انهيءَ مشڪل کي ٻار ڪرڻ لاءِ ڳوڙهي ويچار ڪندي ڏٺو آهي، بعد ۾ يڪدم هو سُڪل ٽُڪر چهنب ۾ کڻي، پاڻيءَ جي ڪنهن ٻاٽ وٽ پهچندو آهي، ۽ سُڪل ٽُڪر کي ان ۾ ٻوڙي نرم ڪندو آهي ۽ پوءِ خوب محفل مچائيندو آهي. پراڻن مذهبي ڪتابن مان اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ انسان، مُردن کي دفن ڪرڻ جو عقل به ڪانگ کان سکيو. امام غزالي چوي ٿو تہ "مون حقہ جي استعمال جو هنر ڪانگ کان سکيو." هن هڪ ڪانگ ڏٺو، جنهن کي قبضي جي شڪايت هئي. هو پنهنجي پيٽ خلاصي ڪرڻ لاءِ چهنب ۾ پاڻي ڀري اندر وجهي رهيو هو. ڪنهن به ماڻهوءَ ڪانگ کي عام ماڻهن جي سامهون لَڱَ ڪندي نہ ڏٺو آهي، انهيءَ اعتبار کان ڪانگ ڪن انسانن کان بہ وڌيڪ مهذب ۽ تخليہ پسند نظر اچي ٿو. جيستائين ماڻهن طرفان ڪيس ڦاسائڻ لاءِ وڇايل ڄارن مان پاڻ کي ڪنهن بہ ڌارين مدد کان سواءِ بچائي وڃڻ لاءِ، سنڌس چالاڪيءَ جو لاڳاپو آهي، هو سيني کي غمزو ڏيئي ويندو آهي. ان جي سماجي زندگي بابت ڇا نٿو چئي سگهجي. هو پنهنجن همجنسن جي ضرورت مهل مدد ڪندو آهي، ۽ مدد لاءِ انهن جي پڪار جو يڪدم جواب ڏيندو آهي. بهرحال، هو اهڙي حيرت انگيز نموني ۾ پنهنجي زندگي گذاري ٿو، جو ٻہ سؤ سال جيئرو رهي سگهي ٿو. جڏهن هو قدرتي موت مرندو آهي، تڏهن ڪنهن کي بہ اها خبر نہ پوندي آهي تہ هو کهڙي هنڌ پنهنجا پساهہ پورا ڪري ٿو، ڇاڪاڻ تہ هو پاڻ کي اهڙي هنڌ کڻي ويندو آهي، جنهن لاءِ پوءِ ڪوبہ ائين چئي نٿو سگهي تہ هو ڦلاڻي هنڌ مئل پيو آهي.

اهڙيءَ طرح اسان کي معلوم ٿيو تہ حياتيءَ کي برقرار رکڻ لاءِ علم جو استعمال هرهنڌ موجود آهي. اهو رڳو موجوده زماني يا انسان جي خصوصيت نہ آهي. ٽيڪنڪ جي معاملي

وانگر، اسان سائنس جي معاملي ۾ بہ ڏنو تہ رڳو علم حاصل ڪرڻ جا طريقا بدلجن ٿا. انسان ذاتي طرح هنن تہ سندس ”چاڻ حاصل ڪرڻ جو مقصد“ هيناهين مخلوق ڪان وڌيڪ اعليٰ، افضل ۽ اوچو آهي، پر افسوس، اسان جو اڄ جو شاگرد انهيءَ فريضي جي حمايت ۾ ڪو بہ دليل پيش نٿو ڪري سگهي. مقصد اهو ساڳيو نظر اچي ٿو تہ ڪاڏو حاصل ڪرڻ ۽ ڊپ کان آجو رهڻ. پنهنجي علم وڌائڻ لاءِ تحقيق جو اهو طريقو جيڪو قرآن شريف تفصيل سان مروّج ڪيو، تنهن کي بہ اسان سائنس جي نالي سان سڏيندا آيا آهيون. ان ۾ ۽ پراڻن طريقن ۾ هي فرق آهي جو اهو (قرآن جو علم) اسان کي محض جذبات، الهام، جمالياتي احساس يا محض عقيدي جي ذريعي حاصل نٿو ٿئي، پر ان لاءِ قدرت کي سندس همہ گير وسعت ۾ ڏسڻ ۽ ان جي مطالعي ڪرڻ جي ارادتاً ڪوشش ڪرڻي پوي ٿي. انهيءَ مطالعي ۾ انسان جو مَن (Mind) ۽ سندس ماضي بہ شامل آهن. اهڙيءَ طرح تجربي ذريعي حاصل ڪيل، حسابي طرح درست، ۽ منطقي طرح صحيح علم، انهن عمومي اصولن اخذ ڪرڻ جو بنياد بڻجي وڃي ٿو، جن کي اسان فلسفيانہ سڏيون ٿا. ڪافي ڏکي عرصي تائين تنگ نظر، متعصب، ڪينہ پرور ۽ خودسر ماڻهن، انهيءَ حقيقت کي تاريخ ۾ بہ موڙ سروڙ ڪري لڪائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. اها حقيقت هڪ هزار سالن جي تاريخ تي لکيل هئي، تنهنڪري ان کي لڪائڻ ڏکيو ڪم هو. هن نُڪتي جي وڌيڪ وضاحت ڪرڻ لاءِ تہ لفظ سائنس جي ڪهڙي معنيٰ آهي، اسان البيروني جا جملا پيش ڪريون ٿا:

”اوهان کي اڪثر نظر ايندو تہ هندن جا نام نهاد سائنسي ٿيورم بہ بلڪل مُنجهيل حالت ۾ آهن، انهن ۾ منطقي ربط نہ آهي ۽ اهي خَلق جي احمقانہ اوهام سان گڏ جي سڏجي ويل آهن. سان انهن جي رياضي ۽ هيئت جي ادب جي رڳو موتين ۽ ڇيڻن يا هيرن ۽ پٿرن جي مرڪب سان ڀيٽ ڪري سگهان ٿو. انهن جي نظر ۾ ٻئي شيون برابر آهن، ڇاڪاڻ تہ اهي خالص سائنسي نتيجن اخذ ڪرڻ جي طريقي تائين پهچي نٿا سگهن.“

هو وڌيڪ چوي ٿو:

”ٻئي ڪنهن هنڌ اسان، مشهور ”سڌانتا“ جيڪو بغداد ڏانهن موڪليو ويو هو، تنهن جي پهرئين ئي باب ۾ هي پڙهون ٿا تہ برهما گپتا چوي ٿو تہ ــ هر سج گرهڻ شيطان ”ڏنئير“ جي دشمنيءَ سبب ٿئي ٿو، جنهن (شيطان) جي سسي، وشنو، امرت ۾ ديون سان شريڪ ٿيڻ لاءِ وڍي ڇڏي هئي. هن جو ڌڙ تہ مري ويو، پر هن جيڪو امرت حاصل ڪيو هو، تنهن سبب سندس سسي سلامت رهي. وشنو بهرحال هن کي معاف ڪري ڇڏيو ۽ سورج ۾ ڪٽي ڇڏيو. برهما گپتا وڌيڪ چوي ٿو تہ ــ هر سج گرهڻ، الهيءَ سسيءَ جي جوش ۾ اچڻ ڪري ٿيندو آهي، جا سج کي چڪ هئي ڳڙڪائي وڃڻ جي ڪوشش پئي ڪندي آهي.“

اهڙيءَ طرح هو آريہ ڀٽار جي علم هيئت موجب سج لهڻ ۽ سج اڀرڻ بابت خيالن جو بہ ذڪر ڪري ٿو:

"ڪوهہ ميرو جو دلپذير جبل، ٿنهي موجب هيٺان واقع آهي ۽ تارا ان جي تري جي چوگرد ڦرن ٿا. اهو سنڌس چوٽيءَ جو اثر آهي، جنهن سبب سج ۽ چنڊ نظر اچي سگهن ٿا."

البيروني چوي ٿو تہ:

"مون جيئن جيئن انهن کي هن حقيقت سمجهائڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي تہ دنيا جي جاگرافيءَ ۾ انهيءَ ڪوهہ ميرو جو ڪوبہ ذڪر نہ آهي، تيئن تيئن انهن مون کي بيوقوف يا منافق ٿي سمجهيو."

اها هئي حالت، علم حاصل ڪرڻ جي ذريعن جي. بعد ۾ هو انهن ماڻهن جي ڪردار جو هيٺين لفظن ۾ ذڪر ڪري ٿو:

"هندن جو هي عقيدو آهي تہ ڪوبہ ملڪ انهن جي ملڪ جهڙو نہ آهي، ڪوبہ بادشاهہ انهن جي بادشاهہ جهڙو نہ آهي، ڪوبہ مذهب انهن جي مذهب جهڙو نہ آهي، ڪابہ سائنس انهن جي سائنس جهڙي نہ آهي. اهي مغرور، خودپسند ۽ هوڏي آهن. اهي جيڪي ڄاڻن ٿا، سو ٻين تائين پهچائڻ جي معاملي ۾ طبعاً بخيل آهن. اهي پنهنجن ماڻهن ۾ بہ گهٽ ذات وارن ماڻهن تائين علم کي پهچڻ کان روڪڻ لاءِ ڏاڍي خبرداريءَ کان ڪم وٺن ٿا. ڌارين جي معاملي ۾ تہ اهي اڃا بہ وڌيڪ خبردار رهن ٿا. انهن جو عقيدو آهي تہ انهن جهڙو انسان جو ڪوبہ نسل نہ آهي ۽ انهن کان سواءِ ٻي ڪابہ اهڙي مخلوق نہ آهي، جنهن کي سائنس جو ٿورو بہ علم هجي. انهن جو غرور ۽ تڪبّر ايڏيءَ حد تائين پهتل آهي، جو اوهان جيڪڏهن کين ٻڌائيندا تہ خراسان يا ايران ۾ بہ ڪا سائنس يا ڪو عالم موجود آهي، تہ اهي اوهان کي احمق ۽ ڪوڙو سمجهندا. جيڪڏهن اهي دنيا جو سفر ڪن ۽ ٻين قومن سان لهہ-وچڙ ۾ اچن، تہ مون کي اميد آهي تہ اهي پنهنجا خيالات تبديل ڪندا."

البيرونيءَ مان حوالا نہ رڳو انهيءَ لاءِ پيش ڪيا اٿم تہ ڏيکاري سگهان تہ علم حاصل ڪرڻ جي معاملي ۾ ماڻهو تنقيد جي جذبي کان ڪيڏا نہ ڪورا هئا؛ پر هن لاءِ بہ تہ سفر تي مذهبي پابندين جو ڪهڙو اثر پيو. اڻويهين صديءَ جي شروع ۾ مسٽر دت لالي، بنگال مان انڊين سول سروس جي هڪ فرد کي، فقط هن ڪري سنڌس ذات مان ڪڍيو ويو هو، جو هو ڪارو پاڻي پار ڪري انگلنڊ پهتو هو.

سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ تي وڌيڪ ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ کان سواءِ، اسان اسلامي تعليم جي موضوع ڏانهن وڃون ٿا. هتي بہ اسان ٻيهر "تعليم" سان شروعات ڪريون ٿا. اڄڪلهہ اسان جو خيال آهي تہ تعليم (Education) جي معنيٰ آهي لکڻ پڙهڻ: (Literacy)، اسڪول

۾ وچڻ ۽ لکڻ ۽ پڙهڻ سکڻ. پر اڳين زمانن ۾ ائين ڪونه هو. عوام‌الناس لاءِ تعليم حاصل
ڪرڻ جا ٻيا ذريعا هئا. ان وقت اسڪول ڪونه هئا، ۽ بدتر ڳالهه اها آهي جو عام ماڻهن
کي انهن نشانن کان روشناس نٿي ڪرايو ويو، جن ذريعي ڳالهايل لفظن کي لکت ۾ آندو
ٿي ويو. ذات پات جو فرق ايڏو ته شديد هو، جو رڳو پادري ۽ پروهت ئي مذهبي ڪتاب پڙهي
سکي ٿي سگهيا.

"تعليم" لفظ جيڪو اڄڪلهه انهيءَ مقصد لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو، تنهن جي معنيٰ
آهي "رهنمائي ڪرڻ". لفظ پاڻ ڪو زياده پراڻو نه آهي، پر ڪنهن قسم جي رهنمائي، جنهن
جو مقصد اهوئي هو جيڪو لفظ تعليم ۾ مضمر آهي، سا جادوگر ڊاڪٽريائي (Witch Doctor)
۽ سندس ممانعتن (Taboos) سان شروع ٿي. ديوتائن جي ڏمر ۽ غضب کان پاڻ بچائڻ لاءِ
انهن ممانعتن موجب عمل ڪرڻ ضروري هو. اها به هڪ قسم جي رهنمائي هئي. پر لکڻ
پڙهڻ جو فن جڏهن مروّج ٿيو، تڏهن ان کي ڪنهن معزز ماڻهوءَ لاءِ ضروري نٿي ليکيو ويو،
بلڪ ان جي برعڪس، جڏهن ڪترين، سڄي آريائي دنيا ۾ برهمڻن کان هن ڪري اقتدار کسي
ورتو، جو فوج جي رهنمائي ۽ ماڻهن جي حفاظت جا ضامن اهي ئي (ڪتري) هئا، تڏهن انهن
به لکڻ پڙهڻ سان واسطي رکڻ کي، پنهنجي مرتبي کان هيٺ ٿي سمجهيو. خود اسان جي
زماني ۾ اسان هي تعصب ڏٺو ته ڪي لکيل پڙهيل شهزادا ۽ مهاراجا به ڄاڻي ٻُجهي ائين
صحيحون ڪندا هئا، ڄڻ ته اهي ڪڏهن به اسڪول ۾ نه ويا هئا. اهي هن ڏيکارڻ ۾ ئي
فخر محسوس ڪري رهيا هئا ته اسان "صاحب شمشير" آهيون، ۽ نڪي "صاحب قلم". اسان
شهزادا آهيون ۽ نڪي پنڊت؛ لکڻ پڙهڻ، ڪلارڪن ۽ منشين جو ڪم آهي، ۽ نڪي
شهزادن جو. سڄي دنيا ۾ سڀني آريا لوڪن ۾ اهوئي دستور هو. انگلنڊ جي اڪثر نارمن
بادشاهن کي هيءَ خبر ڪانه هئي ته صحيح ڪيئن ڪجي. رچرڊ شيردل، جنهن صليبي جنگين
۾ سلطان صلاح‌الدين سان جنگ ڪئي هئي، انهن مان هڪ هو. مون کي خبر نه آهي ته
صلاح‌الدين کي انهيءَ حقيقت جي ڄاڻ هئي يا نه. البت جيڪڏهن ڪيس اها خبر هجي ها ته
هڪ بادشاهه کي پنهنجي نالي جي صحيح ڪرڻ به نٿي اچي ته هن کي ضرور حيرت ٿئي ها.
پر معاملو هيتي ئي ختم نٿو ٿئي، بلڪ جيمس ۽ هن کان پوءِ جي وقتن ۾ پادري لوڪن جي
تعليم جو سوال هڪ سنگين مسئلو ڪڙو ڪيو هو. ڇاڪاڻ ته انهن کي ئي انجيل پڙهڻو هو.
ان وقت اسڪولن جو نالو به ڪونه ٻڌو ويو هو. اهو فريڊرڪ پيو ئي هو، جنهن پهريون
پيرو عربن ۽ يهودين کي جرمنيءَ ۾ آندو، ۽ اها پراٽيسٽنزم جي يورپ ۾ پيشقدميءَ کان
ڪيئي صديون اڳ جي ڳالهه آهي. اها پراٽيسٽنزم، جنهن کي انگريز اديب چيسٽرٽن، "ڪاڏڙ اسلام"
سڏيو آهي. هن چيو آهي ته "پراٽيسٽنزم"- پاروٺو اسلام -(Second Hand Islam) آهي، ۽
هي به چيو ائس ته "مان پراٽيسٽنٽ بڻجڻ بدران مسلمان بڻجي وڃڻ وڌيڪ پسند ڪيان ٿو."

اها ٻہ، ان وقت ڪان ڪيئي صديون پوءِ جي ڳالهہ آهي، جڏهن راجر بيڪن، عربي سکڻ ۽ سائنسي علم پرائڻ لاءِ پنهنجي ملڪ مان روانو ٿيو هو، ۽ موٽي اچڻ تي پنهنجي ملڪ جي عوام کي هيءَ صلاح ڏني هئائين تہ تعليم حاصل ڪرڻ جو هن ڪان سواءِ ٻيو ڪوبہ ذريعو نہ آهي تہ يورپ عربي سکي وڃي. اهو آهي تعليم پرائڻ ۽ لکڻ پڙهڻ جي سکڻ جي خيال جو عمومي نظريو. پر حيرت جي ڳالهہ اها آهي جو ذري گهٽ اسان جي زماني تائين بہ، رومن ڪئٿلڪ فرقي جا پادري هن ڳالهہ تي زور ڏيئي رهيا آهن، تہ "ڏڻ" کي نڪي انجيل پڙهڻو آهي ۽ نہ ان کي سمجهڻو آهي، بلڪ انهن بدران، اهو ڪم پادرين ۽ پروهتن کي ڪرڻو آهي. پادري ۽ پروهت، جن کي مشهور يورپين شاعر ملٽن "انڌا وات" (Blind Mouth) سڏيو آهي. لفظ پادري جي معنيٰ آهي روشن ضمير، رهنما ۽ هادي. هن چيو آهي تہ "اهي روشن ضمير ۽ هادي هجڻ جي بدران حقيقت ۾ "انڌا وات" آهن."

هڪ طرف دنيا جي انهيءَ حالت کي ڏسو ۽ ٻئي طرف هن مذهبي حڪم تي غور ڪريو تہ "قلم ذريعي لکو، پڙهو ۽ علم حاصل ڪريو، جيڪو هر مسلمان مرد ۽ عورت تي فرض آهي". "اي خدا! مون کي علم عطا ڪر." "سڄي ڪائنات (طبعي، سماجي ۽ نفسياتي) جي مطالعي ذريعي علم حاصل ڪريو." قرآن، رهنمائيءَ جي ٻن طريقن جو ذڪر ڪيو آهي: هڪ تہ اونداهيءَ مان سوجهري ۾ داخل ٿيڻ ۽ ٻيو تہ سوجهري مان اونداهيءَ ڏانهن ڪهلجي وڃڻ جو امڪان. هتان ئي لفظ "تعليم" جو پتو پوي ٿو، جيئن اڄ اسان ان کي سمجهون ٿا. صحيح تعليم ۽ غلط تعليم، چڱي تعليم ۽ خراب تعليم — هي فيصلو ڪنهن کي ڪرڻو آهي تہ چڱو ڇا آهي ۽ خراب ڇا آهي؟ فقط انهيءَ ئي ماڻهو کي، جنهن کي انسان جي شروعات ۽ منزل جي ڄاڻ آهي، جنهن کي خبر آهي تہ هو ڇا هو ۽ ڪهڙيءَ طرح الهيءَ منزل تي تيزيءَ سان پهچي سگهي ٿو، جيڪا قدرت هن لاءِ مقرر ڪئي آهي. هو ڪٿان نہ ڪٿان آيو آهي ۽ ڪيس ڪٿي نہ ڪٿي وڃڻو ئي آهي، پر هڪ ڳالهہ پڪي آهي تہ الله، الذي جي رهبري ئي ڪري سگهي، نہ وري سٺل سٽلن کي جاڳائي سگهي ٿو.

هن ريت اسان تعليم جي صفتن تائين پهچي وڃون ٿا، ۽ اسلامي تعليم، ٻڌ تعليم ۽ مسيحي تعليم تي جائز طور تي بحث ڪري سگهون ٿا. پر بدقسمتي اها آهي جو اسان تعليم جي اڳيان جا صفت مقرر ڪئي آهي، سا ئي اهڙي آهي جو ان کي پروڙڻ لاءِ انهيءَ سموري علم، سائنسي توڙي ٻئي کي سمجهڻ جي ضرورت آهي، جيڪو هن وقت دنيا ۾ موجود آهي.

اسلام کي عمومي طرح دنيا جي مذهبن مان هڪ مذهب سڏيو وڃي ٿو. ان ڪان اڳ ڪهڙا مذهب هئا ۽ ڪهڙا اڃا بہ موجود آهن. ڇا اهي سڀئي هڪ ئي سلسلي جون ڪڙيون آهن، يا سڀ پنهنجي مٿي ڌار ڌار آهن. انهن سڀني سوالن کي طئي ڪرڻ جي ضرورت آهي. البت هڪ نقطو اهڙو نمايان آهي، جنهن کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. اڳين زياده پراڻين ۽

زياده هوڏي مذهبن جو هي امتيازي نشان ٿي رهيو آهي، جو سندن پوئلڳ، پنهنجن سيني مذهبن کي غلط سمجهن ٿا.

اڳئين زماني ۾ ڪو يهودي هي تصور ڪري نٿي سگهيو، ته ڪو ٻيو مذهب به اختيار ڪري سگهجي ٿو، يا يهودين جي خدا کان سواءِ ٻئي ڪنهن خدا جي بندگي به ڪري سگهجي ٿي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن يهودين کي قبائلي سڏجي ته هر آڪهه جي ديوتا سان لاڳاپو رکندڙ ڌار ڌار مذهب هئا. انهيءَ کان هڪ صدي اڳ ڪوبه عيسائي هي قبول نه ڪري ها ته ٻڌ مت به هڪ سچو مذهب آهي؛ ۽ نه وري ڪو ٻڌ مجي ها ته عيسائيت جهڙي ڪنهن شئي ۾ به ڪا سچائي ٿي سگهي ٿي. اها صورتحال، قرآن مجيد جي ساڍن ٻارهن سؤ سال، دنيا ۾ موجود هجڻ کان پوءِ به موجود آهي. پر دنيا جي ٻين مذهبن جي ڀيٽ ۾ قرآن جي اها نهايت ئي غير معمولي خصوصيت آهي، جو ان، انهن سيني ماڻهن لاءِ، جن هي ڄاڻڻ تي گهربو ته مذهب جو مقصد ڇا آهي، هي لازمي قرار ڏنو ته اهي ٻين مذهبي ڪتابن ۽ پيغمبرن جو مطالعو ڪن، بلڪ هن ڳالهه تي زور ڏنو ته نه رڳو انسانذات جو، بلڪ پوري ڪائنات جو گهڻن بدران هڪ ئي خدا آهي؛ انهن ڳالهين تي جهيڙو فساد ٻاراڻي ڳالهه آهي، دين جي معاملي ۾ زوري ڪم نٿي اچي سگهي؛ پُرامن ۽ غير معاندانه بقاءِ باهمي ئي زندگيءَ جو واحد طريقو آهي، جيستائين ڪ سڀ انسانذات پنهنجا اختلاف، جيڪي ڪنهن چڱي مقصد لاءِ هئا، لبيري ونن. ڏنو ويو آهي ته سيئي مذهب ۽ فلسفا هڪ ئي سلسلي جون مختلف ڪڙيون آهن ۽ ساڳئي مقصد لاءِ آهن. اهڙيءَ طرح ورهاڱو ختم ٿي ويو ۽ اتحاد ۽ توازن پيدا ٿي ويو. اهائي ٻجاڙي هئي، جا قدرت انسانذات لاءِ مقرر ڪئي هئي، تنهنڪري اسلام توحيد جو قائل آهي، گهڻن بدران هڪ جو، ڪثرت بدران وحدت جو. تنهنڪري اها ڪا حيرت جي ڳالهه نه آهي. جيڪڏهن اهو مذهب، ذات، نسل، رنگ ۽ جنس جا اختلاف ختم ڪري ڇڏي ۽ سيني لاءِ ـ مردن توڙي عورتن لاءِ، غريب توڙي امير لاءِ، برهمڻ توڙي شودر لاءِ، نواب توڙي عام ماڻهوءَ لاءِ، اعليٰ توڙي ادنيٰ لاءِ، يونانين توڙي وحشين لاءِ ـ علم پرائڻ لازمي قرار ڏئي، ۽ هن ڳالهه جو تاڪيد ڪري ته آئندي ڪوبه ٻالهو نه هوندو، ڪوبه غلام نه هوندو، ڪوبه ٻانڀڻ يا برهمڻ نه هوندو، ڪوبه سردار نه هوندو، ۽ آئندي ڪوبه ماڻهو، ڪنهن به فرد کي فقط الهيءَ عالمي قانون موجب جاچيندو، جنهن موجب هو چاهي ٿو ته ٻيا ڪيس جاچين. انهيءَ موضوع تي تفصيلي بحث جو نه هي هنڌ آهي ۽ نه وقت. هتي اسان مسلمانن کي هڪ چتاءُ ڏيڻ گهرون ٿا، ته ٻين مذهبن جي پوئلڳن وانگر، سندن هي چوڻ اسوري جهالت آهي ته اڳيان مذهب بيڪار هئا، ۽ اهي پنهنجن وقتن ۾ سچ ۽ صداقت جا حامي نه هئا. هڪ مسلمان کي ائين هرگز نه چوڻ گهرجي. پيءَ حالت ۾ چئبو ته هن قرآن کي سمجهيو ئي ڪونه آهي. قرآن چوي ٿو ته: سيني نبين ۽ سيني ڪتابن پنهنجي پنهنجي وقت ۾ جيڪي به سيکاريو، سو سچ

هو. غلطي فقط ان وقت پيدا ٿئي ٿي، جڏهن هن ڳالهه تي هوڏ پڪڙي بيهي رهجي، ته مان پنهنجن ابن ڏاڏن جي نقش‌قدم کان هڪ انچ به نه هٽندس. انهيءَ جو مطلب ترقي ۽ ارتقا، بلڪ خود زندگيءَ جو انڪار ڪرڻ آهي. پنهنجي حمل، پنهنجي جنم، پنهنجي حياتيءَ جي ڀرئين سال کان پوءِ واري واڌاري تي غور ڪريو، ته اوهان محسوس ڪندا ته اوهان ان وقت گوشت کائي نٿي سگهيا، جڏهن اوهان جا ڏند نه نڪتا هئا، ۽ اوهان جون، زندگيءَ جي چوٿين سال واريون گهرجون، چوويهين سالن وارين گهرجن کان مختلف هيون.

جيئن اڳي ئي چيو ويو آهي، اسان پنهنجي خيال جي وضاحت ڪرڻ لاءِ پراچين تهذيب مان هڪ مثال پيش ڪنداسين.

قرآن، مردن توڙي عورتن جي مشاهدي لاءِ جيڪي سوين مسئلا پيش ڪيا آهن، تن ۾ رات ۽ ڏينهن جو، سندن سمورن پهلوئن سميت مشاهدو به شامل آهي. هتي اسان ان جو رڳو هڪ پهلو پيش ڪرڻ گهرون ٿا، يعني ته الهن جي گردش.

وڻ جي هن ڪري تعريف ڪئي وڃي ٿي، جو هو پنهنجون پاڙون زمين ۾ جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ اونهيون وجهندو وڃي ٿو، ۽ نڪي هن ڪري ته ول وانگر رڙهي ٿو.

عربي گهوڙي ۽ هرڻ جي ساراهه سندن سبڪ رفتاريءَ جي ڪري ئي ڪئي وڃي ٿي.

هڪ خانه‌بدوش جي هن ڪري ساراهه ڪئي وڃي ٿي، جو هو سدائين رُلندو ۽ پنهنجي ڏڻ جي پيٽ-قوت لاءِ نوان چراگاهه ڳوليندو رهي ٿو، جن سان پنهنجي طبيعت سير ڪرڻ سان گڏوگڏ پنهنجي جان جي حفاظت به ڪري ٿو.

اسان کي بيحد ڏک ٿئي ٿو، جڏهن اسان ڏسون ٿا ته ان ماڻهوءَ، جنهن 'هرڻ' ۽ 'باهه' جون خوبيون ڳولي لڌيون آهن، الهيءَ خانه‌بدوش کي فقط هن ڪري بُرو-ڀلو چوي ٿو، جو هو ماڻهو زمين آباد ڪري سگهي ٿو، پنهنجي لاءِ گهر ٺاهي ٿو، باهه کي ڏينهن رات جلندو رکي سگهي ٿو، 'جانوس ديوتا' جي در تي ڪنڌ نوائي ٿو، سفر کي مذهب جي برخلاف سڏي ٿو، ملڪيت کي مذهبي سرشتو سمجهي ٿو، پنهنجي نفعي خاطر ديوتائن سان لاڳاپي قائم ڪرڻ لاءِ پانڊين جو فرقو پيدا ڪري ٿو، ۽ هيءَ پختي راءِ قائم ڪري ٿو ته مزورن کي غلام وانگر ئي رکڻ گهرجي. چاڪاڻ ته اهي انسانيت کان ڪجهه گهٽ درجي وارا آهن.

خود زردشت جهڙي عظيم ماڻهوءَ، هيءَ تصديق ڪئي آهي ته هن لاءِ سچائيءَ جو سڀ کان وڏو ڪم زمين آباد ڪرڻ آهي. هن جي نظر ۾ چڱي معاشري جي قيام لاءِ، ذات پات جو پيد-پاو لازمي ڳالهه آهي. هو پاڻ کي آريه سڏائي ٿو ۽ ٻين سڀني غيرآريه لوڪن کي وحشي ۽ مليڇ سڏي ٿو. هو ڳانءِ ۽ ڪتي جي پوڄا ڪري ٿو. ڳانءِ جي هن لاءِ جو اها گهر کي کير پياري ٿي ۽ ڪتي جي هن لاءِ، جو هو گهر اڳيان پهرو ڏئي ٿو.

هتي هيءَ ڳالهه به خيال ۾ رکڻ جڳائي، ته ڪم ۽ حياتيءَ جو سمورو مقصد باهه ۽ ديوتا جي دَرَ ۽ املاڪ جي سموري پوڄا، بمع ڳانءِ ۽ ڪتي جي پوڄا جي، ۽ ديوتائن سان

لاڳاپن جي قيام لاءِ، پاڻپڻن جي واسطيداريءَ جي فقط 'جان' جي حفاظت ڪرڻ ۽ اولاد جي سلسلي کي جاري رکڻ آهي.

يا پين لفظن ۾ انهن جنجي تہ 'بُک ۽ ڏپ' کي پري رکڻ آهي. يا وري انهن جنجي تہ 'اناج' ۽ 'سلامتي' حاصل ڪرڻ آهي.

مان سمجهان ٿو تہ اهو هڪڙو ئي مثال هن حقيقت کي واضح ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي، تہ ڪيئن نہ مختلف مذهبن ۽ عمل جي مختلف دستورن جو قدر ڪيو ويو آهي، ۽ ڪيئن نہ اهي پنهنجن وقتن ۾ ضروري هئا، ۽ ڪيئن نہ انسان هڪ حالت ڪان ٻيءَ حالت ڏانهن وڌندو رهيو آهي.

ڪيس پنهنجي آقائن ۽ پادرين طرفان جيڪي هدايتون مليون، تن کي اسان هاڻي 'تعليم' سڏيندا سين. ان جو ڪارج اهو ساڳيوئي آهي. تنهنڪري "اسلامي تعليم جي معنيٰ آهي، قرآن طرفان شروع ڪيل ارتقا جي مدي دوران زندگي گذارڻ جون هدايتون."

ڪابہ ڳالهہ جا هاڻوڪي مرحلي تي، انهيءَ ترقيءَ کي نقصان پهچائي، سا غير اسلامي آهي. اهو مقصد جيڪو قرآن چاهي ٿو تہ انسانذات حاصل ڪري، تنهن کي جيڪا بہ شئي نقصان پهچائي، سا خراب تعليم آهي، غلط تعليم آهي، غير اسلامي تعليم آهي. اها اهڙي تعليم آهي، جا سوجهري مان ڪيدي، اونده ڏانهن گهلي وڃي ٿي. هتي وري بہ مان فقط هڪڙو مثال پيش ڪريان ٿو. چيو وڃي ٿو تہ اڄوڪو انسان، خاص طور تي تعليم يافتہ انسان 'ماده پرست' آهي. 'مذهب' جو لفظ ئي هن کي ڪاوڙائي ٿو ڇڏي. ڇا انهيءَ الزام ۾ ڪا صداقت آهي؟ جيڪڏهن هائو تہ ڇو؟ اسان هن حقيقت کان انڪار نٿا ڪري سگهون، تہ اهڙا لکين انسان آهن، جيڪي پاڻ کي 'ملحد' سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪن ٿا؛ ۽ ٻيا لکين انسان اهڙا آهن، جيڪي جيتوڻيڪ انهيءَ حد تائين تہ ڪونہ پهتا آهن، پر پوءِ بہ فقط ٻن بُتن جي پوڄا ڪن ٿا، ۽ انهيءَ پوڄا کي جاري رکڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. اهي ٻہ بُت آهن، جوان رهڻ لاءِ انيا ذريعا ۽ هر قيمت تي لذت حاصل ڪرڻ. انهن جي اڳيان هنن ڪان سواءِ ٻيا ڪي بہ مقصد ڪين آهن. اهي لکين انسان زياده تر انهن ملڪن ۾ لين ٿا، جيڪي حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ عيسائي مذهب تي ناز ڪندا هئا. اهي ماڻهو حضرت عيسيٰ جي هنن قولن کي وساري ويٺا آهن تہ: "انسان کي انهيءَ مان ڪهڙو فائدو جو هو سڄي دنيا تہ حاصل ڪري وٺي، پر پنهنجو روح وڃائي ويهي"؛ "مي جان وڃايو تہ جيئن وري جان حاصل ڪريو"؛ "اوهان بهشت جي بادشاهي حاصل ڪريو، جو پوءِ سموريون شيون ان سان گڏ مهيا ٿي وينديون"؛ "سڀڪجهہ ڇڏي ڏيو ۽ منهنجي پيروي ڪريو."

مون کي افسوس آهي تہ اهي انهن مقولن کي زندگيءَ جي اصولن طور اختيار ڪرڻ بدران، انهن تي کِلن ٿا. سبب ڪهڙو آهي؟ جيئن اسان اڳي ڄاڻائي آيا آهيون. حضرت عيسيٰ کان پندرهن صديون پوءِ بہ پادري، تعليم کي ضروري نہ سمجهندا هئا. جديد ادارا ۽ تعليم جا

طريقا ۽ مضمون، سڀئي مسلمانن تان نقل ڪيل آهن. فقط اها شئي جنهن کي نظرانداز ڪيو ويو هو، سا هئي تعليم جو مقصد.

اسلام سيني لاءِ تعليم کي لازمي قرار ڏنو آهي، ۽ ان جو مقصد پيو جيڪي به هو سو هو، پر هڪ مقصد پراڻو مقصد به هو، يعني ته اناج ۽ سلامتي حاصل ڪرڻ. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي ته بُک ۽ خوف جو مقابلو ڪرڻ. اسلامي تعليم آئي، پر نڪي انهن کي ختم ڪرڻ جو حڪم ڪيائين ۽ لڪو ان کي عيب سمجهيائين، بلڪ انهن کي اعليٰ درجي تي پهچايائين. ان، الهن کي دشمن نه سمجهيو، بلڪ انهن کي ارتقا جي ترقي پسند راهه ۾ وڏيڪ خوبصورت مقامن حاصل ڪرڻ جو محرڪ سمجهيائين.

ان جي برعڪس يورپي ماڻهن، جن تعليم اختيار ڪئي، تن جو مقصد زمين ۽ قوت حاصل ڪرڻ هو. ڇاڪاڻ ته انهن جو گمان هو ته مسلمانن به انهيءَ ذريعي سان زمين ۽ طاقت حاصل ڪئي آهي. دولت انهن کي وڏيڪ هرڪايو، ڇاڪاڻ ته انهن ڏٺو ته اسپين فقط هڪ صديءَ ۾ يورپ جي سيني ملڪن جي گڏيل دولت کان به وڏيڪ دولت جو مالڪ بنجي ويو آهي.

اهو قرآن ئي آهي، جنهن چيو آهي ته "انسان کي اهو ئي ملندو جنهن جي هو طلب ڪندو." جيڪڏهن هو گرمي حاصل ڪرڻ لاءِ باهه گهرندو ته کيس اها ملندي، جيڪڏهن هو الڏنل کي ڏسڻ لاءِ سوجهرو گهرندو ته کيس اهو به ملندو، پر اوهان جيڪي گهرندا، تنهن کان وڌيڪ نه ملندو.

پي ڳالهه جنهن مذهب کي نقصان پهچايو، سا هئي ڪرستانن ۽ ٻين پادري طبقن جي روش. شروع ۾ انهن اسلام ۽ ان جي پيغمبر کي غلط رنگ ۾ پيش ڪرڻ ۾ ڪا به ڪسر نه ڇڏي. فقط انهن ماڻهن، جن پنهنجي طرز معاشرت خلاف احتجاج بلند ڪيو ٿي، تن ئي قرآن طرفان دنيا جي رهنمائيءَ لاءِ آندل هدايتن کي قبول ڪيو ۽ سو به زياده تر اُسيدن طريقن سان. ڪليسا، تعليم ۽ لکڻ پڙهڻ جي مخالفت ڪئي. هن غلامن رکڻ جي رواج جي خاتمي جي به مخالفت ڪئي. جڏهن اهو معاملو ڪليسا اڳيان پيش ٿيو، تڏهن هن ارسطوءَ سان اتفاق راءِ ڪندي، هي ظاهر ڪيو ته "غلامي هڪ ضروري ۽ قدرتي شئي آهي." يورپ ۾ غلامن پاڻ کي آزاد ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، پر ڪليسا، زميندارن جو ساٿ ڏنئي، انهن جو پنهنجي پوري طاقت سان مقابلو ڪيو. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي ته جيڪا به ترقي پسند ڳالهه هئي، تنهن جي ڪليسا طرفان مخالفت ڪئي ويئي. تنهنڪري عوام‌الناس جي ڪاوڙ، جيئن پوءِ تيئن وڌندي رهي. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو 'مذهب' جي لفظ جي خلاف به زبردست نفرت پيدا ٿي ويئي. جيستائين ڪ، فرانس جو انقلاب ۽ 'والٽيئر' ظهور پذير ٿيا، جرمنيءَ ۾ 'گوئٽي' ۽ انگلنڊ ۾ 'ڪارلائل.' انهن سيني عالمن مذهب خلاف، انهيءَ نفرت کي هن ذريعي دفع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ته اهي محمد صلي الله عليه وسلم ۽ اسلام کي صحيح رنگ ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪن، ته جيئن الهن لاءِ لئين

مذهب جي مطالع جي راهه کلي پوي، ڇاڪاڻ ته پراڻا مذهب ناقابل عمل بنجي چڪا هئا. پر انهيءَ جو به ڪو بهتر نتيجو نه نڪري سگهيو، سواءِ ان جي ته ڪن پراٽسٽنٽ جون دليون متاثر ٿيون، جيڪي اڳي ئي پادري طبقي ۽ انهن جي طريقن کان بيزار ٿي چڪا هئا: ۽ جن اسلام جي روشنيءَ ۾ پنهنجن خيالن ۽ نظرين جي نئين سر ترتيب ڪئي، انهن پاڻ کي 'فراخدل' (Liberal) ۽ 'انتهاپسند' (Radical) ۽ آزاد خيال (Free Traeters) ظاهر ڪيو. پر انهن جي زندگي به عملي طرح سان راڻيءَ وڪٽوريا جي موت سان ختم ٿي ويئي، ۽ پهرين جنگ کان پوءِ ان جو مڪمل ريت خاتمو اچي ويو.

هتي انهيءَ عظيم مفڪر لبرل جا لفظ پيش ڪرڻ دلچسپيءَ کان خالي نه ٿيندا، جنهن خود انگلنڊ ۾ به پراٽسٽنٽ لبرلزم جي دفن ٿي وڃڻ کان اڳ، لبرلزم جي موت تي مرثيو چيو هو. سندس لفظن پيش ڪرڻ کان اڳ، مون کي اجازت ڏيو ته مان انهيءَ عظيم هستيءَ جو نالو پيش ڪريان، سو اهو آهي، پروفيسر ايل. ٽي. هاب هائوس، لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ سوشيالاجيءَ جو پهريون پروفيسر، جيڪو منطق ۽ معقول دليلبازيءَ جو ڪٽر حامي هو. اقبال ۽ مون کي هن جي ڪلاس ۾ شريڪ ٿيڻ جو شرف حاصل ٿيو. هن پنهنجي آخري ڪتاب، "مباديات - سماجي انصاف" (Elements of Social justice) جي پڇاڙي هنن لفظن سان ڪئي آهي:

"سماجي فلسفي لاءِ پختا نتيجا هي آهن ته جمهوري برادري، بين الاقوامي هئڻ گهرجي... ته هر مادي طاقت (Physical Force) جي تهه ۾ انصاف جو عميق چشمو آهي، ۽ آخرين فضيلت ۽ عظمت (Utimate Supremacy) پي ڪنهن به جماعت کي حاصل نه آهي، سواءِ روحاني قوتن جي، جيڪي داناءَ ترين ماڻهن جي دلين ۾ نامڪمل طور تي محسوس ڪيون وينديون آهن: ۽ انهيءَ ئي سبب جي ڪري، حليم ترين انسان کي به جائز طور تي متاثر ڪنديون آهن. اهي سيئي تنزل پذير تحريڪون جيڪي اسان لاءِ خطرو پيدا ڪري رهيون آهن، تن ۾ سڀ کان خطرناڪ اها آهي، جنهن سان آزاديءَ (Liberty) جو تصور، جيڪو سخت محنت سان حاصل ٿيو آهي، تنهن تان گرفت نڪري وڃي: ۽ جنهن جو مثال هن روئداد مان ملي ٿو ته بولشيوزم (Bolshevism) جي مقابلي ڪرڻ لاءِ لازمي آهي ته بولشيوڪن (Bolsheviks) کي قتل ڪيو وڃي، بلڪ الهن جي اسپتالن جي ڪلوروفارم جي رسد به بند ڪئي وڃي. شايد انهيءَ روئداد جي تاريخ دنيا کي وري هي سبق ڏيندي ته ترقيءَ جو سرچشمو روحاني آهي، ۽ دنيوي اوزار انهيءَ روح جي مدد ڪري نٿا سگهن. شايد الاوري علم ۽ متضاد عقيده پرستيءَ جي متبادل طور، هڪ صحيح روحاني اختياري پيدا ٿيندي، پر اها اختياري پنهنجي روحاني اصول جي عين مطابق هئڻ گهرجي، جيڪا عقل جي سوجهري ۽ انسان جي عقيدي موجب، پنهنجو اختيار مڃائي، جيڪا طاقت ۽ مقام کان

بدظن هجي، هڪ اهڙي جماعت هجي جا ڪامورن ۽ حاڪمن تي مشتمل نہ هجي، بر علم ۽ عقل، سچائيءَ ۽ اسانذات جي ڪليسا تي مشتمل هجي، ۽ جنهن ۾ دنيا جون جمهوريتون، پنهنجو حقيقي روح ڳولي سگهن."

پراٽسٽنٽ لبرلزم جي اها اسدي ٻهچ بہ ختم ٿي وئي آهي، ۽ والٽيئر ۽ مارڪس جو زور وڌي رهيو آهي.

مان هن مهل بس ايترو ئي چئي سگهان ٿو، جو ڪافي گهٽو آهي. هاڻ اهو شاگردن ۽ استادن تي ڇڏيل آهي تہ اهي اورچ ٿي، قرآن جي مدد سان هن حقيقت کي ڳولي لهڻ جي ڪوشش ڪن، تہ اسلام جو مقصد ڇا آهي؟ ۽ ان جو انساني ارتقا جي ڪهڙي دؤر سان لاڳاپو آهي. ارتقا جي تبديلين جو طريقو (Orthogenic line) ڪهڙو آهي؟ ۽ اهو ڪٿي پهچائي ٿو. اسان ڪيئن ترقي ڪندي، ان تي هلي سگهون ٿا ۽ اسان ڪهڙيءَ طرح منزل تي پهچي سگهون ٿا.

فقط اها ئي تعليم ۽ اهي ئي مدرسا، جيڪي اها حقيقت، پُراثر نموني ۾ سمجهائي سگهن، سي ئي هاڻ ڪي "اسلامي" چوائڻ جا حقدار آهن ۽ نہ ڪي ٻيا.



پير حسام الدين راشدي

# جام نظام الدّين سمو

سنڌ جا باشندا قرب ۽ محبت منجهان کيس "جام نندو" سڏيندا هئا ۽ اڃا تائين به. سندس ڳالهه جي اها تخفيف بدستور مروّج ۽ مشهور آهي.

جام نظام الدين، سمن جي خانوادي جو آخري ۽ آزاد سنڌ جو پوئون تاجدار هو، جنهن ٢٥- ربيع الاول ٨٦٦هه (١) کان ٩١٤هه تائين نه ڇڙو ملڪ مٿان فرمانروائي ڪئي، بلڪ ماڻهن جي دلين تي به بادشاهي ڪئي.

ڪالنس پوءِ پُٽس جام فيروز ۽ خاندان جي ٻئي هڪ شهزادي جام صلاح الدين جي وچ ۾ تخت ۽ تاج لاءِ خانه جنگي شروع ٿي. سن ٩١٤هه کان وٺي سن ٩٢٧هه تائين، سنڌ تي، ڪڏهن صلاح الدين گجرات کان ڪُمڪ ڪهرائي پهتو، ۽ ڪڏهن سبيءَ ۽ قندار کان ارغونن کي وٺي، فيروز اچي ڪڙڪيو. نيٺ انهيءَ ڪشمڪش ۾ ارغونن نه فقط صلاح الدين کي فيروز جي مقابلي ۾ ختم ڪيو (٩٢٧هه)، بلڪ سال اڌ اندر فيروز جي به پڇاڙي آئي، انهيءَ گهرائي جي شاهيءَ جو ڏيو هميشه لاءِ اُجهاڻي ڇڏيو.

انهن ٻن شهزادن جي ويڙهه جو نتيجو ڏاڍو آگرو ۽ الم ناڪ نڪتو. برابر اڍائي سون ورهين (٩٢٧-١١٥٢هه) تائين ماڻهو ۽ ملڪ، ڌارين جي غلاميءَ جو ڳٽ پنهنجي ڳچيءَ مان ڪڍي ڪونه سگهيا. سواءِ ڪنهن ڏوهه ۽ گناهه جي، هتان جو هر متنفس صدين تائين اذيت ۽ عذاب ۾ مبتلا رهيو، ۽ بنان ڪنهن ڪئيءَ ۽ قصور جي مسلسل لوڙ لوڙيندو رهيو.

سنڌ جي انهيءَ سانحه ۽ فيروز — جنهن کي سنڌ جي مؤرخن "فيروز ناپيروز" لکيو آهي — جي انهيءَ حرڪت جي ذڪر ڪندي، "ظفرالواله" جي مصنف، عربيءَ جو هڪ شعر مثال طور آندو آهي، جنهن جو مطلب آهي ته: "— جيڪو ماڻهو مصيبت جي وقت عمرو جي پناهه ڳولي ٿو، سو انهيءَ انسان وانگر آهي، جيڪو تتهڻ آس کان بچڻ خاطر، باهه ۾ ٽپي پوي ٿو —"

المستجير بعمرو عند کربته
کالمستجير من الرمضاء بالنار (٢)

---

(١) معصومي – صفحو ٧٤. (٢) ظفرالواله – ص ١٣٨.

افسوس ڪندي مصنف لکي ٿو ته: "فيروز جو حشر به ساڳيوئي ٿيو. جڏهن مغل سنڌ ۾ پهتا تڏهن هر ڪجهي پيا. (طمعوا في الملڪ) ڪين طمع وٺي ويئي ۽ هنن چالبازيءَ سان وزير دريا خان کي قتل ڪري ڇڏيو. اهڙيءَ بيوفائيءَ ڪندي ڪين ذري ماتر پرواهه ڪانه ٿي.(۱)"

ساڳيو مؤرخ اڳتي هلي، سنڌ ۽ سنڌين جي بدبختيءَ ۽ بدقسمتيءَ تي، واويلا ڪندي چوي ٿو: "سنڌ سنڌين هٿان نڪري ويئي. هو مغلن جي رعيت بڻجي، شاهه مير (شاهه بيگ) جي دور ڪان وٺي جاني بيگ جي عهد تائين، زماني جي پيڙا ۾ مبتلا رهيا — درحقيقت زماني جي چڪيءَ ۾ سنڌ ۽ سنڌي، جاني بيگ جي دور تائين (۱۰۰۰هه) نه، بلڪ ان کان پوءِ به ڏيڍ صديءَ تائين برابر پيڙبا ۽ پيسبا رهيا." مؤرخ سنڌ جي الميه جو اهو عبرتناڪ داستان هن فقري تي ختم ڪري ٿو:

"— وڪل مايثنيله الدهرله امد و ينقضي والله سبحانه الدائم ملڪه —"

'زمانو جيڪي ڪجهه ڪري ٿو، ان لاءِ ضرور سبب ٿيندو آهي' — ۽ آهو سبب اهو ٿيو، جو گهرائي جا به فرد ذاتي اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ تنگدل ٿي، هڪبئي سان وڙهي پيا. ڪشمڪش هلي، فساد ٿيا، سبب ٺهي آيو، ڌارين کي موقعو ملي ويو، ۽ زماني دستور مطابق نه فقط انهن پنهنجي کي، بلڪ سڄي ملڪ کي سزا ڏيئي ڇڏي. اهڙي ئي موقعي لاءِ شيخ سعديءَ فرمايو آهي ته:

چو از قومي، يڪي بيدانشي ڪرد
نه ڪه را منزلت ماند، نه مه را

ڄام نندو نهايت ئي نيڪ، ڪردار ۽ گفتار جو سچو، منتظم، جري ۽ خوش اطوار سلطان هو: جاه و جلال، شان و شوڪت، تدبر خواهه فهم و فراست ۾ سندس ثاني ۽ ٿالهي پيو ڪو ڪونه ٿيو. سندس اڌ صديءَ جي حڪمراني سنڌ لاءِ سچي پچي رحمت ثابت ٿي. ملڪ ۾ امن امان هو: خير ۽ برڪت جو جواب ڪونه هو: سنڌ جا ماڻهو سکيا ستابا ٿيا: سڄو ملڪ ريان ڪيان هو: دينداري ۽ دنياداري ملڪ ۾ ٻئي گڏوگڏ هيون: ديني ۽ دنيوي علومن جي اشاعت سنڌ جي چپي ڪُنڊ ۾ انتهائي عروج تي هئي: مدرسا ۽ خانقاهون آباد، راڄ ۽ رعيت، امير خواهه سپاهي، سڀ آرام ۽ آسائش ۾ هئا. جيسين پاڻ زنده هو، تيسين ڪنهن به ڌارين کي همت ڪانه ٿي، جو سنڌ ڏانهن منڊي اک کڻي نهاري.

ڄام نندي جي پاڪبازيءَ، زهد ۽ تقوا جون ڪيئي ڪهاڻيون مشهور آهن. تاريخ ۾ آن جا ڪيترا مثال محفوظ آهن. قاضي عبدالله جي جنازي نماز ڄام نندي هن ڪري پڙهائي، جو پاڻ سموري زندگي باوضو رهيو هو ۽ ڪڏهن پنهنجي اوگهڙ ڪانه ڏٺي هئائين. نئي ۾

(۱) فان المغل لما دخلوالسند به طمعوا في الملڪ فاحتالوا علي وزيره دريا خان و ڪان وجوده به و في الفرصة قتلوه غدراً و مابالوابه. ص ۱۳۸.

ڪيترا پير، فقير، صوفي ۽ بزرگ موجود هئا، ليڪن اهي وصفون فقط سنڌ جي سلطان ۾ موجود هيون. انهيءَ تقوا ۽ پرهيزگاريءَ سبب ئي هڪ روايت مطابق، پير مراد شيرازيءَ جي جنازي نماز به ڄام ئي پڙهائي. مشهور آهي ته جڏهن هو گهوڙن جي ڪُڙهه ۾ ويندو هو، ته جانورن جي پٺيءَ تي هٿ گهمائي چوندو هو: "خدا اهو ڏينهن نه آڻي جو سواءِ غزا جي، آءٌ اوهان تي سواري ڪريان! دعا آهي ته: ڪنهن به مسلمان جو خون منهنجي هٿان اوهان تي سواري ڪندي نه وهي! آءٌ انهيءَ سلسلي ۾ پنهنجي خدا اڳيان قيامت ڏينهن شل شرمندو نه ٿيان!" (١)

سندس هيٺينءَ رباعيءَ مان پڻ سندس سيرت ۽ ڪردار تي روشني پوي ٿي:

اي آنڪ ترا نظام‌الدين مي خوانند،
تو مفتخري ڪه مرا چنين مي خوانند!
گر در رهِ دين از تو، خطائي رفته،
شڪ نيست ڪه ترا ڪافر لعين مي خوانند.

سڀني مؤرخن، سنڌ جي انهيءَ ليڪنام سلطان جي تعريف ڪئي آهي، ۽ سندس دؤر کي امن ۽ سڪون، ايمان ۽ اخلاق، نيڪيءَ ۽ ديني بلنديءَ جو دؤرليکيو ۽ لکيو آهي. معصوميءَ جو مصنف لکي ٿو:

"......در اوائل حال، طلب علم مي نمود، و در مدارس و خوانق ميگزرانيده. و بغايت متواضع و خليق بود، بصفات پسنديده و اخلاق حميده متصف، و زهد و عبادت بدرجه ڪمال داشته."

آخر ۾ لکي ٿو:

"...و فضيلت و حالت او زياده ازان بود ڪه شمه ازان تحرير توان نمود." (٢)

ماثر رحيميءَ جو مصنف لکي ٿو ته: "سنڌ ڇا؟ بلڪ سموري هندستان ۾ جهڙس ديندار، متقي ۽ صاحب فضيلت بادشاهه ڪو نه ٿيو." مغل دؤر جي انهيءَ مؤرخ جو اهو قول وزندار ۽ وڏي ۾ وڏو اعتراف آهي:

"درميان سلاطين سنده چه؟ ڪه درميان سلاطين هندوستان بفضيلت و حالت او نبوده."

ساڳيو مصنف لکي ٿو ته: "سندس دؤر ۾ عالم، صالح، بزرگ ۽ فقير سڀ خوش و خورم، ۽ رعيت خواهه سپاهي فارغ‌البال ۽ آسودي حال هئا."

"...در زمانِ دولت او، علماء و صلحاء و فقراء، در نهايت فراغت، اوقات مي گذرانيدند، و سپاهي و رعيت آسوده حال و مرفع‌الحال بودند."(٣)

مذهبي شوق ۽ شغف جي سلسلي ۾ مير معصوم جو قول آهي ته:

(١) معصومي - ص ٧٠؛ ماثر رحيمي ج ٢ - ص ٢٧٣. (٢) معصومي - ص ٧٤. (٣) ماثر رحيمي ج ٢ - ص ٢٧٣.

"... در زمان دولت او، احياء سنتّن بنوعي شيوع يافته بود كه مافوق آن تصور نتوان كرد. و در مساجد اقامت جماعت به نهجي ميبود كه صغير و كبير محلہ در مسجد حاضر آمده، بگذاردن نماز، تنها راضي نبودند —" (۱)

ساڳئي سلسلي ۾ مآثر رحيميءَ جو مصنف لکي ٿو:

"... احياء سُنتّن و رواج مدارس بنوعي در سند مقرر بود كه، زبانِ قلم از تحرير آن عاجز است." (۲)

مکلي نامہ جو مصنف، تحفةالكرام ۾ رقم طراز آهي:

"... در زمانش علماء و سادات و صلحاء و عموم خلق الـلّٰه برفاهيت كلّي، گذرانيده. احياي سنن بنوعي شيوع يافت كه احدي بدون صوم و صلواة نبودي."

تحفة الكرام، مقالات الشعراء، حديقة الاولياء، تحفة الطاهرين يا ٻين تذڪرن ۽ تاريخن ۾ اسان کي اڪيچار سنڌي عالمن، بزرگن، مشائخن، محدثن ۽ شاعرن جا نالا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جن انهيءَ سلطان جي دؤر ۾ سنڌ اندر، اطمينان ۽ دلجمعيءَ سان ديني ۽ دليوي علمن کي فروغ ڏيڻ ۾ اڻ ٿڪ ۽ سرگرم ڪوششون ۽ خدمتون ڪيون.

اهڙيءَ ريت امن، راحت، فراغت ۽ خوشحاليءَ جون خبرون جڏهن ڏورانهن ڏيهن تائين پهتيون، تڏهن سنڌ کان ٻاهر جي مشاهيرن به قطار در قطار هن طرف رخ رکيو. سلطان نظام‌الدين جي آخري دؤر ۾ ته خاص طرح ايران، خراسان خواهہ ماوراءالنهر مان ڪيئي گهراڻا، سنڌ ۾ ايڏيءَ ڪثرت سان اچي پهتا، جو انهن کي آباد ڪرڻ لاءِ حضرت لنگر ٺٽي ۾، علحدا محلا مخصوص ڪرڻا پيا. وسط ايشيا ۾ اهو زمانو سخت بدامنيءَ ۽ طوائف الملوڪيءَ جو هو.

انهيءَ ياڃڙ ۾ گهڻا ته خس و خاشاڪ جي مثل هئا، ليڪن ڪي اهڙا عالم ۽ دانشمند به اچي پهتا، جن جو اچڻ، سچ پچ ته سنڌ لاءِ هڪ نعمت هو. مثلاً:

مولانا عبدالعزيز ابهري، ۽ سندس پٽ مولانا اثيرالدين پنهنجي سوري خالدان سميت هتي پهتا. علم جي اشاعت لاءِ مدرسو جاري ڪري، هنن سوَن علم جي طالبن جي آس ۽ پياس پوري ڪئي.

علامہ جلال الدين دوّاني (المتوفي سن ۹۰۸ هـ) سنڌ ۾ اچڻ لاءِ تيار ٿيو، راهہ خرچ به ڏانهنس موڪليو ويو، ليڪن افسوس جو خرچ پهچڻ کان اڳ، مولانا لاڏائو ڪري ويو:

"... تا رسيدن خرج راه و رسولان، مولانا سفر تنه را بسفر آخرت تبديل نموده بملک بقا رفته بود." (۳)

هن جا ٻہ جيّد شاگرد، مير شمس ۽ مير معين ٺٽي ۾ آيا، جن هتي رهي ديني ۽ دليوي علم جي اشاعت ۾ پنهنجي پوري ڪوشش ورتي.

---

(۱) معصومي — ص ۲۵. (۲) رحيمي ج ۲ — ص ۲۷۳. (۳) رحيمي ج ۲ — ص ۲۷۴.

اهڙيءَ ريت سنڌ جي انهيءَ نيڪ نهاد سلطان جي سَمي ۾ ڪيترن ٻيروني عالمن هتي پناهگزين ٿي، شاهي سرپرستيءَ هيٺ سنڌ کي علمي فائدو رسايو.

جام نظام الدين جو اهو سلوڪ، ڇڙو پنهنجي همَ مذهب رعيت سان نه هو، بلڪ سنڌ جي غير مسلم رعايا به انتهائي امن ۽ آرام ۾ هئي. تاريخ ۾ ڪيترن هندو اميرن جا نالا اسان کي ملن ٿا، جيڪي سندس دَور ۾ حڪومت جي اهايت اهم عهدن تي فائز هئا. عام هندن ۽ مسلمان رعيت وانگر، خوشحاليءَ ۽ فارغ البالي سان پنهنجو وقت خيرخوبيءَ سان گذاريو ٿي. نه مذهبي دَونئي هئي ۽ نه ديني دَنگا هئا، بلڪ انهيءَ قسم جو تصور به سندس زماني ۾ موجود ڪونه هو.

سلطان پنهنجي چوڌاري، مجلس خواهه مصلحت، ملڪي ڪاروبار خواهه حڪومت جي نظام هلائڻ لاءِ، چيدا چيدا ماڻهو رکيا هئا. وڏو مردم شناس بادشاهه هو، تاريخ ۾ اسان کي سندس متعلقين مان ڪوبه هڪ ماڻهو، غلط قسم جو ڪونه ٿو ملي.

درياخان ابتدا ۾ هڪ لاوارث ڇوڪرو هو. بادشاهه منجهس ڪارڪردگيءَ جا جوهر ڏٺا. پاڻ وٽ آڻي سندس پرورش ڪيائين، ۽ اعليٰ پيماني تي تربيت ڏيئي، معمولي ملازم جي درجي تان مٿي چاڙهيندي، ڪيس وزيراعظم جي عهدي تائين وڃي رسايو. سنڌ جي فوجن جي سپه سالاري به سندس سپرد هئي. "مبارڪخان" ۽ "خان اعظم" جا خاصا خطاب ڏيئي، سندس مرتبو بلند ڪندي، آخر ۾ ڪيس پنهنجي فرزنديءَ سان سرفراز ڪري، عروج ۽ اقبالمنديءَ جي آخري منزل تائين پهچايائين. مردم شناس سلطان جي انهيءَ منتخب ڪيل ماڻهوءَ، پنهنجي ڪارڪردگيءَ سبب بادشاهه جي زندگيءَ ۾ ته لمڪحلالي ۽ جفاڪشي ڪندي سموريءَ سلطنت جو ڳاٽ اوچو رکيو؛ بلڪ سلطان جي وفات کان پوءِ به اهو ئي اڪيلو امير هو، جنهن سنڌ جي آزاديءَ لاءِ پورا ٻارهن سال مسلسل جدوجهد کي جاري رکيو. پنهنجي جيئري مغلن کي ٺٽي ۾ داخل ٿيڻ ڪونه ڏنائين، ۽ دره‌ءِ بولان وٽ پهچي، کين شرمناڪ شڪستون ڏيئي پٺتي ڌڪيائين. آخر ۾ ٺٽي جي چانئٺ وٽ لڙندي وڙهندي، تير ۽ تلوارون هڻندي ۽ کائيندي، جڏهن پنهنجو سر صدقو ڪيائين، ان کان پوءِ ئي "خرابيءَ سنڌ" جو باب کليو هو، جنهن هڪ ٺٽي جو ڇا؟ بلڪ غيرن جي غلاميءَ لاءِ پوريءَ سنڌ جو رستو هموار ۽ صاف ڪري ڇڏيو.

انهيءَ قسم جي مردم شناسيءَ جا ڪئي مثال سلطان نظام الدين جي تاريخ ۾ اسان کي ملن ٿا. مثلاً سندس ٻهريون وزير دلشادخان به شجاعت ۽ انسانيت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. بکر جي صوبي ۾ هُن جيڪي اصلاحون آنديون، سي تاريخ ۾ سندس ڪارڪردگيءَ جو روشن مثال آهن. اهڙيءَ طرح ڪيئي امير ۽ مشاهير، سلطان جي بزم جا روشن چراغ هئا. اهو ئي سبب هو جو، سندس سلطنت مستحڪم، ملڪي نظام محڪم، ۽ سموري سنڌ، جيسين جيئرو هو، تيسين ريان ڪيان ۽ باغ و بهار رهي.

سلطان نظام‌الدين جو ڏؤر (٨٦٦-٩١٤هه) پنهنجي هڪ لحاظ سان به تاريخ ۾ يگانو هو. جنهن وقت سلطان جي سنڌ تي حڪومت هئي، ان وقت پاڙيسري ملڪن ۾ به حسن اتفاق سان سيني بادشاهه جهڙس ئي جليل‌القدر ۽ نامي‌ارا هئا. تاريخ غير معمولي بادشاهن جي اهڙي يڪجائي ڏاڍو مشڪل سان پيدا ڪندي آهي.

گجرات، پاڙو پاڙي سان هئي. سنڌ ۽ گجرات وارن جي مٽي‌مائٽي به هئي، علاوه ازين، ثقافتي تعلقات به ڏاڍا گهرا هئا. اتي سلطان محمود بيگڙي جهڙو نامي‌ارو بادشاهه (٨١٣-٩١٧هه) حڪومت ڪري رهيو هو. بهلول لوڌي، دهليءَ (٨٥٥-٨٩٤هه) جو بادشاهه هو. مانڊو ۾ غياث‌الدين بن محمود خلجي (٨٧٣-٩٠٦هه) حڪمران هو. سلطان محمود بهمني دکن جو (٨٨٧-٩٢٤هه) بادشاهه هو. اهڙيءَ طرح هڪ طرف هندستان ۾ اهي عظيم‌الشان بادشاهه سرير آرائي سلطنت هئا، ۽ ٻئي طرف سنڌ جي ٻئي همسايي ملڪ خراسان تي، شاهه حسين بايقرا (٨٦٣-٩١٢هه) جي حڪومت هئي، جنهن جي علم پروري ۽ ادب نوازي، تمدن ۽ تهذيب جي هاڪ تاريخ ۾ مثالي آهي، ۽ جنهن جي ڏؤر جهڙو راحت ۽ سڪون، امن ۽ امان، ۽ جنهن جي زماني جهڙي فراغت ۽ فارغ‌البالي، خراسان جي خطي کي وري ڪڏهن نصيب ڪانه ٿي.

مولانا جامي، انهيءَ ڏؤر جو شاعر ۽ انهيءَ بادشاهه جو دوست هو. بهزاد مصوّر، انهيءَ سلطان جي دربار جي زيب ۽ زينت هو. مير علي‌شير نوائيءَ جهڙو اديب ۽ ادب پرور مدّبر، جنهن جو مثال تاريخ مشڪل سان پيدا ڪندي، سو سندس وزير باتدبير هو.

ڄام نظام‌الدين جو مقبرو، جنهن جي واکاڻ "مڪلي نامه" جي مصنف ڪئي آهي، تعميري فنڪاريءَ جو نهايت ئي نادر نمونو آهي. تعمير ۾ مختلف طرزن کي هڪٻئي سان ملائي، اهڙيءَ طرح پيوست ڪيو ويو آهي، جو تعمير جي تاريخ ۾ اهو مقبرو هڪ يگانو نمونو ۽ هڪ غيرمعمولي مثال ٿي پيو آهي. بناوت ۾ گجراتي، هندو، اسلامي ۽ خالص سنڌي طرزن کي گڏي، انهن جي دلڪش امتزاج مان هڪ عجيب و غريب شاهڪار تخليق ڪيو ويو آهي. جيڪو ڏسندڙن جي نظر کي پهرين ئي نگاهه سان پاڻ ۾ جذب ڪري وٺي ٿو.

سامهين ديوار ۾ پکين جي قطار، سورج مکي ۽ ڪنول گل جي مهاڙيءَ ۾ سٽا، جهروکن جا وڏاوڙا ۽ انهن جا پاوا، آگر واري پاهر نڪتل حصي جي سموري سنجهت ۽ پاهيون، خواهه داخلي دروازي جي چوکور ساخت — مٿي بيان ڪيل مختلف اثرات کي نمايان طرح ظاهر ڪري رهي آهي. (*)

گجراتي خواهه هندي فن عمارتسازيءَ جو اهو اثر، ڄام نظام‌الدين جي مقبري تي يا سمن جي ٻين چوکنڊين ۽ مقبرن، انهن جي گنبذن ۽ پيلپاوَن تي، جن سببن ڪري پيو ٿو ڏسجي، انهن مان اهم ترين سبب آهي — گجرات ۽ سنڌ جي پاڻ ۾ همسايگي ۽ انهيءَ ڪري عام ڄام

(*) ڏسو: BURGESS, The Muhammadan Architecture of Gujarat 3 Vol. 1896–1903–1905

آمد ورفت. علاوه ازين، ٻيو اهم ڪارڻ ٿيو سمن ۽ گجراتي سلطانن جي هڪٻئي سان متي مائٽي. جنهن نہ فقط سياسي طرح سنڌ ۽ گجرات کي هڪٻئي جو قريب ڪري ڇڏيو، بلڪ سماجي خواهہ تمدني طرح پڻ ٻنهي ملڪن ۽ سلطنتن جا ناتا استوار ۽ مضبوط ڪري، ڪيترا ثقافتي ويجها وچان مٽائي ڇڏيا.

سلطان نظام‌الدين جي روضي جي اترين طرف واري بند ٿيل دروازي جي مٿين سردر تي جيڪو ڪتبو اڪريل آهي، ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ سلطان نظام‌الدين جي انتقال بعد، ڄام فيروز سن ٩١٥هہ ۾ اهو مقبرو ٺهرائڻ شروع ڪيو—ظاهر آهي تہ تعمير مڪمل نہ ٿي سگهي، ڇاڪاڻ تہ ستت ئي تخت ۽ تاج تي خانداني وڳوڙ ۽ ڪشمڪش شروع ٿي، جنهن ٻيا سڀئي رفاهي ۽ تعميري ڪم بند ڪري ڇڏيا—اهو سبب ٿيو، جو لہ گنبد ٺهيو ۽ نہ عمارت جو رٿيل نقشو مڪمل ۽ راس ٿي سگهيو.

ڪتبي جي عبارت مطابق تہ مقبري جو ٺاهيندڙ ڄام فيروز آهي. ليڪن ظاهر آهي تہ هو ان وقت الهڙ نوجوان هو، تنهنڪري اهڙي نفيس تخليق، سندس ذهن جي ايجاد ۽ دماغ جو اختراع ٿي نٿي سگهي. درياخان جي مقبري واريءَ ديوار جي ساخت ڪي—جنهن کي هُن سن ٨٩٥هہ ۾ ٺهرايو—ڏسندي اسان جو خيال آهي تہ پنهنجي ولينعمت ۽ پنهنجي منهن ٻولئي ٻيءُ جي مقبري ٺهرائڻ ۽ ان جي رٿا ۾ ضرور 'درياخان دولهہ' جو فڪر رسا ڪارفرما رهيو آهي.

مقبري جي چوڌيواريءَ اندر چار قبرون آهن، جن تي ڪوبہ ڪتبو يا نشان ڪونہ آهي، جنهن مان معلوم ڪري سگهجي تہ الهيءَ خوشنام ۽ نيڪ‌نهاد سلطان جي ابدي آرامگاهہ ڪهڙي آهي.

سمن سلطانن جي خانداني شجري خواهہ سلطانن جي ترتيب ۽ فرمانروائيءَ جي سالن ۾ سخت اختلاف آهي. هرڪنهن مؤرخ جو بيان جدا جدا آهي. اسان هڪ سلسليوار شجرو ۽ ان تي وضاحتي حاشيا(١) زير اشاعت ڪتاب ۾ ڏئي رهيا آهيون، جنهن مان پڙهندڙ، انهيءَ خاندان جي سلطانن جو هڪ خاڪو بہ آسانيءَ سان ذهن نشين ڪري سگهندا.

---

(١) درياخان جو اصلي نالو—قبوليو—هو ۽ ٻڍرين ڄام نظام‌الدين جي ديوان لسڪمير (لسڪدير-لڪمير) جو غلام هو. جنهن ڄام نظام‌الدين کيس پاڻ وٽ آندو.

درياخان سنڌ کي هرلحاظ سان مضبوط ۽ محڪم ڪيو. فوجي، سياسي خواهہ سماجي يا اقتصادي صورتحال کي هن اهڙي ڪوڙيءَ تي پهچايو، جو مؤرخن جو متفق قول آهي تہ: "اهڙو زمانو سنڌ نہ ٻڍرين ڏٺو ۽ نہ پوءِ."

انهن تعميري ۽ رفاهي صلاحيتن سان گڏ، منجهس آزاديءَ ۽ وطن‌پرستيءَ جو جيڪو انگ هو، اهو سنڌ جي تاريخ ۾ کيس هميشہ هميشہ زنده پاينده رکندو. سيرن جا سانگا لاهي، وطن کي ڌارين جي قبضي کان آزاد رکڻ لاءِ هن جيڪو جدوجهد ڪيو، اهو حقيقتاً وطنيت جي تاريخ ۾ مثالي آهي.

(ڏسو حاشيہ صفحو ٣٥)

انهيءَ شجري مان اهو پڻ پتو پئجي وڃي ٿو ته سنڌي سلطان، گجراتي حاڪم ۽ خانديش جا فاروقي فرمانروا ڪهڙيءَ ريت منيءَ مائٽيءَ ۽ سڱابنديءَ ۾ هڪٻئي سان ڳنڍيل ۽ پوتل هئا.

---

سنڌ سمورو خاندان انهيءَ رنگ ۾ رتل هو. سنڌ سڄيئي پٽ، وطن دوست، آزادي خواهه، جري جوان ۽ بهادر هئا. علاءالدين منجهان عالم نڪتو، محمود خان ۽ منڱ خان سپاهي مرد هئا. ٺٽيءَ ۽ ڪاهان ۾ — جتي سنڌن علائقو هو — ارغونن سان خوب وڙهيا ۽ ڪيئي جوڻان ڪياڻون. سارنگ خان سنڌس چوڻون پٽ ۽ انهيءَ ڏس ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. انهن سڀني هٿان — دريا خان جي شهادت بعد ۽ ٺٽي تي قبضي ٿي وڃڻ کان پوءِ ٻه ڪيترو عرصو تائين — ارغونن کي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا.

دريا خان جو قبرستان، ڄام نظام الدين جي مقبري جي ويجهو، اولهه پاسي کان آهي. پٿر جي محڪم چوڌيواري، اوپر ۽ ڏکڻ کان ٻه دروازا جن تي ڪتبا اڪريل. اولهائين ديوار ۾ محراب ۽ ان جي لڳس سنڌس قبر، جنهن تي خوبصورت خط ۾ آيتون اڪريل آهن. سيرانديءَ کان ناني جو ڪتبو هن ريت آهي:

يا الله

هٰذا مرقد المعطر

للخان الاعظم

شهيد مبارڪ خان

ابن سلطان نظام الدين

اوڀارين دروازي جي مٿئين سردر تي جيڪو ڪتبو آهي، ان مان معلوم ٿئي ٿو ته: سال ۸۹۵هه ۾ دريا خان، قبرستان جي اها چوڌيواري ٺهرائي. ڏاکڻين دروازي جي سردرواري ڪتبي مان ظاهر ٿو ٿئي ته ڪيس احمد نالي پڻ هڪ پٽ هو، جنهن اهو ڪتبو، قطب الدين بن محمود کان اڪرايو. ڪتبي تي سنڌس نالو هن ريت اڪريل آهي:

احمد بن دريا خان

غفرالله له

چوڌيواريءَ اندر، دريا خان جي مزار کان سواءِ، ستاويهه ٻيون قبرون آهن، جنهن مان ڪنهن تي ٻه نالو نشان اڪريل ڪونه آهي.

انهيءَ مان دريا خان جي شڪست ۽ شهادت جو سال برآمد ٿئي ٿو. علاوه ازين، سنڌ جي غلاميءَ جي بسم الله پڻ انهيءَ — خرابيءَ سنڌ — سان شروع ٿئي ٿي. اهو مهينو به محرم جو هو. پوٽا نوَ سؤ ورهيه اڳ نيل ڪربلا واريءَ تاريخ کان هڪ ڏينهن وڃان وجهي، سنڌ جي هن ڪرب و بلا جو واقعو واقع ٿيو. ٻارهين محرم الحرام جو دريا خان ڏولهه، سنڌ هٿان سر صدقو ڏئي سرهو ٿيو، ۽ سنڌ انهن جي بيرحم قبضي ۾ اچي ويئي، جيڪي ڌاريان ٿي ڌاريا هئا.



لطف الله بدوي

# اسلامي تصوّف جي سنڌ ۾ ابتدا

اسلامي تصوّف جي نشو ونما تي، ايترو تہ گھڻو لکيو ويو آهي، جو انهن سڀني تصنيفن کي يڪجا ڪرڻ لاءِ هڪ وڏي دفتر جي ضرورت آهي. سنڌ جي بزرگن بہ هن ڏس ۾ ڪافي ڀرپور ورتو آهي. هن مختصر مضمون ۾ ايتري گنجائش نہ آهي، جو تصوف جي هر دؤر تي، سير حاصل بحث ٿي سگهي، مگر هيءُ ٿي ٿي سگهجي ٿو تہ هن تحريڪ جي متعلق اختصار کان ڪم ورتو وڃي.

حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي پاڪ صحبت ۾ رهندڙن کي 'اصحاب' جو معزز لقب حاصل هو. هو دين جا ستون ها، جن حق جي پيغام کي گهر گهر پهچائڻ لاءِ وڏي جفاڪشي ڪئي. بعد ۾ جن بزرگن هنن هدايت جي ستارن جي صحبت اختيار ڪئي، انهن کي 'تابعين' جي لقب جو شرف مليو، ۽ رشد ۽ هدايت هن گروهہ ڏانهن منتقل ٿي ويو. سندن صحبت ۾ رهڻ وارن کي 'تبع تابعين' سڏيو ويو، ۽ هو بہ ساڳي مسند جا وارث رهيا. تبع تابعين کان پوءِ سندن صحبتين جي مٿان 'زاهد' نالو پئجي ويو. جيئن تہ هو 'صوف' يعني اُنَ جي لباس ۾ ٿي رهيا، ان ڪري کين 'صوفي' سڏيو ويو. صوفيءَ جي متعلق جي بعد ۾ جدا جدا متضاد رايا پيش ٿيندا رهيا، انهن تصوف جي متعلق عجيب بدگمانيون پيدا ڪري وڌيون آهن. هن شڪ ۽ شبهي سان گڏيل تحقيق، مغرب جي مستشرقين کي غلط قياس آرائين لاءِ ميدان هموار ڪري ڏنو آهي. مارگوليٿ ۽ گولڊزيهر تہ ايتريقدر اصرار ڪيو آهي، تہ تصوف هندستان ۽ يونان جي خيالن جو هڪ مرڪب آهي. نڪلسن ۽ براؤن، جي گهڻو سنجيده آهن، پر هو بہ ڪڏهن ڪڏهن اسلامي تصوف جي اصليت کي، گوتم ۽ نيوفلاطوني (پلاٽونيوس) مان پيدا ٿيل ٿا خيال ڪن. مگر هيءَ سندن تحقيق ڪڏهن بہ صحيح ٿي نٿي سگهي. علامہ ابن خلدون پنهنجي غيرفاني تصنيف 'مقدمہ' ۾ صاف طور تي ڏيکاريو آهي تہ صوفي، صوف مان ئي مشتق ٿيل آهي، ۽ ان جو 'سوفسطائي' يا ڪنهن ٻئي لفظ سان ڪوبہ واسطو نہ آهي. مرحوم علامہ شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽا صاحب، ابن خلدون جي لکيل باب جو ترجمو ڪيو آهي، جو سندس تاليف 'ابيات سنڌي' ۾ موجود آهي. ڊاڪٽر زڪي المبارڪ پنهنجي غيرفاني تصنيف 'تصوف اسلامي' ۾ ساڳيءَ ريت ابن خلدون جي تقليد ڪئي آهي. هي بعد ۾ ٿيو آهي تہ ڪي

عجمي خيال اچي تصوف ۾ داخل ٿيا. جيو تہ جيئن جيئن فلسفي ۽ حڪمت جي طرف مسلمانن جو ذوق وڌندو رهيو، تيئن تيئن وٽن الاهيات جي متعلق عجيب موشگافيون پيدا ٿينديون رهيون. 'علم الڪلام' ۽ منطق جي زور، تصوف کي نين راهن گهڙڻ ۾ مدد ڏني. علامہ اقبال پنهنجي تصنيف 'فلسفہ عجم' ۾ سچ لکيو آهي تہ "تصوف جي ابتدا ان اڪابر امت کان ٿي، جن جو عمل علم کان جدا نہ هو، ۽ سندن علم قرآن ۽ حديث هو." حضور جن جو ارشاد عالي آهي.

"علم ٻہ آهن. هڪ علم علي اللسان، هي الله جيي آدم جي اولاد تي حجت آهي ۽ ٻيو علم في القلب آهي. هيءُ علم نفعو ڏيندڙ آهي." (ترمذي)

هن حديث جي روشنيءَ ۾ حضرت عمر رضي الله عنہ جو قول آهي تہ:

"مون کي اُمت اسلامي ۾ گهڻو خوف منافق علم واري کان آهي، منافق علم وارو اهو آهي، جو زبان جو ڄاڻندڙ هجي، پر دل ۽ عمل جي لحاظ کان جاهل."

اهڙيءَ حالت ۾ تصوف جي سنگ بنياد کي، غير اسلامي حقائق جو منت پذير سمجهڻ ڪيترو نہ دور از قياس آهي! ابو هاشم ڪوفيءَ، جنهن کي 'نفحات الانس' ۾ سڀ کان اول 'صوفيءَ' جو لقب مليو، هڪ ڀيري قاضي شريڪ کي يحيٰي بن خالد برمڪيءَ جي محلات کان ٻاهر ايندو ڏٺو. سندس اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي ويون، ۽ چيائين تہ 'اعوذ بالله من العلم لا ينفع'. 'اهڙي علم کان جو فائدو نہ ڏئي، آءٌ خدا کان پناهہ ٿو گهران'. هيءُ هڪڙو مثال انهن بزرگن جي مذهبي متابعت لاءِ ڪافي آهي.

مستشرقين وٽ هيءَ ڳالهہ بہ کٽڪندي رهي آهي تہ اهي زاهد يا صوفي، دنيا کان علحدا ٿي وڃي راهبانہ زندگيءَ جا مريد بڻيا، جا ڳالهہ اسلام جي عملي زندگيءَ سان ڪو بہ تعلق نہ رکندڙ هئي. حقيقت ۾، صوفي بزرگن جو دنيا کان دور رهڻ، ڪنهن بہ ريت رهبانيت نہ هئي. رومي صاف چئي ڏنو آهي:

چيست دنيا از خدا غافل بودن، نے قماش و نقره و فرزند زن.

مگر هي ضرور آهي تہ فضا ۽ ماحول جو اثر هنن بزرگن تي بہ ضرور پيو آهي. اسلامي تاريخ جي هر طالب کي خبر آهي تہ خلافت راشده جي متبرڪ دور جي آخر ۾ عجيب حادثا ظهور ۾ آيا. ان کان پوءِ، جو ڪجهہ بہ ٿيو اهو بہ انهن حادثن جي هڪ مسلسل ڪڙي آهي، جا نهايت المناڪ آهي. اهڙي دور ۾ سڪون ۽ اطمينان قلب جا طالب، ظاهري جاهہ و جلال جي زندگيءَ کان مايوس ٿي ويا. وٽن هن کان سواءِ ٻي واٽ ئي ڪانہ هئي، تہ هن ظاهري رنگ و بو کان - جنهن ۾ امارت ۽ شخصي غرور کان سواءِ ٻيو ڪجهہ رهيو ئي نہ هو - علحده ٿي، صحيح اسلامي روايات جي نقش کي برقرار رکي سگهن. اهو تڏهن ٿي سگهيو ٿي، جڏهن قلب جي پاڪائي ۽ تطهير هجي، ۽ ٻاهريون هوشناڪيون قلب ۾ جاءِ حاصل ڪري نہ سگهن. ان لاءِ گوشانشين ٿي، خدا جي ياد ڪرڻ، ڪڏهن بہ راهبانہ زندگي جو مثال ٿي نٿو سگهي.

تذڪره الاولياء (عطار)، ڪشف المحجوب، (داتا گنج بخش)، سير الاولياء، نفحات الانس (جامي) ۽ متقدمين جون ٻيون تصنيفون هن حقيقت جون شاهد آهن، ته صوفي حضرات جو شغل گهڻو ڪري تزڪيہ نفس، قلب جي صفائي ۽ عبادت الاهي مقصود هو. اهڙيءَ حالت ۾ مشائخ جي متعلق غلط راءِ قائم ڪرڻ ڪوبہ اجتهاد نہ آهي، پر گمراهي آهي.

ٻي صديءَ هجريءَ ۾ اسان کي حسن بصري، سفيان ثوري، ابو هاشم ڪوفي، جنيد بغدادي ۽ بايزيد بسطاميءَ جهڙا بزرگ نظر اچن ٿا، جي ظاهري ۽ باطني علوم جا امام هئا. جيڪڏهن اسان کي صوفيءَ جي لباس ۾ ڪو گمراهہ نظر اچي ٿو، تہ اهو روميءَ جي هن نُڪتي موجب ٿي سگهي ٿو:

اے بسا آدم کہ ابلیسي کند.

ان ڪري اسين انهن صوفين جي عظمت جو انڪار ڪري ويهون، جي صحيح معنيٰ ۾ صاحب طريقت ۽ شاهراهہ حقيقت جا روشن چراغ هئا، انهن جي انڪار سان سندن بلندي تي تہ ڪوبہ اثر نہ پوندو، مگر اسين:

هر هلاک آستِ پیشین کہ بود، زانکہ بر جندل گمان بردند عود.

موجب گستاخيءَ جا مرتڪب ٿينداسون.

دل ۽ دماغ جي پاڪيزگي، تصوف کي هر دؤر ۾ نمايان رکندي آئي. ايتريقدر جو هر طالبعلم، ظاهري علم کان فارغ ٿي، باطن جي صفائيءَ ڏي پنهنجي رجوع ڪيو آهي. مگر اج 'آن قدح بشکست و آن ساقي نماند'. ڳالهيون ئي ڪيون وڃن ٿيون، پر عمل مفقود آهي.

سنڌ اسلامي حڪومت جي ساية هيٺ، ٻهرين صدي هجريءَ ۾ اچي چڪي هئي. اهي سڀيئي تحريڪون سنڌ ۾ ايندون رهيون، جي عرب ۽ عجم ۾ اُٿنديون رهيون. تصوّف جي تحريڪ بہ اهڙيءَ ريت سنڌ ۾ پهچي ويئي هوندي. ابوعلي سنڌي اهو پهريون سنڌي صوفي آهي، جنهن جو ذڪر اسان کي تذڪرن مان ملي ٿو. نفحات الانس جو صاحب ان جي متعلق لکي ٿو:

"شرح شطحيات، شيخ روزبهان بقلي ۾ ذڪر آهي تہ پاڻ (ابوعلي سنڌي قدس الله سرّہ) بايزيد جي اُستادن مان آهي. بايزيد فرمائي ٿو تہ "مون ابوعلي کان توحيد ۾ فنا ٿيڻ جو علم سکيو هو، ۽ ابوعلي مون کان الحمد ۽ قل هوالله سکيو هو."

'نفحات' جي ساڳي عبارت، مير علي شير قانع پنهنجي تصنيف تحفة الڪرام جلد ٽئين ۾ ڏني ٿو. افسوس جو هن ايڏي وڏي درجي جي صاحب بابت، اسان جي معلومات نهايت مختصر آهي. اها خبر لڳي پئجي سگهي تہ سندس ولادت سنڌ جي ڪهڙي شهر ۾ ٿي، ۽ سندس مدفن جي

جاءِ ڪئي آهي. مگر سندس زمانو، البت متعين ٿي سگهي ٿو. جناب بايزيد بسطامي سن ٢٦١ هجري ۾ وفات ڪئي. ٿي سگهي ٿو ته حضرت ابوعلي سنڌيءَ جي به وفات ٿورو اڳ يا پوءِ ٿي هجي. بنو عباس جي خلافت جو زوال خليفي متوڪل جي زماني ڪان شروع ٿئي ٿو. هي دؤر سنڌ جي لاءِ نهايت پرآشوب هو. هارون بن خالد سن ٢٣٥ هجري ۾ سنڌ جو والي ٿي آيو. هڪ مڪاني عرب رئيس عمر هباري، جو قريش قبيلي جي شاخ بني اسد مان هو ۽ جنهن جي ڏاڏي منذر بن زبير سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي، هارون جي خلاف اٿي بيٺو ۽ سن ٢٤٠هه ۾ هو عمر هباريءَ جي مقابلي ۾ مارجي ويو. سنڌ عمر جي هٿ ۾ آئي، جنهن ڪنهن طريقي سان، سنڌ جي امارت جو پروانو خليفي متوڪل ڪان حاصل ڪري ورتو. اهڙي افراتفريءَ جي زماني ۾ جناب ابوعلي سنڌي پنهنجي وطن موٽي آيو هجي، نهايت ڏکيو لظر اچي ٿو. مگر سنڌ سندس پاڪيزه نالي تي هميشه فخر ڪندي رهندي، جو سندس نالو شيخ طريقت جناب بايزيد بسطاميءَ جي استادن ۾ لکيو ويو آهي. ڪاش سندس پاڪيزه زندگيءَ جو احوال ميسر ٿي سگهي ها!

تصوف جي ابتدائي داعين مان، سيد صدرالدين لڪعلوي رحمة الله عليه جو اسم گرامي به پيش پيش آهي. تحفةالڪرام يا ٻين تذڪرن ۾، هن باڪمال بزرگ جو ذڪر نهايت مختصر طرح ٿو اچي. مگر ملفوظات خواجه معين‌الدين چشتي اجميريءَ ۾، سيد صدرالدين جو ذڪر ٿو اچي. خواجه اجميري جڏهن سنڌ ۾ تشريف فرما ٿيو، تڏهن سندس ملاقات مٿين بزرگ سان لڪيءَ جي ٻهاڙن ۾ ٿي، جتي هو عبادت الاهيءَ ۾ مشغول ٿي رهيو. خواجه صاحب سندس ڪمال جو گرويده ٿيجي ويو ۽ فرمايائون ته "مون کي نصيحت ڪريو!" جناب صدرالدين فرمايو ته "ٻي ڪهڙي نصيحت ڪريان، جڏهن مرڻو اٿئون!" روايت آهي ته ايتن چئي بزرگ بيهوش ٿي ويو. حضرت موصوف، جناب شهباز قلندر کان گهڻو اڳ، سيوهڻ ۽ سندس ڀسگردائيءَ کي فيض پهچائيندو رهيو. مون کي منهنجي محترم دوست محبوب علي چنا ٻڌايو ته "سيوهڻ ۾ هڪ مسجد موجود هئي، جا شيخ صدرالدين رحمةالله عليه جي نالي سان منسوب هئي، جا جناب شهباز قلندر کان گهڻو اڳ جي سمجهي ويندي هئي. سندس موجوده گنبذ، نادر شاهه جي اهتمام سان ٺهيو، جنهن جو ذڪر لطف‌الله سورتيءَ، پنهنجي خود نوشته سوانح حيات ۾ ڪيو آهي."

سنڌ ۾ باقاعده تصوف جي ابتدائي تبليغ سهروردي طريقي کان ٿي. جنهن جو پهريون مبلغ شيخ‌الشيوخ نوح ٻکري رحمةالله عليه آهي. هو شيخ شهاب‌الدين قدس الله سره جي مريدن مان آهي. هو اصل سنڌ جو رهندڙ هو. حضرت شيخ شهاب‌الدين سهرورديءَ جي حڪم سان ٻکر ۾ اچي رهيو، جنهن کي ان وقت 'فرسته' سڏيندا هئا. روايت آهي ته شيخ الشيوخ بهاوالدين زڪريا ملتاني، جڏهن حضرت شيخ شهاب‌الدين سهرورديءَ کان خرقهٔ خلافت حاصل ڪري، ملتان ڏانهن موٽيو ٿي، تڏهن موٽڻ وقت، شيخ کيس فرمايو ته:

"منهنجو مريد رشيد فرستہ (سنڌ) ۾ رهي ٿو. آن سان ملجو. هو ڏيئو، وٽ ۽ تيل تہ پاڻ سان کڻي آيو، فقط روشنيءَ جي جاگائڻ جو محتاج هو."

مگر افسوس جو شيخ بهاوالدين زڪريا ملتاني، ان ڏينهن بکر پهتو، جڏهن حضرت موصوف هن جهان مان موڪلائي چڪو هو. رحمةالله عليه.

هيءَ حقيقت آهي تہ جن سهروردي بزرگن جو فيض، سنڌ ۾ گهڻو پکڙيو، انهن مان حضرت بهاوالدين زڪريا ملتانيءَ جو سڳورو نالو گهڻو شرف ٿو رکي. هن سنڌ جو گهڻو سير ۽ سفر ڪيو. حديقةالاولياء جي روايت موجب، حضرت شيخ ديبل بہ ويو هو، جتي هن شيخ پنهي ديوليءَ کي پنهنجن ارادتمندن ۾ داخل ڪيو. 'حديقة الاولياء' جو مصنف اها روايت هيٺن ٿو پيش ڪري:

| | |
|---|---|
| شيخ پنهہ سرورِ سلطان دين، | فارسِ ميدان عرفان و يقين. |
| واصلِ حق صاحبِ صدق و صفاء، | پيشوائے اولياؤ اذڪياء. |
| مخزنِ گنجينهٔ اسرارِ حق، | مظهرِ مجموعهٔ انوار حق. |
| درپنِ غارِ جبل ماوئ گرفت، | لعل وش در سنگ خارا جا گرفت. |
| از خلايق دور باحق در حضور، | مختفي از چشم چون در ديده نور. |
| کس نبوده مطلع بر حال شان، | گوهري بوده نهان در جوف کان. |
| شيخ پنهہ از سرِ صدق و يقين، | شد مريد شيخ زڪريا آمين. |
| بعد زان آن گوهر بحر شهود، | از نقابِ اختفا چهره ڪشود. |
| ساخت عالم روشن از انوار خويش، | کرد ظاهر در جهان آثار خويش. |

پير پنهي کان سواءِ، ملاخليفہ سنڌي، جو محمد طور جو رهندڙ هو، شيخ بهاوالدين زڪريا ملتاني جي مريدن ۾ داخل آهي. تاريخ طاهري ۾ ان جو ذڪر هيٺن ٿو اچي.

"حضرت شيخ المشائخ غوث العالم مخدوم بهاوالدين زڪريا جا خليفا هن شهر ۾ رهندڙ آهن، ملاخليفہ سنڌي، جو هندستان ۾ گهڻو مشهور آهي."

سيد جلال الدين مير سُرخ بخاري رحمة الله عليہ جو شيخ بهاوالدين زڪريا ملتانيءَ جي خليفن ۾ بلند رتبو رکي ٿو، بکر ۾ گهڻو وقت مقيم رهيو ۽ سيد بدرالدين بکريءَ جي نيائيءَ سان سندس لڪاح ٿيو ۽ سندس فرزند سيد احمد ڪبير الهيءَ عصمتاب بيبيءَ مان تولد ٿيو (١). سيد احمد ڪبير اهل الله مان آهي، ۽ بکر کي سندس ناناڻي شهر هئڻ جو فخر حاصل آهي. سيد احمد ڪبير جو فرزند مخدوم جلال جهانيان بخاري آهي، جنهن جا تعلقات سنڌ سان خصوصيت سان هئا. جيئن تہ سندن وطن اُچ جو شهر هو، جو ان وقت سنڌ جو هڪ حصو هو ۽ ٿٽش سومرن جو تسلط هو. سندس مريدن مان شيخ محمود قطب شڪرگنج وڏي مرتبي جو بزرگ

---

(١) هڪ روايت موجب، حضرت مير سُرخ بخاري سيد بدرالدين بکريءَ جي پڻ نيائين سان نڪاح ڪيو.

تي گذريو آهي. سندس مزار اروڙ (الور) جي قلعي جي ٻاهران آهي. روهڙيءَ جو مشهور صوفي شاعر قادربخش ’بيدل‘ سندس تعريف ۾ هيئن ٿو لکي:

هرڪ آمد بجناب شہ غوث الثقلين، گشت اورابيقين حاصل مطلب ڪونين،
شاه محمود شڪر گنج محقق حسيني، نسل خيبر شڪن و نورشهي بدرو حنين،
من بيڪس بدرچون تو ڪريم الاخلاق، ملتجي آمده ام فامددني في الدارين،
جلوهٔ روئے تو دل تيره مرا نور دهد، خاڪ ڪوئي تو بود لاشڪ قرة عينين،
’بيدل‘ افتاده ز پا، المدد اي غوث ڪريم، دست گير و برسانش ازره ايمان بعين.

سهروردي بزرگن مان سيد محمد مڪي جو نالو امتياز رکي ٿو. سندس والد بزرگوار جو اسم گرامي سيد محمد شجاع آهي. سيد موصوف جو اصلي وطن ’مشهد‘ هو. هو پنهنجي وطن مان شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي ڏسڻ لاءِ بغداد پهتو. شيخ موصوف پنهنجي صبيہ سندس نڪاح ۾ ڏني، جنهن مان سيد محمد پيدا ٿيو. جيئن تہ سندس تولد مڪي شريف ۾ ٿيو، ان ڪري ”مَڪِي“ جي لقب سان مشهور ٿيو. والد جي وفات کان پوءِ هو سنڌ ۾ آيو ۽ بکر ۾ اچي مقيم ٿيو. روايت آهي تہ بکر تي نالو بہ سندن اشاري سان پيو. سيد محمد مڪي بکر ۾ وفات ڪئي، ۽ سندس تربت ڪليڪٽر سکر جي آفيس پرسان آهي. سندس اولاد مان وڏا وڏا جليل القدر بزرگ ٿي گذريا آهن.

چشتي طريقي جي بزرگن جو پرتو بہ سنڌ تي گهڻو پيو. حضرت شيخ فريدالدين شڪر گنج سنڌ ۾ گهڻائي پيرا تشريف وٺي آيو. سندس ڪلام تي، جنهن کي اڪثر بزرگن نقل ڪيو آهي، سنڌي ۽ سرائڪيءَ جو گهڻو اثر آهي. منهنجي نظر ۾ سنڌي شاعري جي ابتدائي نقش ۾ هن ڪلام جو مقام انفرادي آهي. مثال طور هن هيٺ هڪ بہ بيت ڏيان ٿو.

(١)

”فريدا“، جي تو عقل لطيف، تہ خالي ليکَ نہ ليک،
اپنڙي گريبان ۾، سرِ نواءِ ڪر ڏيک.

(٢)

”فريدا“، خالي ميڏي ڪوڙي، خالي ميڏي ويس،
گناهين ڀريا مئين ڦران، لوڪ آکي درويش.

(٣)

اٿُ ”فريدا“، وضو ساج، صبح نماز گذار،
جو سر سائين نہ نيوي، سو سر ڪَپِ اُتار.

’اخبار الاخيار‘ جي مصنف شيخ عبدالحق محدث دهلويءَ لکيو آهي ته: ”خواجه فريدالدين گنج شڪر پنهنجي هڪ ارادتمند ’شيخ عارف‘ کي چشتي طريقي جي ترويج لاءِ سيوهڻ موڪليو هو.“ بهرحال هي ابتدائي، اسلامي تصوف جا سنڌ ۾ نقوش آهن، جن کي مون نهايت اختصار سان پيش ڪيو آهي. هن موضوع تي اڳ ٽي ضخيم جلد سنڌ يونيورسٽيءَ کي پيش ڪري چڪو آهيان، خبر نه آهي ته اهي ڪڏهن طباعت جي روشني ڏسن! تصوف جي هن ابتدائي سلسلي ۾ جناب شهباز قلندر جو اسم گرامي به اچي ٿو، پر ان لاءِ هڪ علحدي مضمون جي ضرورت آهي.



مخدوم امير احمد

# سنڌي علماء ۽ سندن عربي تصنيفات

هيءَ تاريخي حقيقت آهي ته ٩٣ هجريءَ ۾ عربن، سنڌ کي فتح ڪيو، ۽ حسب معمول سنڌ ۾ عرب، عربي زبان ۽ تهذيب کنيو آيا. جيئن مصر، آفريڪا ۽ ٻين قريبي ملڪن کي عربي تهذيب سان رڱي، عرب جو جزو بنائي ڇڏيائون، تيئن سنڌ ۾ به ويهن-ٻنجويهن سالن جي ٿوري عرصي ۾ ايترو عربي زبان جو چرچو ٿيڻ لڳو، بقول ابن بطوط: ”ڳنوار به، ’عربي‘ ڳالهائيندا رهيا.“ سنڌي اديب، عربي ادب ۾ ايتري لياقت پيدا ڪري سگهيا، جو خالص عرب اديبن ۽ شاعرن سان مقابلو ڪري سگهيا. ايتريقدر جو سندن ٿالا، عربن جي اول درجي جي شاعرن ۽ اديبن ۾ داخل ڪيا ويا. جهڙوڪ ’ابوالعطا سنڌي‘، جنهن جا ڪيئي شعر، ’ابن اثير‘ پنهنجي تاريخ ۾ لقل ڪيا آهن، ۽ ’ابو تمام طائيءَ‘ ’ديوان حماسه‘ ۾ درج ڪيا آهن. ’ابوالعطا سنڌي‘ هڪ پُرگو شاعر هو. سندس ديوان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جمع ڪيو آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ ان کي شايع ڪيو آهي. ’ابن حوقل‘، ٣٦٧ هجريءَ ۾ پنهنجو سفرنامو مرتب ڪيو، جنهن ۾ سنڌي ۽ ان سان متصل ملڪن جو خاص بيان ڪيو اٿس. لکي ٿو ته: ”منصوره ۽ ملتان وارن جي زبان عربي ۽ سنڌي آهي“. ’بشاري مقدسي‘، جو ٣٧٥ هجريءَ ۾ سنڌ ۾ آيو هو، تنهن جي پڻ ساکي تحقيق آهي ۽ ’مروج الذهب‘ ۾ پڻ ان حقيقت جي تائيد ڪيل آهي. محمود غزنويءَ جي سنڌ فتح ڪرڻ تائين، سنڌ ۾ عربي زبان جو اوج هو ۽ ملڪي زبان سان ڪلهو ڪلهي ۾ هنيو بيٺي هئي.

## سنڌي، عربي اديبن جا ٻه قسم.

سنڌي، عربي اديبن کي ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪڙا اهي، جي پيدائشي سنڌي هئا، پر عرب ۾ وڃي وارو وڄايائون. ٻيا آهي، جي پيدائشي عرب هئا، پر هجرت ڪري سنڌ ۾ آيا ۽ سنڌي سڏجڻ لڳا. ٻئي قسم مان هي مشهور آهن.

## قاضي موسيٰ بن يعقوب ثقفي.

قاضي موسيٰ عرب کان سنڌ ۾ آيو، ۽ ٦١٣ هجري تائين سندس خاندان، اروڙ ۾ قضا جي عهدي تي فائز رهندو آيو. ’چچنامو‘ هن بزرگ جي خاندان مان هڪ بزرگ جو عربيءَ ۾ شاهڪار آهي، جنهن کي ابن علي ڪوفيءَ، فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي.

## سنڌي ۾ ٻهريون نظم.

۲۷۰ هجريءَ ۾ هڪ ٻئي عراقي عالم جو ذڪر اچي ٿو، جنهن کي منصوره جي امير، 'الور' جي راجا جي طلب تي انتخاب ڪيو، جنهن ٻهريائين اسلام جا عقائد سنڌيءَ ۾ نظم ڪري موڪليا. جنهن جو اهو اثر ٿيو جو راجا ڪمس روبرو گهرايو. سنڌي عالم ڪيس قرآن جو تفسير ۽ مطلب سمجهايو ۽ قرآن جو ترجمو به لکيائين، جو پوريءَ سنڌ ۾ تاريخي نقطءِ نظر سان پهريون ترجمو هو، ۽ غالباً سنڌي ادبيات ۾ اهو پهريون شعر آهي، جو تاريخن ۾ اچي ٿو. هيءُ شعر ۽ تفسير ۲۷۰ هجريءَ جي پيدائش آهي.

## هارون بن عبدالله ملتاني.

ملتان ۾ هڪ ٻيو شاعر هارون بن عبدالله ملتاني هو. سندس ڪلام موجود آهي. پنهنجي بهادريءَ جي بيان ۾ قصيدو چيو اٿس، جنهن جو مطلع آهي:

مشيت اليه را دعا متوهلا،

و قد و صلوا خرطوم بحسام.

۳۷۵ هجريءَ ۾، قاضي ابومحمد منصوري جو خاندان منصوره ۾ ملي ٿو. هو پاڻ 'ظاهري مذهب' جو وڏو عالم هو. ڪيترا ڪتاب تصنيف ڪيائين، مگر افسوس جو تاريخن مان، سندس زياده احوال نٿو ملي.

## خالص سنڌي علماء.

ابومعشر سنڌي: مٿي لکيل موجب، هاڻي انهن عالمن جو ذڪر ايندو، جي سنڌي هئا، ۽ عرب ۾ وڃي شهره آفاق ٿيا. 'ابومعشر سنڌي'، سنڌ مان جنگي قيديءَ جي حيثيت ۾ حجاز مقدس ۾ آندو ويو. ڪيترن خاندانن ۾ غلام رهيو، مگر هر هنڌ علمي چشمن مان سيراب ٿيندو رهيو. آخر، علم حديث، مغازي ۽ سِيَرَ ۽ فقه ۾ صاحب ڪمال ٿيو. حديث ۽ فقه جا وڏا وڏا امام سندس شاگرد بنيا، جيئن ته امام 'سفيان ثوري'، 'محمد بن عمر واقدي'، 'وڪيع'، 'محمد بن ابي معشر' ۽ 'ابو نعيم' وغيره. خود "صحاح سته" ۾ سندس روايتون موجود آهن. سنڌي هجڻ ڪري تعب ڪي ڪمب چوندو هو. خليفو مهدي عباسي هن جو وڏو قدردان هو. مدينې شريف مان ۱٦۱ هجريءَ ۾ ڪيس بغداد آندو ويو، اتي حديث جو درس ڏيندو هو. ۱۷۰ هجريءَ ۾ وفات ڪيائين.

محمد بن ابي معشر: سندس پٽ به وڏو حديث جو بلندپايه بزرگ ٿيو. ابو يعلي موصليءَ، هن کان روايت ڪئي آهي. ۲۴۴هه ۾ وفات ڪيائين. ابو حنيفه فقه حنفيءَ جو امام اعظم ۽ امام اوزاعي به اگرچ عراق ۽ عرب ۾ پيدا ٿيا، مگر آهن دراصل سنڌي الاصل. مولانا سيد سليمان ندويءَ جي اها تحقيق آهي. "حافظ ابو محمد بن خلف بن سلام" به غلامن مان هو ۽ سنڌ مان عراق ۾ آيو. اتي علم حديث حاصل ڪري، حديث جو امام بڻيو. حافظ ابوالقاسم

بغويءَ ۽ عثمان دارميءَ جهڙا بلند پايي جا محدث بہ سندس شاگرد آهن. سندس روايتون 'صحاح ستہ' جي ڪن ڪتابن ۾ آيل آهن.

ابو العطاء سنڌي: هن جو نالو افلح يا مرزوق بن يسار هو. هي پنهنجي پيءُ ۽ پٽ، بنو اسد جي غلامن جي سلسلي ۾ عربستان ۾ آيا. افلح کي ادب ۽ شعر و شاعريءَ سان گهڻو شوق هو، نيٺ ان ۾ ڪمال حاصل ڪيائين. سندس آقا عشره بن سماڪ، هن کي آزاد ڪيو ۽ چار هزار درم حاصل ڪيا. ابوالعطاء ڪيي وڏن وڏن اميرن ۽ بادشاهن وڏا وڏا انعام ڏنا، تنهنڪري سندس شهرت عام رهندي آئي. عجمي هجڻ جي ڪري سندس تلفظ ۽ اچار البت درست نہ هئا. هو 'هجرت' کي 'هزرت' چوندو هو. تنهنڪري سلمان بن سليم ڪنهن هڪ غلام ورتي، ان جو نالو 'عطاء' رکي پنهنجو پٽيلو بنائي، پاڻ کي 'ابو العطاء' سڏايائين. ابو العطاء جا اشعار، اهو 'عطاء' ئي پڙهندو هو.

ابو ضلع: ڪتاب 'الفهرست' ۾ هڪ ٻئي شاعر ابو ضلع سنڌيءَ جو ذڪر آهي، جو پڻ غلام هو. سندس ٽيهن ورقن جي تصنيف ان وقت تائين موجود هئي. ان ابو ضلع سنڌيءَ برصغير هند-پاڪ جي مدح ۾ هڪ قصيدو بہ لکيو آهي. ان طرح سنڌي غلامن ۾ هڪ منصور هندي بہ هو، جنهن جي ادبي ڪتاب جو ذڪر، ڪتاب الفهرست ۾ موجود آهي.

ڪشاجم سنڌي بن شاهڪ: ٽين صديءَ ڪان پوءِ هي بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس هڪ سؤ ورقن ۾ هڪ شاعرانہ ڪتاب لکيل آهي.

## چوٿين هجري: عرب تسلط جو خاتمو.

چوٿين صدي هجريءَ جي آخر ۾ عربن جو تسلط ختم ٿيو ۽ سنڌ غير عربن جي حڪومت ۾ آئي. ان ڪري لازمي طرح سان عربيءَ جو رواج گهٽجڻ شروع ٿيو. تاهم علما ڪرام جو مخصوص طبقو موجود رهيو، جو عربي ۽ ديني علمن جي خدمت ڪندو آيو.

سنڌن علمي پايو نهايت بلند هو. چنانچ عرب جا معاصر عالم سنڌن علمي تبحر جا معترف رهندا آيا، بلڪ سنڌن شاگردي بہ قبول ڪيائون. جهڙوڪ ڏهين صدي هجريءَ جي آخر ۾ مخدوم رحمت الله سنڌي هو، جنهن حجاز ۾ "شيخ الحرمين الشريفين" (مڪي ۽ مديني جي عالمن جو استاد) جو لقب حاصل ڪيو.

ان ڪان پوءِ مخدوم ابوالحسن بن محمد بن عبدالهادي سنڌي آهي، جنهن 'صحاح ستہ' جي مشهور ڇهن ئي حديث جي ڪتابن جا عربيءَ ۾ شرح لکيا. جن کي اڄ تائين، محدث ۽ عالم ساهہ سان سانديون ٿا اچن. جن مان بخاريءَ جو شرح ۽ نسائيءَ جو شرح، مصر ۽ هندستان ۾ ڇپيل آهن.

## مخدوم ابوالحسن ٺٽوي.

هن نالي سان بہ بزرگ سنڌ ۾ ٿي گذريا آهن. انهن بزرگن عربيءَ ۾ ڪيئي بلند پايہ جا ڪتاب لکيا آهن، جن مان هڪ ڪتاب 'رفع الفريہ و الم بالامين عن احڪام العين والدين' نهايت

اعليٰ درجي جو آهي. هڪ نسخو پير صاحب جهنڊي واري جي ڪتبخاني ۾ آهي. ٻيو حيدرآباد (سنڌ) جي مولوي عبدالرؤف صاحب بختيارپوري مرحوم (الهداد چنڊ) وٽ هو.

## ٻارهين صدي.

**مخدوم محمد هاشم ٺٽوي:** ٻارهين صدي هجريءَ ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جهڙو 'علامہ زمان' آهي، جنهن تي سنڌ کي ناز آهي. مخدوم صاحب جن جا ڏيڍ سؤ ڪتاب موجود آهن، جي عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ لکيل آهن. هر سنڌس ڪتابن جو وڏو تعداد عربيءَ ۾ آهي. سندس ڪتاب، مختلف علوم ۽ فنون تي مشتمل آهن. مثلاً: ادب، تاريخ، فقه، تصوف، علم ڪلام، تفسير، نقد حديث وغيره.

## مخدوم عبداللطيف ٺٽوي.

هي بزرگ، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو فرزند آهي ۽ پنهنجي دور جي وڏن عالمن ۾ سندس شمار ڪيو وڃي ٿو. سندس تصنيفات مان "ذب الذبابات، اللدراسات" (عربيءَ ۾) مشهور آهي، جو علامہ معين ٺٽويءَ جي ڪتاب، 'دراسات اللبيب' جي رد ۾ لکيو ويو هو. اهي ٻئي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ، شايع ڪيا آهن.

## علامہ مخدوم ملا معين ٺٽوي.

هي بزرگ، شاه ولي الله محدث دهلويءَ جو شاگرد ۽ وڏو عالم هو. هي علامہ زمان، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو استاد به هو ۽ مدمقابل به هو. سندس حديث جو ڪتاب، 'دراسات اللبيب' وڏو بلند مرتبي ڪتاب آهي. سندس ٻين ڪتابن مان "قرة العين في البكاء علي الحسين" مشهور آهي. ياد رهي ته هي بزرگ شاه لطيف ڀٽائيءَ جو دوست ۽ صحبتي هو. 'لطيف' وٽس تمام گهڻو ايندو ويندو هو. ملا معين وصيت ڪئي هئي ته سندس جنازي جي نماز شاه لطيف ڀٽائي پڙهندو. واقعي ٿيو به ائين.

## حاجي فقيرالله علوي (شڪارپوري).

هي بزرگ به ساڳئي وقت جو آهي. سندس تصنيفات مان، 'مڪتوبات' ۽ 'قطب الارشاد' ڇپيل آهن.

## عابد سنڌي.

هي بزرگ فقه ۽ حديث جو بحر بيڪنار هو، ۽ سلطان الاولياء مخدوم محمد زمان رح. لواري واري جو مريد هو. سندس ساري تصنيفات لواري شريف جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي. سندس ڪان مشهور ڪتاب، فقه حنفيءَ جي ڪتاب "الدرالمختار" جو شرح "طوالع الانوار" قابل ذڪر آهي، جو ڇهن وڏن جلدن تي مشتمل آهي. جنهن ۾ فقه حنفيءَ جو هر مسئلو قرآن ۽ حديث مان ثابت ڪيو اٿس. افسوس جو اڄ ڪي اڄاڻ، فقه حنفيءَ کي قرآن ۽ حديث جي مخالف سمجهي رهيا آهن. انهن کي هي ڪتاب ضرور ڏسڻ گهرجي. هن شرح جو هڪ نسخو مديني منوره ۾ آهي ۽ ٻيو نسخو لواريءَ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

## ابوالفضل ۽ فيضي.

مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ مرحوم جي تحقيق موجب، ’دربار اڪبريءَ‘ جا هي ٻه هيرا سنڌي هئا. علامہ فيضيءَ جو بنا نقطن جي تفسير ”سواطع الالهام“ اگر تفسيري لحاظ کان گهٽ معيار جو آهي، تاهم عربي ادب جي لحاظ سان هڪ بيمثال شاهڪار آهي، جنهن جو جوڙجڪ، اڄ تائين دنيا ۾ پيدا ٿي نہ سگهيو آهي. اهو ڪتاب، تازو ملڪ جي مشهور عالم ۽ اديب، مسٽر ممتازحسن، نيشنل بئنڪ پاڪستان جي لائبريريءَ ۾ رکايو آهي. اهو بہ معلوم ٿيو آهي تہ ان جي ڇپائيءَ جو انتظام، بہ نيشنل بئنڪ پاڪستان جي پاران ٿي رهيو آهي.

ان سلسلي جو ٻيو ڪتاب، جو بہ نقطن کان سواءِ آهي، سو اخلاقي طرز جو آهي. ان جو هڪ نسخو، تنهن سائينداد جي سرهندي بزرگن مان، حضرت حافظ حڪيم پير محمد هاشم جان سرهندي، مدظله‌العالي وٽ موجود آهي.

ان طرح ابوالفضل جو ’آئين اڪبري‘، قانون ۽ ان جي لفاظ جي مسئلن تي، بين‌الاقوامي شهرت رکي ٿو. هي بہ پنهنجي دؤر جو جامع‌العلوم شخصيت جو مالڪ هو. هو ساڳئي وقت تي عالم، اديب، شاعر، انشا پرداز، وزير ۽ منتظم هو. سندس ’انشائے ابوالفضل‘ سندس ادبي مطالع جو شاهڪار آهي.

## مخدوم عبدالواحد سيوستاني.

سيوهڻ جو هي معتبر عالم، ”لعمان ثاني“ جي لقب کان مشهور آهي. هي بزرگ پنهنجي دؤر جو وڏو ’فقيه‘ هو. سندس ”بياض واحدي“ اسلامي دنيا ۾ مستند ۽ مشهور ڪتاب آهي. سندس پهريون حصو، مولوي محمد قاسم ڳڙهي ياسين واري ڇاپيو هو. ’بياض واحدي‘ جو اصل ڪتاب، گهڻن هنڌن تي موجود آهي.

## مخدوم عبدالرحيم گروهڙوي.

مخدوم صاحب، ڀڻ هن ميدان جو شهسوار هو. سندس ڪتاب ’فتح الفضل‘، ۽ ’ابيات سنڌي‘ جو شرح مشهور آهن. جن مان ابيات سنڌيءَ جو سنڌي ترجمو شمس‌العلماء علامہ ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم ڪيو آهي، جو ڇپيل آهي. هي بزرگ، لواري وارن بزرگن جو مريد هو. پنهنجي دؤر ۾ فقه، حديث، تفسير، تصوف ۽ طريقت ۾ يگانہ روزگار هو.

اڄڪلهہ هڪ پيشنگوئي جا سندن ڳالهہ تي چٽي وڃي ٿي، سا غلط آهي. اها خلافت واري زماني ۾ مولوي احمدعلي مجذوب، ڏوري‌لاري واري جي تاليف آهي، ۽ گهڻو پوءِ جي چيز آهي.

## ٻيا بزرگ.

ان سلسلي ۾ ٻيا بہ ڪيئي سنڌي عالم ۽ بزرگ آهن، جن جا نالا ۽ ڪارناما، تاريخ ۾ محفوظ آهن. جن جا ديني ڪتاب موجود آهن، انهن بزرگن مان، مخدوم محمدعثمان متعلوي،

مخدوم ضياءالدين ٺٽوي، مخدوم عبدالله، قاضي عبدالرحمان، مفتي محمد مقيم ٺٽوي، مخدوم حامد اگهمي، مخدوم سائينڏنو نصرپوري، مخدوم دين محمد ٻوبڪائي، مخدوم محمد عارف سيوستاني، مخدوم محمد ٽپتائي، جا نالا ۽ ڪارناما سج وانگر روشن آهن. انهن بزرگن جي ساري ديني تصنيفات، ديني علوم، فقه، حديث، تفسير ۽ تصوف تي مشتمل آهي. افسوس آهي ته انهن بزرگن جا مخطوطا اجا تائين منتشر آهن. ايڪڙ-ٻيڪڙ“ ڪنهن هڪ-اڌ نسخي جو ڏس پتو، ڪٿي نه ڪٿي ملي وڃي ٿو. ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو انهن بزرگن جا سڀ مخطوطا، هڪ هنڌ جمع به ڪيا وڃن، ۽ انهن کي جديد رنگ ۾ ايڊٽ ڪرائي، ڇاپيو به وڃي.

## مخاديم کهڙا.

مٿين بزرگن کان سواءِ کي اهڙا خاندان به سنڌ ۾ موجود آهن، جن ۾ ديني ۽ عربي علوم ۽ فنون، پشت بپشت، ورثي طور هلندا آيا آهن. ان کان سواءِ، وقت جي حاڪمن طرفان قضا ۽ فتوا جي عهدي تي به رهندا آيا آهن. انهن مان کهڙن جي مخدومن جو خاندان مشهور آهي. اهو خاندان ڏهين صدي هجريءَ ۾ ديني تبليغ لاءِ سنڌ ۾ آيو. ان زماني کان وٺي ميرن جي زماني تائين قضا، فتوا ۽ تبليغ دين جا فرائض ادا ڪندا آيا آهن.

هن خاندان جي بزرگن ۽ سندن ديني خدمات جو مفصل ذڪر، فارسي ڪتاب ”تذڪره مخاديم کهڙا“ ۾ موجود آهي، جو مون وٽ به موجود آهي.

هن خاندان جي ڪتبخاني ۾ عجيب غريب ڪتاب هوندا هئا. هن ڪتبخاني ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جي رسالي جو عربي زبان ۾ شرح به موجود هو. ان طرح مخدوم عبدالخالق جو بياض ’معدن المسائل‘ فقه، حديث، تفسير، تصوف، اخلاق وغيره تي ڪافي ۽ شافي، تحقيقي مجموعو آهي.

ان سلسلي جو ٻيو مشهور ڪتاب ”منتخب الجامع الصغير“ نالي فن حديث ۾ موجود آهي. مخدوم عبدالخالق رحه جو فرزند مخدوم محمد عاقل به هڪ جيد عالم ۽ بينظير مؤرخ هو. سندس تصنيفات فارسيءَ ۾ آهي. فقط هڪ ڪتاب ”معدن اسرارالمسائل“ سو عربيءَ ۾ آهي، جنهن ۾ فقه ۽ حديث جا مسائل نهايت وضاحت سان بيان ڪيا اٿس.

مخدوم محمد عثمان ڏيپري وارو. هيءُ بزرگ، حضرت سعد بن وقاص رضي الله تعاليٰ عنه فاتح ايران جي اولاد مان هو. سنڌ جو مشهور مؤرخ ۽ شاعر، مير معصوم بکري سندس شاگرد هو.

مطلب ته تيرهين صدي هجريءَ تائين سنڌ ۾ وڏا وڏا عالم ۽ فاضل موجود هئا، جن جا ڪارناما اڄ تائين زنده ۽ نمايان رهندا اچن ٿا.

مولانا غلام صديق شهدادڪوٽي. علامه مولانا غلام صديق رحه. جهڙي مشهور اهل الله، عالم ۽ بزرگ کي هرڪو ڄاڻي سڃاڻي. سندس هڪ بياض ’جنگ‘ نالي ادبي ۽ ديني مسئلن ۾ عجيب محققانه چيز آهي.

# چوڏهين صديءَ جا سنڌي علماء

چوڏهين صديءَ جي شروع ۾ ٻه سنڌ ۾ ڪيئي يگانہ روزگار بزرگ ۽ عالم ٿي گذريا آهن، جن جا ڪتاب ۽ بياض اڄ ڪتبخانن جي زينت بنيل آهن. چوڏهين صديءَ جي بزرگن جا غير مطبوع بياض ۽ ڪتاب ٻہ ايترا ٿيندا، جو هڪ مستقل ڪتبخانو قائم ٿي سگهي ٿو. انهن ڪتابن جي اشاعت سان هوند، هن دؤر ۾ پيدا ٿيل ڪيترن علمي ۽ ديني مونجهارن جو سد باب ٿي وڃي. الله ڪنهن کي توفيق ڏئي تہ پوءِ هيءَ خدمت علمي دنيا ۾ امر ۽ جاودان رهندي.

میر علي‌نواز علوي. هي فاضل و يگانہ بزرگ، علوي خاندان جو مشهور حڪيم ۽ شاعر، عربي زبان جو ماهر ۽ فاضل ٻہ چوڏهين صديءَ جي شروع ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. سندس ڪتبخاني ۾ بيش بها علمي، ۽ ادبي، ديني ۽ تاريخي ذخيرو رهندو آيو آهي. اڄ اهو ڪتبخانو ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ آهي. سندس مشهور ڪتابن ۾ 'ڪليات علوي' آهي. ان ڪان سواءِ، "الصارم المسلول، علیٰ منڪر علم غيب الرسول" هڪ علمي يادگار آهي. "ڪليات علوي" سندس زندگيءَ ۾ ڇپيو هو.

ٽنڊي سائينداد جا بزرگ. سرهندي بزرگن جي تصنيفات و تاليفات جو پايو ٻہ بلند آهي. سيني بزرگن جي ديني تصنيفات، تفسير، حديث، تصوف ۽ فقه تي مشتمل آهي، ان ڪان سواءِ، اڪثر بزرگ شعر و شاعريءَ سان ٻہ شغف رکن ٿا. خواجہ عبدالرحمان جان سرهندي ڪان وٺي حضرت خواجہ حسن جان سرهندي رحہ تائين سڀ صاحب تصنيف آهن. حضرت خواجہ حسن جان سرهندي جا ڪتاب، 'طريقة النجات'، 'اصول اربع' (فارسي) ۽ 'تصحيح العقائد' مشهور ڪتاب آهن، جن جو اردو ترجمو خواجہ هاشم جان سرهندي جي ڪوشش سان شايع ٿيو آهي. انهن بزرگن جو ڪتبخانو ٻہ ديني ۽ تاريخي ڪتابن تي مشتمل آهي. ان سلسلي ۾ 'مخطوطات' جو ٻہ وڏو ذخيرو سندن ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

علامہ عبدالغفور همايوني. نهايت بي‌انصافي ٿيندي جيڪڏهن هتي علامہ عبدالغفور همايوني رحہ جو ذڪر خير نہ ڪجي. هيءُ ئي بزرگ آهي، جنهن کي جيڪڏهن "خاتم المتاخرين" چئجي تہ بجا آهي. هن بزرگ جا ٻہ علمي يادگار اسان جي هٿن ۾ آهن. هڪ "فتاواي همايوني"، جا سندن حياتيءَ ۾ مولانا محمد قاسم صاحب ڳڙهي ياسينويءَ، ڇپرائي شايع ڪئي، جا گهڻو ڪري فارسيءَ ۾ آهي. ان طرح سندن ٻيا ڪيترا ديني رسالا ۽ مضمون نهايت فصيح عربيءَ ۾ آهن. سندن ٻيو يادگار آهي، "الدرالمنشور في رد منڪري الاستمداد باصحاب القبور". انهن ڪان سواءِ، سندن 'بياض' ٻہ آهي، جو فقه جي مسئلن تي مشتمل آهي. ٻيو تہ پاڻ وڏا شاعر پڻ هئا. معلوم ٿيو آهي تہ سندن "ديوان مفتون" سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪري رهيو آهي، سندن تخلص "مفتون" هو.

في الحال انهن بزرگن جي ذڪر خير تي اڪتفا ڪريون ٿا. اميد تہ ٻيءَ صحبت ۾ ٻين بزرگن جو ذڪر ڪيو ويندو. انشاءالله تعالیٰ

نواب جان علي خان لغاري

# بلوچ قوم ۽ ان جي تاريخ جو سوال

[نوٽ: هي مضمون بلوچ قوم جي تاريخ متعلق چند تنقيدي حقيقتن تي مشتمل آهي. بلوچ ڪير آهن؟ ڪٿان آيا؟ سندن حسب نسب ڪهڙو آهي ۽ ڪڏهن آيا؟ ڪٿي ڪٿي رهيا؟ منجهن ڪهڙا پاڙا ۽ قبيلا اچي وڃن ٿا؟ سندن زوال جا ڪهڙا اسباب آهن؟ تاريخ ۽ تهذيب، ادب ۽ شاعريءَ ۾ سندن ڪهڙا شاهڪار موجود آهن؟ اهي ۽ اهڙا ٻيا ڪيئي سوال پيدا ٿين ٿا، جن جو جواب محققن ۽ عالمن کي، محققاڻي انداز ۾ صحيح سنڌن سان ڏيڻو آهي.

ان سلسلي ۾ مغربي محققن ۽ ملڪي مؤرخن جي وچ ۾ اختلاف آهي. ڪي بلوچن کي سامي النسل سڏين ٿا ۽ ڪي ترڪي-ايراني نسل مان- ڪي ته مورڳو آريه نسل مان بيان ڪري چڪا آهن. مشهور انگريز محقق برنيئر، ’بلوچ، افغان ۽ ازبڪ‘ ٽنهي پاڙن کي بني اسرائيل مان شمار ڪري ٿو. ان سان افغان محقق متفق الخيال ٿي چوي ٿو ته بيشڪ افغان، بلوچ ۽ ازبڪ سميت ابن جريم، جو اولاد آهن، ۽ اهو قبطي نسل، جو خود مصر جي فرعونن جي خاندان مان هو! ان سلسلي ۾ ٻئي محقق ڊيمس، وري افغان، بلوچ ۽ براهوئي قومن کي ترڪي-ايراني نسل مان ثابت ڪيو آهي.

بلوچ روايتن ۾ ڪي چون ٿا ته بلوچ حضرت حمزه (نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي چاچي) جو اولاد آهن، ۽ هڪ پريءَ مان پيدا ٿيل آهن، جنهن سان حضرت حمزه شادي ڪئي هئي، ۽ ڪي بلوچ روايتون آهن ته هو ’حمزه‘ جي اولاد مان آهن. مؤرخ ابن اسحاق ۽ ابن خلدون، بلوچن جي شجري کي حضرت سام ابن نوح عليه السلام تائين پهچائين ٿا، ۽ ڪي يافث بن نوح جو نالو به آڻين ٿا. بهرحال، هي مسئلو اڃا به تحقيق طلب آهي. ان کان سواءِ، ڪي محقق بلوچ ادب کان انڪار ڪن ٿا، ته ڪي ساراهه ڪن ٿا. ڪي بلوچ قوم جي بهادريءَ ۽ جنگي ڪارنامن کي ساراهين ٿا، ته ڪي انهن جي معاشي بدحالي، پيرپرستي، انتشار ۽ گوشه نشينيءَ تي حيران آهن. تاريخ ۾ جتي بابر، همايون، تيمور، نادر شاهه ۽ احمد شاهه سان سندن تعلقات رهيا، اتي ايران جي بادشاهن سان گڏ، خود حضرت علي عليه السلام ۽ حسين عليه السلام سان به سندن رفاقت هئي- ان طرح سنڌ ۾ ميرن ۽ ڪلهوڙن جو دؤر بلوچن جي ذڪر سان ممتاز آهي. نواب جان علي خان لغاري، هن مضمون ۾ موافق ۽ مخالف رايا گڏ ڪري، ان موضوع تي اڳتي لاءِ سنڌ جي محققن کي دعوت ڏني آهي.
-غ. م. گ]

بلوچ قوم، پنهنجي تهذيبي ۽ تمدني خصوصيتن جي لحاظ سان، نهايت شاندار ۽ انفرادي مقام رکي ٿي. مگر افسوس اهو آهي ته هن قوم جي تاريخي حيثيت ۽ تهذيبي خصوصيت متعلق محققاڻو ۽ مستند، مؤرخاڻو ۽ علمي ڇنڊ ڇاڻ جي اڻاٺ آهي. هن سلسلي ۾ ڪيئي مختلف ۽ متضاد رايا ۽ فيصلا موجود آهن، جن کي پڙهڻ سان ڪوبه علمي نتيجو نٿو ڪڍي سگهجي. ڪن ناقدن چيو آهي: ”بلوچ قوم، دنيا جي ٻين پسمانده قومن کان وڌيڪ خوشقسمت آهي، ڇالاءِ جو ان قوم جي ڪابه قومي تاريخ آهي ئي ڪانه. نه ان قوم وٽ پنهنجي شڪست جون روايتون محفوظ آهن، نڪو ڪين تاريخي دؤر جي دربدريءَ جا داستان ياد آهن، جن کي ياد ڪري هوند منجهن غم جو احساس پيدا ٿئي، يا شڪست خوردگيءَ کان ندامت اچي. ان طرح سندن شاندار روايتن جو دفتر به منتشر آهي. اڃ تائين ڪوبه محقق پيدا نه ٿيو آهي، جنهن هن شجاع ۽ دلير، بهادر ۽ غيور قوم جي مستند ۽ معتبر تاريخ لکي هجي. البت تازي دؤر ۾ چند ڪتاب سو لکيل آهن، جن جا ليکڪ، انگريز، هندو ۽ مسلمان آهن. اڄ انهن جي تاليفات کي به غنيمت سمجهيو وڃي ٿو، ۽ اهي چند ڪتاب ئي آهن، جن جي روشنيءَ ۾ بلوچ قوم، فخر محسوس ڪري ٿي.—“ هي آهي تاريخي حيثيت تي تنقيد.

هڪ نقاد چوي ٿو ته: ”بلوچ، ڪير آهن؟ ان قوم جا وڏا ڪير هئا! ڪٿان آيا؟ ڇو آيا؟ ۽ ڪڏهن آيا؟ اهي گجرات، ڪاٺياواڙ، سنڌ، پنجاب، بلوچستان، سرحد، هرات، قندار، سيستان ۽ بندي بندر عباس تائين پکڙيل آهن، پر اهو پتو لڳو پوي ته ايتري وسيع ايراضيءَ ۾ سندن پکڙجي وڃڻ جا اسباب ڪهڙا آهن؟ اهي ڪهڙا تاريخي واقعات آهن، جي بلوچ قوم جي پس منظر ۾ اچا تائين ڏٻيل آهن ۽ جن تي ڪابه تاريخي روشني نه وڌي وئي آهي.“

ان جي جواب ۾ هڪ نقاد جي راءِ آهي: ”اصل ۾ هي آهن اهي سوال ۽ مطالبا، جن جا مستند ۽ مدلل جواب نه ته ڪنهن پراڻي تاريخ مان ملي سگهيا آهن، نه ڪنهن سفرنامي ۾ موجود آهن، نه ڪنهن جنگنامي ۾ محفوظ آهن، ۽ نه ڪو ڪنهن پراڻي مذهبي ڪتاب ۾ آهن. هوڙني اعتبار جوڳا ۽ علمي ذريعا هن مسئلي ۾ خاموش آهن.“

باوجود ان جي، هت بلوچ قوم جي تاريخي حيثيت متعلق جو ڪجهه به مؤرخن ۽ ناقدن جي علمي ذخيري مان معلوم ٿي سگهيو آهي، اهو پيش ڪريان ٿو. ان سان گڏ، هن دؤر جي مؤرخن، عالمن ۽ محققن کي پڻ دعوت فڪر ٿو ڏيان، ته هو به هن تاريخي مسئلي تي پنهنجي ذاتي مطالعي مان ڪجهه پيش ڪن، جيئن بلوچ قوم جي حقيقي ۽ تاريخي حيثيت متعلق ڪا صحيح لموني ۾ راءِ قائم ڪري سگهجي. اهو واضح ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان، ته هن مضمون جو مواد انگريز مؤرخن سان گڏ، ڪن مشهور يورپي محققن جي ڇنڊ ڇاڻ جو مرهون منت آهي. ان کان سواءِ، مغربي پاڪستان جي مختلف ضلعن جا گزيٽيئر ۽ پنجاب جي اميرن ۽ سردارن جي تاريخ جا ڪجهه علمي ڪتاب پڻ اڳيان آهن. ڪتابن جي سلسلي ۾، ’گلاسري آف ٽرائبز‘،

مصنف روز صاحب، 'امپريل گزيٽئر'، 'تاريخ بلوچستان'، مصنف راءِ صاحب هيتورام، ۽ 'تاريخ بلوچستان'، مصنف سردار غلام رسول خان قرائي، 'بلوچستان جي مختصر تاريخ'، مولاني شيدائي، وغيره ڪتابن تان پڻ ڪافي مدد ورتي ويئي آهي. ٻيو ته بلوچن جو مختصر احوال ڪجهه فردوسيءَ جي شاهنامي ۾ پڻ آيل آهي، جو هن سلسلي ۾ جهوني ۾ جهوني رزميه ۽ شاعرانه شاهڪار ته چئي سگهجي ٿو، پر ان کي تاريخي ۽ تحقيقي ماخذ بنائي نٿو سگهجي. ان کان پوءِ اج تائين جو ڪجهه به تاريخي ذخيرو پيدا ٿيو آهي، ارمان آهي جو اهو بلوچن جي ذڪر کان گهڻو ٽئو خالي ٿو نظر اچي.

مٿيان چند ڪتاب، به پنجاهه-سٺ سالن جا لکيل آهن، ڪي پراڻا ڪين آهن. تاهم انهن کي غنيمت سمجهڻ گهرجي. خدا ڪري ته ڪو محقق ۽ مؤرخ پيدا ٿئي، جو هن مسئلي تي تحقيق مزيد ڪري، ۽ فاضلانه نقط نظر سان هن بحث کي نباهي سگهي.

## بلوچن جا ابا ڏاڏا:

گذريل سؤ ڪن سالن اندر، جو ڪجهه به تاريخي طور لکيو ويو آهي، ان ۾ چيو ويو آهي ته بلوچ قوم، اصل ۽ نسل جي حيثيت سان، 'ترڪي-ايراني' نسل سان واسطو ٿي رکي. مؤرخن جو اهو گروهه، ان مسئلي تي به اصرار ڪري چڪو آهي ته نه فقط بلوچ، پر افغان ۽ بروهي به ترڪي نسل جا آهن. پر بلوچن ۾ انهن قومن کان وڌيڪ ترڪي اثرات موجود آهن. ڪن محققن ته مورڳو ڪن قبيلن جي مورث اعليٰ جا نالا به ڏنا آهن. اهي چون ٿا ته 'بلو'، 'افغانه' ۽ 'ازبڪ' نالي، ٽيئي ڀاڻ ۾ سڳا ڀائر هئا، جي ترتيبوار بلوچ، افغان ۽ ازبڪ قومن جا جدامجد ۽ مورث اعليٰ آهن.

مشهور انگريز محقق برليٽر جو خيال آهي ته اهي مٿيان قبيلا، 'بني اسرائيل' آهن. سندس تحقيق آهي ته افغان قوم پنهنجي طرز معاشرت ۽ خط وخال جي حيثيت سان، بني اسرائيل سان تمام گهڻو ٿي ميل رکي. ڳالهه اها آهي ته 'افغانه' پنهنجن ٻن ڀائرن 'بلو ۽ ازبڪ' وانگر بني اسرائيل کان ڪتجي، بلوچستان، افغانستان ۽ ترڪستان ۾ اچي آباد ٿيا. ان طرح افغان مؤرخ پڻ ان حقيقت تي متفق الخيال آهن ته 'افغانه' پنهنجن ٻن ڀائرن سميت، ابن جريميه جو اولاد آهن، جو بني اسرائيل قبيلي مان هو. جنهن کي بخت لصر جي حڪم تي ملڪ بدر ڪيو ويو هو، ۽ جو هلندي هلندي اچي موجوده علائقن ۾ آباد ٿيو هو. ان طرح اهي محقق اهو به لکن ٿا ته ابن جريميه، 'قبطي' خاندان مان هو. پر خاص طرح سان دلچسپيءَ جي ڳالهه اها ٿا لکن ته قبطي خاندان مان به هو مصر جي حاڪم 'فرعونن' جي اولاد سان واسطو رکي ٿو. بهرحال، مؤرخن ان نسل واري تند کي اينگهائي، بني اسرائيل ۽ قبطي کان هلندي، خود مصر جي فرعون خاندان سان وڃي ملايو آهي. والله اعلم.

ڪن محققن جي تحقيق مان خيال ٿو پيدا ٿئي ته اهو به ممڪن آهي ته 'افغانه' پنهنجي والد جي موت کان پوءِ، پنهنجن ڀائرن سميت، مصر جي مشهور 'سامري' قوم وانگر پڇي،

سيستان ۽ ڪيچ ۔ڪران جي علائقن ڪي لتاڙي، متان وچ ايشيا ۾ اچي آباد ٿيا هجن. بهرحال، تاريخ ان مسئلي ۾ به مبهم بيانن تي مشتمل آهي.

يورپين مؤرخن جي تاليفات ۾ به بلوچن جي اصل نسل متعلق ڪافي اختلاف موجود آهي. هڪ انگريز مؤرخ جو خيال آهي ته 'بلوچ'، نسلي طرح سان 'ترڪمان' نسل سان واسطو ٿا رکن. ٻيو انگريز محقق ان جي برعڪس، بلوچن جو تعلق، 'عرب' نسل سان ٿو ڳنڍي. انهن ٻنهي سان اختلاف ڪندي، مسٽر بيلو (Belo) جو خيال آهي ته بلوچن جو اصل نسل 'راجپوت' قوم سان تعلق ٿو رکي. اهي خاندان پوءِ جا مسلمان ٿيل آهن. هي محقق گويا، بلوچن جو اصل نسل 'سامي النسل' مان ڇني 'آريہ نسل' سان ٿو ملائي. ان خيال جي تائيد ڪندي، هڪ سنسڪرت جي وڏي عالم ۽ پنڊت جي تحقيق آهي ته لفظ بلوچ جو تعلق سنسڪرت ٻوليءَ سان آهي: 'بل'، معنيٰ ٻل ۽ قوت، 'اُچ' ۽ 'اوچ' معنيٰ اعليٰ، يعني طاقتور ۽ شهزور.

انهن سڀني محققن جي مقابلي ۾، برٽن ۽ لاسن، وري بلوچن جي وڏي تعداد کي ايراني نسل سان وابسته ٿا بيان ڪن. ان سلسلي ۾ مسٽر ڊيمز، پڻ انهن ٻنهي مؤرخن سان اتفاق ڏيکاريو آهي. سندس تحقيق آهي ته بلوچ، ايراني 'سطح مرتفع' (مٿاهين آبادي) ڪان هيٺ لٿا آهن. اهو حصو ايران جي اتر-اولهہ حصي ۾ موجود هو. مسٽر ڊيمز اڳتي هلي چوي ٿو ته، "بلوچن جو سڀ کان اول ذڪر اچ ڪان لڳ سؤ سال اڳ، يعني چوٿين صدي هجريءَ ۽ ڏهين صدي عيسويءَ ۾ نظر اچي ٿو."

"شاهنامہ" فردوسيءَ ۾ به بلوچن جو ذڪر موجود آهي. 'بلوچ' ايراني فوجن ۾ ڀرتي ٿيل هئا، ۽ جنگ لاءِ هروقت تيار رهندا هئا. ايران جي تاريخ شاهد آهي ته نوشيروان جي زماني ۾ جن مشهور قومن 'گيلان ۽ ديلم' ملڪ ۾ بغاوت شروع ڪئي هئي، تن سان بلوچ به شريڪ هئا. انهن قومن جي خلاف 'نوشيروان' سخت تاديبي ڪارروائي ڪئي هئي. تاريخي طرح سان اها حقيقت ثابت ٿيل آهي ته 'گيلان ۽ ديلم' قبيلا آذربائجان جي موجوده صوبي ۾ رهندا هئا.

ڪن محققن جي راءِ آهي ته انهن ڏينهن ۾ ڪيسپين سمنڊ جي آسپاس 'بلوچ' به آباد هئا. انهن ڪجهه وقت کان پوءِ اتانهون هجرت ڪري بندرعباس، سيستان، بلوچستان، گجرات، ڪاٺياواڙ، سنڌ، پنجاب ۽ سرحد تائين اچي پٽ وسايا ۽ رهائش اختيار ڪئي.

مسعودي مؤرخ جو چوڻ آهي ته "ڏهين صدي عيسويءَ ۾، بلوچ، 'ڪرمان' علائقي تي قابض هئا." ان طرح لارڊ ڪرزن، اڳين وائسراءِ هند پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته "بلوچ خراسان ۾ به آباد هئا."

## بلوچ مورخن جا رايا:

اسان مٿي يورپي ۽ ايشيائي مؤرخن جي راءِ بيان ڪري چڪا آهيون. پر انهن جي قياس آرائي ڪيتريقدر حقيقت تي مبني آهي، ان کي سمجهڻ لاءِ خود بلوچ مؤرخن جي راين کي به ڏسڻ گهرجي.

اڪثر عام ۽ ساده لوح بلوچن بلوچن جو چوڻ آهي تہ ”بلوچ امير حمزه جو اولاد آهن. حضرت حمزه هڪ پَريءَ سان شادي ڪئي هئي، ان جي پيٽان بلوچ پيدا ٿيا.“ حالانڪ اهو امير حمزه ڪو داستان امير حمزي وارو خيالي ڪردار نہ آهي. اهو بزرگ، پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جو چاچو بزرگ آهي، جنهن سڳوري جي سوانح ۽ سيرت جا ماخذات بلڪل مستند نموني ۾ موجود آهن. باوجود ان جي، نڪو پريءَ سان شاديءَ جو افسانو ٿو ملي، نڪو حقيقي طور سندس پيدا ٿيل اولاد جو ڪٿي ذڪر موجود آهي. ان حقيقت کان واقف هوندي بہ ڪن محققن جي وري اها راءِ پيدا ٿي تہ هجي نہ هجي، بلوچ آهن امير حمزه جهڙي شهيد، شجاع، غيور، مجاهد، غازيءَ ۽ نبي ڪريم صي الله عليہ وسلم جي چاچي سڳوري جو اولاد.

بلوچ مؤرخن جي اها بہ راءِ آهي تہ حضرت علي ڪرم الله وجهه جي لشڪر جا مودي ۽ سامان رسد جا سپلائينڊر پڻ بلوچ هئا. تاريخن ’صفين‘ جي لڙاين ۾ ’بلوچن‘ متعلق ان حقيقت جي تصديق ڪئي آهي. ان طرح اهو بہ بلوچ مؤرخ لکن ٿا تہ ”بلوچ قوم ڪربلا جي واقعي تائين عرب جي مختلف هنڌن تي آباد هئي. حتاڪ ڪربلا ۾ بلوچن امام حسين عليہ السلام جي طرفداري ڪندي، يزيد جي لشڪر سان مقابلو بہ ڪيو هو. امام حسين عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ، يزيد جي مطلق العنان حڪومت پڻ مٿن جوابي ڪاروائي شروع ڪئي هئي، جنهن جي نتيجي ۾ عرب ۽ عراق جي سرحد ٽپي، اچي سيستان ۾ آباد ٿيا، ۽ ان کان پوءِ، آهستي آهستي ڪيچ مڪران جي علائقن تائين رڙهي اچي آباد ٿيا.“

بهرحال، بلوچ مؤرخن جي روايتن ۽ انگريز محققن جي تحقيقي راءِ ۾ ڏاڍو اختلاف ٿو نظر اچي. انگريزن ۽ ٻين يورپي محققن جي تحقيق ۽ قياس جو بنياد هڪ هزار سال اڳ جي زماني تائين آهي. ٻئي طرف الهن جي مقابلي ۾ بلوچستان جي نسبنامن جون ڪڙيون چوڏهن سؤ سالن تائين پهچن ٿيون. ان کان سواءِ، بلوچن جي هجرت جي تاريخ کي بہ تيرهن سؤ سال مٿس گذريا آهن.

بهرحال، اسان ڪٿي ٿوري وقت لاءِ ان مفروضي ۽ قياس آرائيءَ کي مڃون، تہ بلوچن جا ڪي گهراڻا، بغداد ۽ بصري کان، بندرعباس تائين پهچندي، سيستان ۾ آباد ٿيا، ۽ ڪي قبيلا بغداد کان سڌا طهران ۽ آذربائجان جي آسپاس اچي آباد ٿيا، تہ بہ ڇئي سگهجي ٿو. بلوچن جي سيستان ۾ آباد ٿيڻ کان پوءِ، يا تہ سندن اولاد ايراني لشڪر ۾ شرڪت اختيار ڪئي

هجي ۽ ان فوجي خدمت جي صلي ۾ سلسلي ۾ کين کي انعام اڪرام ۽ جاگيرون مليون هجن، ۽ پوءِ آذربائيجان جي آسپاس آباد ٿي ويا هجن، ته به قرين قياس آهي.

ان طرح بلوچ، پنهنجي نسبنامي کي 'اهل عرب' سان ملائيندي، اهو ثبوت به پيش ٿا ڪن ته حلبي زبان ۾ 'بلوچ' جي معنيٰ آهي - 'صحرا نشين'، جن جو بادية پيمائيءَ سان ڪم هجي. ان سلسلي ۾ اهو به چيو ٿو وڃي ته 'حلب' جي پرسان هڪ پهاڙي ۽ هڪ ندي موجود آهي، جنهي جا نالا 'بلوچ' آهن. جڏهن ته بلوچ قوم ايامن ڪان 'حَلَب' جي آسپاس به آباد رهندي آئي آهي، ان ڪري ائين به چئي سگهجي ٿو ته ان نسبت سان هن قوم کي ٻي 'بلوچ' سڏيو ويو. باقي رهيو اهو سوال ته نديءَ ۽ پهاڙيءَ جو نالو بلوچ ڪڏهن پيو؟ ۽ ڪيئن پيو؟ ان ڪان تاريخ خاموش آهي. اگر اهو مڃجي ته قوم جي نسبت سان نديءَ ۽ پهاڙيءَ جو نالو بلوچ پيو آهي ته پوءِ بلوچ جو وجهه تسميه انهن ڪان به اڳاٽي دؤر ۾ تسليم ڪرڻو پوندو، ۽ ان سلسلي ۾ اهي هنڌ ۽ ساڪ، بستيون ۽ خيابان جهاڳڻا پوندا، جن جا وسيع ميدان، بلوچ قافلن جي آئن ۽ پيادن جي نشانن جو آماجگاهه رهيا آهن.

پر جي ائين تسليم ڪبو ته نديءَ ۽ پهاڙيءَ جو نالو، قوم ڪان اڳ جو آهي، ته پوءِ ان مسئلي جي به تاريخ ۽ اثريات جي روشنيءَ ۾ ڇنڊڇاڻ ڪرڻي پوندي، ته اهو نالو پهاڙيءَ ۽ نديءَ تي ڪيئن پيو؟ ۽ ڪڏهن پيو؟

دلچسپ ڳالهه اها آهي ته انهن پنهي حقيقتن جي تفصيل ۽ وضاحت ڪان تاريخ جو دفتر خاموش آهي. رڳو بلوچن جي جدامجد ۽ سلسلءِ نسب جي اها تاريخ جا صدين ڪان وٺي، سينه بسينه روايت تي هلندي آئي آهي ۽ هڪ ڪان ٻئي کي پهتي، ٻئي ڪان ٽئين وٽ آئي. ان طرح سان بلوچ پنهنجن وڏن جي حال احوال کي مقدس روايت وانگر حفظ ڪندا آيا آهن، جن جو بنياد روايت ۽ داستان تي آهي، باقي تاريخ جي تحقيق اڃا تشنه تڪميل آهي. خدا ڪري ته ڪي محقق پيدا ٿين ۽ هن ڦوري کي ڦولهين.

## بلوچن جو زوال:

اها ته تاريخي حقيقت آهي ته بلوچ قوم، روءِ زمين جي چڱيري حصي تي اياڻن ڪان ئي، ته به چوڏهن - پندرهن صدين ڪان آباد رهندي آئي آهي. بندر عباس ڪان سومناٿ تائين ۽ ڪراچيءَ ڪان قندار تائين؛ ديري غازي خان ڪان ديري اسماعيل تائين، ۽ بلوچستان ڪان وبندي سنڌ تائين آباد آهي. ان قوم جي ڪن قبيلن حڪومت به ڪئي آهي، وزارتون به ماڻيون آهن، منجهن مجاهدن ۽ سالارن جو به وڏو انداز رهندو آيو آهي، مغلن جي دؤر ڪان وٺي، انگريزن جي زماني تائين، بلوچن جي شجاعت جا ڪارناما موجود آهن. هر سوال ٿو اٿي ته ايشيا جي ٽن سلطنتن ۾ آباد هوندي به اها قوم اڄ تائين ڇو پسمانده رهندي آئي آهي؟ ڇو زندگيءَ جي عملي مسئلن ڪان اڃا بيشعور آهي؟ ڇو اڃا تائين اقتصادي توڙي سماجي طرح سان

دنيا جي ٻين قومن جي مقابلي ۾ اچا پوئتي آهي؟ آخر اهي ڪهڙا سماجي اسباب ٿي سگهن ٿا، جن هن قوم کي شجاعت جي هوندي به عملي زندگيءَ کان ڏڪي ڌار ڪري ڇڏيو آهي؟ ائين ته نه آهي ته بلوچن جي قومي تاريخ، اڃا تائين تاريڪين ۾ آهي. ان ڪري، منجهن قومي ولولي جو پيدا ٿيڻ چڻ ته ناممڪن ٿي چڪو آهي. بلوچن وٽ، پنهنجي آباء و اجداد جي ڪارنامن جي ڪا مستند تحرير موجود نه آهي، جنهن مان سندن شاندار ماضيءَ جو ڪو اعتماد جوڳو رڪارڊ بنجي سگهي! اگر سچ پچ ائين آهي ته پوءِ اها هڪ وڏي تاريخي ٽريجڊي چئبي. پر جي وچان ڪي اسباب ٿي پيا آهن ته پوءِ، هن قوم جي اصلاح خاطر، عالمن ۽ مؤرخن کي گهرجي ته ان تي غور ڪن.

## موجوده حالت:

بلوچ قوم، گهٽ ۾ گهٽ هزار سوا ورهين کان، مختلف ملڪن ۽ هنڌن تي ڏڪبي ۽ ٿيلهبي رهي آهي. هڪ ملڪ مان ڪين ڪڍيو ويو ته وڃي ٻئي هنڌ وڃ وسايائون، اتان ڪين هڪاليو ويو ته وڃي ٽئين ديس ۾ ديرا ڄمايائون، اڃا اتي ساهه مَس پٽيائون ته اتان به ڪين خارج‌البلد ڪيو ويو ته وڃي ڏيهان ڏور خيما کوڙيائون. اهو ته ظاهر آهي ته مسلسل باديہ نشينيءَ ۽ صحرانورديءَ جي ڪري، ان قوم ۾ نڪا تاريخداني جي چاڻ آئي، نڪا تاريخ خوانيءَ جو منجهن شعور پيدا ٿيو. قومن جي ڪمال ۽ زوال جا اسباب، معاشرتي ۽ سماجي پستيءَ جا واقعا ۽ حادثا، تعليمي ۽ تهذيبي تنزل جا محرّڪات، هڪ دربدر ۽ خاڪبسر قوم ۾ آخر ڪٿان پيدا ٿين. جنهن قوم کي ڪٿي آباد ٿيڻ ئي نه ٿي ڏنو ويو آهي، اها قوم تهذيب ۽ ادب، علم ۽ ايجاد جي ميدان ۾ ڇا ٿي ڪري سگهي؟ نوان حادثا، نوان افڪار، نوان نظريا، نيون ايجادون، علم ۽ سائنس جي دنيا ۾ ترقيءَ جي رفتار جون نيون سرگرميون، اها قوم ڪيئن ٿي ڄاڻي سگهي؛ جنهن ۾ نڪو اسڪول نڪو ڪاليج، نڪا درسگاهه نڪا يونيورسٽي؟ جنهن قوم ۾ اٽي ۾ لوڻ جيترا پڙهيل مَس هجن، اها قوم دنيا جي زنده ۽ ترقي پذير قومن ۾ ڪيئن ٿي شمار ٿي سگهي؟ انهن ۾ علم ۽ ادب، تهذيب ۽ ثقافت، تمدن ۽ علميت آخر اچن سو ڪٿان اچن!

ايامن جي پيچ-ڌاهه، وٺ-پڪڙ، لڏ-پلاڻ، شڪست ۽ ريخت، باهمي اختلاف ۽ جدال، هن قوم ۾ شجاعت ۽ دفاعي حوصلي جا جوهر ته پيدا ڪيا آهن، پر، هڪ مثالي ۽ زنده قوم وانگر، هن جديد دور جي شهريت ۽ سماجي تقاضا موجب زندگي بنائڻ جو سليقو منجهن اڃا نه پيدا ٿيو آهي. اهو ئي ڪارڻ آهي، جو انهن جي شجاعت جا ڪارناما، بهادريءَ جون روايتون، تمدني آثار، ثقافت جا مظاهر، شعر و شاعريءَ جا دفتر، سڀ هن دور جي زنده تقاضائن جي روشنيءَ ۾، ڪيفيت توڙي ڪميت جي لحاظ سان نڪو ذڪر جي قابل ڇپيا وڃن ٿا،

نکو فخر ڪرڻ جهڙا رهيا آهن. علم ۽ فضل مفقود، صنعت ۽ حرفت کان دوري ۽ ٻني ٻاري کان غفلت، تجارت ۽ ڏنڌي ڌاڙيءَ کان بيزاري اڄ عام جام آهي.

'بلوچن' جي 'رزميه ۽ بزميه' ڪارنامن جي سهيڙڻ ۽ پرکڻ، پڙهڻ ۽ پرجهڻ کان پوءِ به محقق انهن ٿا فرمائين ته:

"بلوچن ۾ نڪا آهي ولولهِ انگيز شعر و شاعري، نڪو سندن روايات ۾ آهي زندگي ۽ زنده دلي؛ نڪو آهي منجهن تهذيبي شعور ۽ تمدني ڪردار، نڪو آهي منجهن علم ۽ ادب لاءِ چاهه ۽ اتساهه؛ نڪو آهي سندن شجاعت جو دفتر، نڪو آهي وٽن شهريت پسنديءَ جي سَنَد؛ نڪو آهي سندن علمي ٻولي، نڪو آهي وٽن ڇاپخانو؛ نڪو آهي ادبي ڪتابن جو ذخيرو. منجهن پراڻي دؤر جا هڪ درجن شاعر به نه ملندا، جن جو ڪلام سهيڙيل ۽ سنواريل هجي. نه وٽن موسيقي-سندن راڳ آهي چڻ دٻي ۾ نڪريون! سندن ساز آهي دهل ۽ دنبورو، جنهن تي اياس جون پراڻيون ڏُنون ڪُٽيندا اچن. وٽن اگر 'ناچ' آهي ته پوءِ اهو به پراڻي قسم جو، اُن جي داڦوڙن وارو. نه سُر نه تارُ، دهلن تي پيا اُٺن وانگر آچلون ڏيندا. وڏ ۾ وڏ ڪنهن جي مرڻ تي سندرا ٻڌي دهلاريءَ کي چوڌاري ڦري پيهي پار ڪيلدا ۽ ٽپندا. جن پارن ۾ به نه هوندو رزميه داستان، ۽ نڪو هوندو نوتيءَ جي مدح ۾ سوانحي خاڪو، ۽ نڪو هوندو دلسوز مرثيه وارو رلڳ!

ممڪن آهي ته محقق جي مٿينءَ راءِ ۾ ڪجهه مبالغو نظر ايندو هجي، پر آهي سو سچ! اڄ به سنڌ ۽ پنجاب جي اولاهين سرحدن تي وڃي ڏسڻ گهرجي، سوين بلوچ قبيلا ملندا. پر منجهن نه علم ۽ فضل ملندو، نه تهذيب ۽ معاشرت! اها به هڪ مستثنيٰ چيز آهي، بلڪ هڪ اتفاقي حادثو آهي، جو سنڌ ۽ پنجاب، سرحد ۽ ديره جات ۾ ڪي لٽ سردار بلوچ خاندان سڌري پيا آهن، ۽ ڪي پڙهي پيا آهن. ڪي ڊاڪٽر، اديب، شاعر، عالم ۽ صاحب تاليف ٿي چڪا آهن، ڪي وزير ۽ امير به رهيا آهن، ته ڪي حاڪم ۽ قاضي به ٿيا آهن. باقي ڪثرت ۽ عوام جي حالت نهايت ڏک جهڙي آهي.

بلوچن جي مذهبي حالت متعلق جو ڪجهه به محقق لکي چڪا آهن، اهو به نهايت دلخراش آهي، لکن ٿا:

"بلوچن ۾ پير پرستي ۽ توهم پرستي عام جام آهي. قبرن کي چمندا، گهنڊ گهڙيال وڄائيندا، قبر جي پيراڌيءَ جي خاڪ کي 'شفا' سڏي، دوا ڪري کائيندا. قبر جي مٽي منهن تي مليندي ويرم نه ڪندا. قبر کي ٻاڪر ۾ جهلي اوڇنگارون ڏيئي روئيندا رهندا. قبر تي ڪو حلال جانور ڪُهي قرباني ڪندا. پارن جون جهنڊيون

وڏي اهتمام سان لهرائيندا. بيماريءَ جي علاج جي بدران، پوهن ۽ سُرنڊائي فقيرن
کان جهاڙون ۽ ڦيٿا رکائيندا. ’غيب‘ جي ڄاڻ وٺ هڙون ڦرائيندا. ڪو ساڪائي
سيّد ينجي، سرود ڳجيءَ ۾ وڄهي، ڪاري ڪتّي ٻهري، منڪن ۽ ڍارن سان اڇي
ڀڏاريو، تہ پوءِ ٻروچن جي ساري ڳوٺ کي ’تقدير‘ ٻڌائي، ڦُري، هڙ ڪوسي ڪري
موٽندو. نماز ۽ روزي کان اٿين ڀڄندا، جيئن ڪانءُ ڀڄي ڪمان کان! دين ۽ علم
کان ونءُ ويندا. اولاد حاصل ڪرڻ لاءِ سوين ميل سفر ڪري، وڃي اوليائن جون
زيارتون ڪندا. رسمي طور ڪا ڀڳل ڀڳل مسجد هولدي تہ ان ۾ ڏيئو بہ مَس
ٻرندي نظر ايندو. بهرحال، هيءَ قوم وَهم ۽ بدعت ۾ اهڙي تہ قابو آهي، جو ڪو
پيغمبر هجي جو ڪين ڇڏائي سگهي. باقي هن دؤر جي عالمن جي تبليغ منجهن ڪو
بہ اثر پيدا ڪري نٿي سگهي.“

هيءَ راءِ بہ آهي تہ نهايت تلخ ۽ مبالغي سان وابستہ، پر آهي سورهن آنا سچي،
چند پڙهيل خاندانن کان سواءِ، باقي عام بلوچ قبيلن جي سادہ دل ۽ اڻپڙهيلن جو اهو حال آهي.

ساڳين محققن، بلوچ آرٽ، عمارتسازي، مصوّريءَ ۽ سنگتراشيءَ جي ڳولا بہ ڪئي آهي.
سندن تحقيق جو نتيجو اجهو هي آهي. لکن ٿا:

”بلوچن ۾ پنهنجن بزرگن ۽ سالارن جي يادگار قائم ڪرڻ، عمارت بنائڻ، سنگتراشي
۽ مصوّري جو بہ ڪو پتو لہ پيو آهي. اهو چئہ تہ ازل کان وٽي منجهن جذبوئي
پيدا نہ ٿيو آهي. اوهان پن هزارن ميلن جي طول طويل همچورس علائقن کي
گهمي ڏسو، اوهان کي ڪٿي بہ ڪنهن خان يا سردار تي اڏيل يادگار عمارت نہ
ملندي. ڪو شجاعت جو يادگار نشان نہ ملندو. ڪا عاليشان مسجد نہ ملندي.
ڪنهن بلوچ درويش ۽ عالم تي، ڪو يادگار مقبرو نہ ملندو. وڌ ۾ وڌ
مير چاڪرخان ۽ مير نصيرمحمدخان جا يادگار، ڀڳل ٽٽل مسجدون ۽ قبرستان ڇپيا
وڃن ٿا، پر اهي بہ اڄ ڪنڊرات ۾ شمار ٿي رهيا آهن. انهن جا قبا، مقبرا، مسجدون
۽ ڪوٽ سڀ مسمار ٿي چڪا آهن. ديري غازي خان جي بلوچ سردارن ۾ لغاري ۽
مزاري ٻہ قومون آهن، جن وٽ علم ۽ حڪومت سان گڏ، هن دؤر ۾ عمارتسازيءَ
جو شوق وڌيو آهي، باقي ماضيءَ ۾ سو ڪجهہ بہ ڪين آهي.“

ٻين علائقن کي ڇڏي، رڳو سنڌ جي سرزمين کي ڏسجي ٿو تہ هت بہ صدين کان وٺي،
مختلف بلوچ قومون آباد رهيون آهن. هت ميرن جي حڪومت ۽ سرداري بہ ٻہ صديون
کن قائم رهي آهي. ميرن جي دؤر ۾، لغاري بلوچن جا ڪيترا قابلِ قدر افراد، وزير ٿي
چڪا آهن. انهن پنهي خاندانن جي حاڪمن ۽ وزيرن جا مقبرا ۽ قبا موجود آهن، پر اڄ انهن
جي خستہ حالت کي ڏسي، اعتبار ٿي نٿو اچي تہ هي ڪي بلوچ سردار سُتا پيا آهن. ٻيري

نہ وڃو، حيدرآباد ۾ ميرن جا قبا ۽ نواب ولي محمد خان لغاري (وزيراعظم سنڌ) جو مقبرو ڏسڻ گهرجي، جن جو ڪو بہ نگران ۽ پُرسان حال ڪين آهي. نواب ولي محمد خان وزيراعظم سنڌ جو عاليشان قبو ۽ مقبرو تہ ڪنهن ڏئو بہ نہ هوندو! اڄ اهو ڍهڻ جي قريب آهي. خير! اهو تہ سنڌ ۾ هڪ مستثنيٰ مسئلو آهي، ورنہ مجموعي حيثيت سان بلوچ قوم جو فن، عمارتسازي ۽ مصوري ڇڻ تہ آهي ئي ڪونہ!

## بلوچي روايات:

محققن، ايتري تنقيد ۽ قدح ڪان پوءِ، بلوچن جا ڪي گُڻ بہ ڳايا آهن. محقق اهو سو تسليم ٿا ڪن تہ بلوچ دلير ۽ غيور قوم آهي، ان جو هر فرد، هٿياربند رهندو آهي. قبائلي تفاخر تي جان ڏيندو. سامُ وٺندو تہ مرندي مري ويندو پر خالدان تي داغ هڻڻ نہ ڏيندو. خيانت نہ ڪندو. وعدو ڪندو تہ پاڙيندو. لياڻي سياڻيءَ جو آدرڀاءُ ڪندو. سيد ۽ پير فقير جي تعظيم ڪندو. مُلن مولوين جي عزت ڪندو. مظلوم جي پڪار تي ڪَن ڏيندو. جنگ جي ٻَچَ تي سر ڏيندو. هٿيار ۽ گهوڙي تي شوق هوندس. خريد ڪرڻ جي حيثيت نہ هوندس تہ بہ شراڪتي نموني ۾ بندوق، ترار، اٺ ۽ گهوڙو وٺندو.

بلوچن جي لباس لاءِ هڪ محقق لکي ٿو:

”شاندار ۽ قداور قوم آهي. غيور ۽ بهادر قوم آهي. سندن قد بُت ڪي ڏسي، سندن ذاتي وجاهت ڪان هرڪو متاثر ٿئي ٿو. هڪ بلوچ، ڏاڙهيءَ سان سونهي ٿو. هٿيار سان سونهي ٿو. سواريءَ سان سونهي ٿو. پڳ سان دل هوندس، اڇي چادر سان اُنس هوندس، وڏي سلوار، مٿان ڊگهو ڪوٽ ۽ صدري پهريندو. پهراڻ سندس قومي نشان هوندو. گوشت سان واهپو هوندس. ’مهمانوازي‘ بلوچ قوم جو شعار ۽ علامت آهي. پاڻ فاقي ۾ رهي، اٽو گڏ ڪندو، مهمان آيو تہ ان جي دل سان آجيان ڪندو. دنبو ذبح ڪندو، چيلو سِجي ڪري پچائي کارائيندو، لہ تہ بہ کير ۽ ڪِنل سان آدرڀاءُ ڪندو. مکڻ، ماکي، ڏڌ ۽ مَهيءَ سان نوازيندو. سائل ۽ مهمان کي در تان نہ موٽائيندو. پاڻ پيرن ۽ پيرُن تي وقت کائيندو، پر مهمان کي ضرور گوشت ۽ ماني کارائيندو. آئي وئي کان تفصيلوار ڏک سک پڇندو ۽ ٻہ-چار ڏينهن رهائيندو، پوءِ احوال پڇندو. تفصيل جي لاءِ اهڙي جو مهمان ڪڪ ٿي تڪجي پوندو. گهرٻار، ڳوٺ راڄ، واپار ۽ تجارت، اولاد ۽ مال، گهوڙن، اٺن، ٻڪرين ۽ رڍن ٻانئين، هرهڪ جو ڪولي ڪولي حال وٺندو. چاتل سچاتل، اورين پرين جي خبر لهندو. ڏيڻ تي ايندو تہ پوءِ سارو گهر ٻهاري ڏيئي ڇڏيندو.“

بيشڪ اهي ڳڻ، هڪ شاندار قوم جا قابل فخر چئي سگهجن ٿا. شڪر آهي جو بلوچن مان اهي ڳڻ اجا نہ ويا آهن. امير هجي يا غريب هجي، هر بلوچ ۾ اهي خوبيون اڄ بہ موجود آهن.

## بلوچي زبان ۽ ادب:

بلوچ آباديءَ جي مجموعي ۽ قومي زبان "بلوچي" آهي، جا اڄ بہ پوري ملڪ ۾ بلوچ عوام وٽ موجود آهي. البت بلوچن جا نوان نسل، مختلف صوبن ۾ پرورش حاصل ڪرڻ جي سببان پنجابي، پشتو، سرائڪي، ملتاني، سنڌي، مڪراني، براهوئي ٻوليون ئي ڳالهائين ٿا. تعليم يافتہ، انگريزي بہ ڄاڻن ٿا.

ناقدن جي راءِ آهي تہ بلوچي زبان ۾ لفظن جو دائرو بہ محدود آهي. اگر چئجي تہ هيءَ زبان، دنيا جي سڀ کان گهٽ سرمايہ الفاظ ٿي رکي، تہ بہ درست آهي. بلوچي لفظ نهايت سخت، ڪرخت، ثقيل ۽ مشڪل‌المخارج آهن. 'زور بيان' فقط صوتي اٿس، باقي معنوي گهٽ. نوان نوان لفظ، گهٽ ۾ گهٽ ٿا گهڙيا وڃن. ٻين علمي ٻولين جي لغت ۽ ادب کان استفادي حاصل ڪرڻ جو ڪو سوال ئي نٿو اچي. بلوچي زبان تي عربي ۽ فارسي زبانن جو وڏو اثر آهي، يا تہ ائين چئجي تہ انهن ٻولين جو مخلوط نمونو آهي تہ بجا آهي. ٻنهي زبانن جي لفظي پرمار حد ۽ حساب کان ٻاهر آهي. رسم‌الخط عربي اٿس. هن زبان جي علمي ۽ ادبي، تاريخي ۽ ديني ڪتابن کي اگر ڄاڪوڙ ۽ جدوجهد کان پوءِ جمع ڪبو تہ صدين جو سرمايو، هڪ سؤ ڪتاب بہ ڪين ٿيندا. بہ-ٽي درجن، غلط‌سلط ڇپيل ڪتابن جا مَس ٿيندا، جن کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ لاءِ جرات گهرجي! شايد دنيا جي هيءَ پهرين ۽ آخري زبان آهي، جنهن وٽ گرامر ڪين آهي. لغت جو تہ ڪو سوال ئي نٿو اٿي!

بلوچي زبان ۾، درسي ۽ نصابي ڪتابن جو تہ مورڳو وجود ئي ڪين آهي. فارسي عربي ۽ انگريزي زبانن ۾ نصاب موجود آهي، سو بہ وڏن شهرن ۽ علائقن ۾. بلوچي ادب جي پراڻن شاعرن جا 'ديوان' بہ گهٽ موجود آهن، البت ڪن ڪن هنڌن، پراڻن شاعرن جو ڪلام يادداشت طور محفوظ آهي. نون شاعرن مان اڄ تائين ٻن-ٽن شاعرن جو ڪلام مَس ڇپيو آهي.

جديد علم ۽ فن يعني، سائنس، معاشيات، تاريخ، جاگرافي، سياست، آثارقديم جي اجا بلوچي زبان کي هوا بہ ڪانہ لڳي آهي. ان طرح قرآن، حديث، فقہ، تصوف جو حال آهي. چند پارا ۽ چند احاديث جا مجموعا ترجمو ٿيا آهن.

بلوچن جي تاريخ متعلق، مختلف خيال وارن محققن جي تلخ ۽ سخت تنقيد جا چند نمونا مٿي پيش ڪيل آهن. حقيقت ۾ انهن محققن جا رايا يڪطرفا چئي سگهجن ٿا، ورنہ بلوچ قوم جي تاريخ توڙي ادب متعلق گهڻو ئي مواد موجود ٿي سگهيو آهي.

ان سلسلي ۾، سنڌ جي مشهور تاريخدان مولائي شيدائيءَ جا چند حوالا ڏيڻ ڪافي ٿيندا. بلوچ ادب متعلق 'بلوچستان جي مختصر تاريخ' ۾ لکي ٿو:

"١٨٧٥ع ۾، انڊين سول سروس جي هڪڙي عملدار، مسٽر ايم لانگ ورٿ ڊيمس، جو رائل ايشيائڪ سوسائٽيءَ جو ميمبر هو، تنهن بلوچي شاعريءَ تي هڪڙو ضخيم ڪتاب "پاپولر پوئٽري آف دي بلوچس" ''Popular poetry of the Baloachs'' نالي سان تصنيف ڪيو، جو ١٩٠٧ع ۾ لنڊن جي فوڪ لور (Folklore) سوسائٽيءَ گلاسگو يونيورسٽي پريس مان شايع ڪرايو. ...... ڪتاب ڇهن بابن ۾ آهي." (ص ٧)

بلوچ قومن ۽ قبيلن متعلق رقمطراز آهي:

"ائين نظر ٿو اچي ته عربن جي ڪاهه وقت، بلوچستان ۾ ميڊ (Mede)، افغان، براهوئي، جت (زط) قومون آباد گار هيون. ميڊ ڏکڻ ۾ سمنڊ جي ڪناري تي رهندا هئا، افغان سليمان جبل وٽ، ۽ جَتَ ڪڇي ۽ لسٻيلي ۾ زراعت ڪندا هئا. مسٽر رزلي (Risley) جو بيان آهي ته افغان، بلوچ ۽ براهوئي، ترڪي-ايراني نسل مان آهن. اگر ائين درست آهي ته امام المؤرخين ابن خلدون، ترڪي نسل جو شجرو يافث بن نوح عليه السلام کان شروع ڪري ٿو." (ص ٨)

ٻئي هنڌ لکي ٿو:

"مسٽر ايم. ايل. ڊيمس صاحب، بلوچي اشعار کان سواءِ ٻيو هڪڙو ڪتاب 'بلوچ قومون' به لکيو آهي. ان ۾ بلوچ قوم کي ايرالي نسل مان شمار ڪري ٿو. عرب ۽ ايراني قومون هڪٻئي جي لڳ گهڻي عرصي کان رهنديون اچن ٿيون. ٻنهي قومن جي قدامت کان اسين انڪار ڪري نٿا سگهون. مؤرخ ابن اسحاق ۽ علامه ابن خلدون، بلوچن جي قدامت کي سام ابن نوح عليه السلام کان شروع ڪن ٿا. هن مان معلوم ٿي سگهي ٿو ته بلوچ قوم جو وجود دنيا جي قديم زماني کان هلندو اچي ٿو." (ص ٩)

بلوچن جي هجرت متعلق لکي ٿو:

"بلوچ قوم، جنهن جا آثار اچ وادي هيلمند کان مڪران، ديره جات پنجاب کان ڪڇ ۽ گجرات تائين موجود آهن، ان لفظ بلوچ متعلق مستشرقين جا جدا جدا رايا آهن. پروفيسر رالسن، جنهن جا ڪتاب بابل ۽ مصر جي آثار قديمه متعلق مشهور آهن، سو لکي ٿو ته: 'بلوچ نالو 'بابل' جي بادشاهه 'بيلوس' کان شروع ٿئي ٿو'. ايڊورڊ گبن لکي ٿو ته: 'فرينچ سياح پيٽرو-ڊيلا-والي لکي ٿو ته: بابل ۾ بيلوس جو مينار اجا بيٺل آهي ۽ لفظ ڪوش لمرود جي پيءُ جو نالو هو. بلوچ، سام ابن نوح جي اولاد مان آهن ۽ سندن شمار امم سامية ۾ ٿئي ٿو- هو بابل کان نڪري حلب ۾ ويٺا'." (ص ١٥)

بلوچن جي جنگي ڪارنامن متعلق رقمطراز آهي:

"فردوسي جي بيان موجب ته بلوچن سائرس ۽ نوشيروان سان جنگيون جوٽيون، بلڪل ٺيڪ آهي. اسلام جي ظهور کان پوءِ هن شجاع قوم، اسلامي لشڪر سان گڏجي وڏين وڏين

جنگين ۾ حصو ورتو. مثال لاءِ ٻندرهن هجري-٦٣٦ع ۾ جڏهن خلافت فاروقيءَ ۾ حضرت ابو عبيده ۽ حضرت خالد بن وليد جي سرڪرد گيءَ هيٺ هنن يرموڪ جي مشهور معرڪي ۾ قيصر روم جو هميشه لاءِ خاتمو ڪري ڇڏيو... تيئن ٦٣٥ع ۾، هنن قادسيه ۽ مدائن جي هولناڪ معرڪن ۾ آل ساسان جي پوئين بادشاهه يزدگرد جي تخت کي التائي، اسلام جي جهنڊي کي ايران مٿان کوڙيو. ان کان پوءِ بني اميه دؤر ۾ ڪربلا جي معرڪي ۾ هنن اهل بيت جو طرف ورتو، يزيد ابن معاويه سان جنگ جوٽي. سن ٻياسٺ هجري يا سن ٦٧٧ع ۾ بنو اميه خليفي عبدالملڪ بن مروان جي زماني ۾، هنن عرب مان هجرت ڪري 'براهء ايران' مڪران ۾ پير رکيو. (ص ١٦)

"حقيقت ۾ ڪي بلوچ، فاتح قادسيه ۽ مدائن کان پوءِ ايران ۾ نه ئي پيا. مشرقي ايران يا خراسان تي اڃا ساسانين جي شهنشاهت هئي. ان زماني ۾ سيستان، بمپور ۽ ڪرمان ۾، جن علائقن کي افغاني-بلوچستان ۽ ايراني-بلوچستان سڏجي ٿو، اتي بلوچ موجود هئا. (ص ١٧)

"بلوچستان تي ايرانين، يونانين، سٿين، تاتارين ۽ عربن ڪاهون ڪيون، پوئين عرب قوم بلوچن جي هئي، جن مڪران ۽ سيستان ۾ پنهنجي جابلو پائرن براهوئين سان لڳ ٻيٺڪون جوڙيون." (ص ١٩).

بلوچن جي جنگي هٿيارن متعلق لکي ٿو:

"اهي فن سپهگيري، گهوڙيسواري ۽ تيراندازيءَ ۾ ماهر ۽ شجاع هئا. اهوئي سبب آهي جو جت ويا، ات ڪامياب ٿيا.

"الهن جا وار ڊگها. بدن تي چوغا، پيرن ۾ گوڏن تائين چمڙي جا بوٽ، سندن ڪلهن تي تيرڪمان، سندن تلوارن جون مياڻيون خوبصورت، جن تي زريءَ جو ڪم ڪيل هو. سندن ترارون، دمشق ۽ قاهره جون جڙيل هيون." (ص ١٩)

مشهور عالم، فاتحن سان شموليت متعلق رقمطراز آهي.

"چوڏهين صديءَ جي آخر ۾، ١٣٩٨ع ۾ امير تيمور گورگانيءَ جي بلوچ قبيلن مدد ڪئي. ......دهليءَ کان پوءِ بنديل کنڊ، هندستان جي قلب و جگر تائين پهتا. (ص ٣٠)

"امير تيمور جا پوٽا، جن ڪابل قنڌار، هرات ۽ دهليءَ تي شهنشاهيون ڪيون: يا "صفويه" خاندان جا تاجدار، جن درويشي چوغي الدر وڏي شان ۽ تجمل سان ايران تي شهنشاهي ڪئي، تن کان بلوچن مهرووفا ۽ شجاعت ذريعي خراج تحسين وصول ڪيو." (ص ٣١)

بابر ۽ همايون متعلق لکي ٿو:

"جڏهن ١٥١٠ع ۾ ڪابل کان بابر، پنجاب تي ڪاهيو، تڏهن سندس هر ڪاهه ۾ بلوچ ساڻس شريڪ هئا. ١٥٤٠ع ۾ همايون، قنوج جي جنگ ۾ شيرشاهه سوريءَ کان شڪست کائي، ملتان، جيسلمير ۽ جوڌپور کان قسمت آزمائيندو، جڏهن سنڌ کان بلوچستان پهتو، تڏهن بلوچ ساڻس مروت سان پيش آيا.

"... همايون جڏهن ايران کان شاهه طهماسپ صفوي کان مدد وٺي موٽيو... تڏهن بلوچن سندس دل کولي مدد ڪئي... همايون وٽ فقط چار هزار فوج هئي، ۽ بلوچي چاليهه هزار هئا... سوريءَ شڪست کاڌي، ۽ دهليءَ جا در همايون لاءِ پٽجي ويا." (ص ٣٤-٣٥)

نادرشاهه متعلق لکي ٿو:

"بلوچن سان نادرشاهه جي دوستي هئي،... سندس فوج ۾ ايراني، افغان ۽ بلوچ هئا." (ص ٥٣)

احمد شاهه ابدالي لاءِ آيل آهي:

"١٧٥٨ع ۾ احمد شاهه، نصيرخان جي زور پچڻ لاءِ مستونگ تي ڪاهه ڪئي. هن جنگ ۾ نصيرخان، احمد شاهه جي وزير شاهه وليءَ کي شڪست ڏني." (ص ٥٦)

هندستان تي حملن جا اسباب بيان ڪندي، احمد شاهه جي متعلق لکي ٿو:

"هن ڪاهه ۾ افغاني ۽ بلوچي لشڪر متڙا تائين پهتا.... ۽ سيويءَ کان وٺي ستلج تائين، بلوچي جهنڊا هوا ۾ ڦڙڪي رهيا هئا." (ص ٥٧-٥٨)

پاڻيپت جي ٽين لڙائيءَ ۾ احمد شاهه ابداليءَ جي فتح ۽ مرهٽن جي زوال متعلق لکي ٿو:

"ظاهري هن جنگ ۾ احمد شاهه ابداليءَ جو نالو مشهور آهي، پر حقيقت ۾ بلوچي ترارن جو زور هو، جنهن مرهٽن جو هميشه لاءِ خاتمو ڪري ڇڏيو." (ص ٦٠)

سنڌ جي ميرن ۽ بلوچن جي تعلقات متعلق لکي ٿو:

"سندن (بلوچن) سفارش سان، ٽالپر اميرن کي ڪلهوڙن جي دربار ۾ وزارت جا عهدا مليل هئا." (ص ٣٦)

ان سلسلي ۾ واضح ڪرڻ ضروري آهي ته ٽالپرن جي دور ۾، لشڪر ۽ فوج ۾ بلوچ هئا. ان کان سواءِ وزارت ۽ امارت تي لغاري بلوچ فائز هئا. نواب ولي محمد خان لغاري، وزير اعظم هو. جنهن متعلق هڪ انگريز مؤرخ لکي ٿو ته:

"سنڌ جو راڄ اصل ۾ نواب ولي محمد خان لغاري، وزير اعظم جي هٿ ۾ آهي، ميرن جو رڳو نالو آهي."

ان طرح سنڌ جي ٽالپرن جي سفارشون بلوچستان ۽ افغانستان تائين وينديون هيون، تن ۾ به لغاري نواب، نمائندگي جا فرائض ادا ڪندا هئا.

مٿين چند مختصر حوالن مان بلوچن جي تاريخ ۽ تهذيب، ادب ۽ شاعريءَ، شجاعت ۽ بهادريءَ، فتوحات ۽ ظفرمنديءَ جو پورو پورو پتو پوي ٿو. ان مان اهو به ثابت ٿو ٿئي ته بلوچ هڪ شاندار ۽ وضعدار قوم آهي. ان جي زوال پذير پهلوءَ تي ني ناقدن وقت بوقت انگشت نمائي ٿي ڪئي آهي. اميد ته آئينديءَ ڪجهه تفصيل سان لکيو ويندو.

بلوچن جي بهادريءَ متعلق علامه اقبال فرمائي ٿو:

"بلوچ قوم کنهن تذکري ۽ تعارف جي محتاج نہ آهي. سندس زندگي شينهن جهڙي مثال والکر آهي. جڏهن شينهن ننڊ ۾ رهي ٿو، ان وقت دنيا سندس وجود کان بيخبر آهي، پر جنهن وقت هو بيدار ٿئي ٿو، تڏهن سندس گجگوڙ کان جهنگ ۽ جبل سڀ ڪنبڻ لڳن ٿا."

ان طرح بلوچ سردار جي وصف ڪي هن طرح علامہ اقبال نقل ڪيو آهي:

غيرت هے بڙي چيز، جهان ـ تنگ دو مين،
پهناتي هے درويش کو تاج ـ سر ِ دارا.

هڪ بلوچ شاعر، بلوچن لاءِ چوي ٿو: "بلوچ هڪ وڻ آهي، سندس شاخون بيشمار آهن. اسلام سندس ايمان آهي، هو پنج وقت نماز ۽ ٽيهہ روزا رکي ٿو، شراب لاءِ نفرت ڪري ٿو. سندس منزل ستارن کان بہ پري آهي. مسلمانن ۾ ان ڪري پيارو آهي، جو جڏهن هي شهسوار ميدان ۾ نڪري ٿو، تڏهن ڪابل، قنڌار، ڪشمير، دهلي ۽ دکن جا در سندس چمڪندڙ ترارن اڳيان ڪنبن ٿا."

بلوچ قوم جي پوري زندگي، روحاني ۽ اخلاقي حيثيت سان، پيرن ۽ بزرگن سان وابستہ رهندي آئي آهي، بہ ـ ٽي صديون اڳ ڪلهوڙا خاندان جا مريد هئا، ان ڪري اڄ تائين ميان يارمحمد، ميان نصيرمحمد، ميان آدم شاهہ، ميان شاهل محمد، ميان سرفراز، ميان الياس، وغيره سان، سنڌ، پنجاب ۽ بلوچستان جي بلوچن جي عقيدت آهي. ان کان سواءِ، سنڌ ۾ شهباز قلندر، عبدالله شاهہ گودڙيو، گاجي شاهہ، شاهہ پنجو سلطان، شاهہ لطيف، شاهہ عنايت جهوڪ شريف، سچل سرمست وغيره تي اڄ بہ بلوچن جا عقيدتمندانہ آثار موجود آهن.

پنجاب ۾، ڪوهہ سليمان جي اوپر ۾ رهندڙ بلوچ قومن جي عقيدتمندانہ وابستگي، حضرت خواجہ غلام فريد رحہ سان آهي. خواجہ جي ڪلام ۽ پين عشقيہ ۽ روحاني داستانن سان بلوچن جو تعلق وارفتگيءَ تائين پهتل آهي. ان طرح بلوچن جو تعلق حضرت خواجہ سليمان تولسويءَ سان بہ آهي. ان کان سواءِ، حضرت سخي سرور سان بہ سندن عقيدت آهي. سلطان باهو ۽ بلاشاهہ سان بہ وابستہ آهن. انهن کان سواءِ، برصغير هند ـ پاڪ جي هرهڪ پيرطريقت ۽ صاحب ڪشف وڪرامات سان سندن تعلق آهي. سنڌ ۾ مخدوم نوح سرور، شاهہ ڪريم رحہ، لواري شريف، ڪروهڙ شريف، ۽ ڪنگري شريف جي راشديہ خاندان سان بلوچن جي مختلف گروهن جو تعلق آهي. باقي بلوچن جا نوان نسل گهڻي ڀاڱي آزاد خيال ٿي چڪا آهن، ۽ زماني جي تقاضائن کين مجبور ڪيو آهي.

هي آهي بلوچن جي تاريخ متعلق مختصر تبصرو. اميد آهي تہ اسان جا پيا محقق ۽ مؤرخ، هن شاندار قوم جي تاريخ ۽ ثقافت کي زندهہ ڪرڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ لکندا ۽ اسان جي معلومات ۾ اضافي آڻڻ جي ڪوشش ڪندا.

ٻيو تہ هي هڪ اختلافي مسئلو بڻجي چڪو آهي، ۽ ڪافي وقت کان بلوچن ۾ ۽ ڪن علمي رسالن ۾ هلي چڪو آهي. ان سلسلي ۾ 'بلوچي دنيا' ملتان ۾ بہ ڪي جوابي مضمون ڇپيا ويا آهن. اميد تہ انهن جو جائزو بہ ورتو ويندو، الهن مقالہ نگار محققن جي احترام کي مدنظر رکي، انهن جا خيالات پيش ڪيا ويندا ۽ انهن متعلق ڪجهہ پنهنجي پاران بہ عرض ڪنداسون. اصل ۾ شروعات ديري غازي خان جي هڪ شيخ شيرمحمد پاڪستاني ۽ ٿالي ڪئي آهي، جنهن جا ڪجهہ اقتباس مٿي پيش ڪيل آهن، ۽ انهن جا مختصر طرح سان جواب ڏنل آهن. اميد تہ سنڌ جا محقق هن طرف توجهہ ڪرڻ فرمائيندا.



راج محمد ڀٽي

# ابوالنصر فارابي
## (مسلمان فلسفي)

...جنهن 'پوليٽيڪل سائنس' جو بنياد رکيو. يورپ، فارابيءَ
جي نظريات کان، ابن خلدون جي وسيلي سان واقف ٿيو.

مسلمان فيلسوفن ۾، ابونصر فارابي، سڀني کان پهريون فيلسوف آهي، جنهن عمرانيات (سوشيالاجي) تي پنهنجي خيالات کي قلمبند ڪيو آهي. يورپ جا محقق تسليم ڪري چڪا آهن ته فارابيءَ جا ٻه رسالا، 'سياست مدنيه' ۽ 'مدنية الفاضله'، پوليٽيڪل سائنس جو بنياد آهن.

فارابيءَ جو زمانو ٢٥٩هه کان ٣٢٩هه تائين هو. اهو زمانو، 'ديلمي' حڪومت جي عروج جو زمانو چيو وڃي ٿو.

فارابيءَ، سڀ کان اول ان سلسلي ۾ دينيات سان گڏ، يوناني فلسفي کي مطالع ڪيو. خاص طرح سان سياسي ۽ جمهوري خيالات تي غور ڪيو. ان ئي مطالع جي دؤر ۾، 'ارسطو' جي ڪتابن جون شرحون پڻ لکيائين. خوبي اها پيدا ڪيائين، جو پنهنجن شرحن ۾ افلاطون ۽ ارسطوءَ جي نظرياتي اختلافن جي به تنقيدي ڇنڊڇاڻ ڪندو ويو.

فارابيءَ جنهن دؤر ۾ اکيون کوليون آهن، اهو دؤر ملوڪيت جي عروج جو دؤر هو، جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي. هي اهو دؤر هو، جنهن ۾ فقهي موشگافيون به پنهنجي فني حيثيت سان ڪمال تي پهچي چڪيون هيون. مسئلن جي توجيهات ۾ ڪافي ڪتاب لکجي چڪا هئا. اهڙيءَ مطلق العنان حڪومت جي دؤر ۾، فارابيءَ جو عمرانيات ۽ سوشالاجيءَ جهڙي 'فن' ڏانهن توجهه ڪرڻ، واقعي حيرت جهڙو ڪارنامو آهي!

فارابيءَ پنهنجي ڪتاب 'مدنية الفاضله' ۾ روزاني زندگيءَ ۾ رهندي، 'فرد' جي مثالي ڪردار کي پيش ڪري، ان جي مجموعي حيثيت تي هڪ مثالي معاشري جو خاڪو پيش ڪيو

آهي. فارابي، ان موضوع تي لکندي، مدني سياست کان مثالي شهريت يعني مدنية الفاضله ڏانهن بحث جو رخ ٿو موڙي. فارابيءَ وٽ شهري سياست، معاشرتي ارتقا جي ٻهرين ڪڙي آهي. فارابي، هڪ مخلوط معاشري جو بنياد رکي، سيني قسمن جي چڱن-ڀڙن ماڻهن تي بحث ٿو ڪري. افراد تي بحث ڪري، معاشري کي چند طبقن ۾ ٿو ورهائي. اهي طبقات مختلف مفادن ۽ وسيلن جي حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾، هڪٻئي سان اختلاف رکندڙ ٿو ڏيکاري. ان بحث هلائيندي، فارابي، انسان جي 'روحاني ۽ حيواني' حيثيت کي به اڳيان ٿو آڻي.

فارابي پنهنجي بحث ۾ 'ارسطوءَ' جي ان نظريي کي ڏاڍي سهڻي نمولي ۾ بيان ڪيو آهي، ته 'انسان' ڪيئن طبعي طور تمدن ۽ شهريت کي پسند ٿو ڪري. فارابي لکي ٿو:

"معاشرو ان وقت وجود ۾ اچي ٿو، جڏهن آبادي تمام گهڻي ٿي ٿي وڃي، ۽ اڪيلو انسان پنهنجين ضرورتن کي اڪيلي سر منهن ڏيئي نٿو سگهي، ۽ لاچار ٿي، ٻين ماڻهن جو تعاون ٿو حاصل ڪري. ان تعاون حاصل ڪرڻ کان سواءِ هڪ فرد جو زندهه گذارڻ پنهنجي جاءِ تي ناممڪن ٿي پوي ٿو. اصل ۾ اهو قدم حيوانيت جي آزاد زندگيءَ کان نڪري، 'احتياج ۽ ضرورت' جي ٻهرين منزل ڏانهن آهي. ان طرح جيئن جيئن آباديءَ ۾ اضافو ٿيندو ويندو تيئن تيئن لازمي طرح سان، ضرورتن ۾ اضافو ٿيندو ويندو آهي. ان حيثيت سان، زندگيءَ جي ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ وسيلن، ذريعن، ڪوشش، ڪمن ڪارين جي گهڻائيءَ جي دٻاءَ هيٺ رهندڙ، هڪ خطي جا اعليٰ توڙي ادنيٰ ماڻهو، باهمي تعاون سان پنهنجي 'بقائے حيات' لاءِ لاچار هڪ معاشرتي نظام تعمير ڪن ٿا. ان ايتري وسيع نظام کي هلائڻ جي لاءِ، ڪيتريون معاشرتي پابنديون به لاچار ٿي پاڻ تي هموار ڪندا آهن، بلڪ خوشيءَ سان قبول ڪندا آهن. منهنجو چوڻ آهي ته اگر اهڙي معاشري وارا ماڻهو، انهن حدن ۽ معاشرتي پابندين تي هلندا رهندا ته پوءِ نه فقط معاشرو ترقيءَ ۽ سعادت جي واٽ تي هلندو رهندو، پر ان سان گڏ سڀ رهواسي ان ماحول جي حالتن آهر، ادب ۽ علم ۾، اخلاق ۽ روحانيت ۾، معاش ۽ گذر اوقات ۾ به ترقي ڪندا رهندا ۽ ڪو ڏکيو ڏينهن نه ڏسندا.

"پيو ته صحتمند عمراني زندگيءَ ۾ طاقتور ماڻهن ۽ ڪمزورن جي حقن جو اڻ تعيّن ڪيو وڃي ٿو. ان اصول مان ئي شهريت جا قانون بنجن ٿا. انهن جي چنڊڇاڻ ڪندي تجربن ۽ مشاهدن جي جاچ جوچ ڪان پوءِ، 'شهريت' هڪ اعليٰ نظام جي حيثيت وٺي ٿي.

"ان نظام ۾ معاشرتي فرض ۽ هڪٻئي ڏانهن پيدا ڪيل، رٿيل ۽ قائم ڪيل جوابدارين کي مختلف فردن ۾ ورهائڻ جي نوبت اچي ٿي. ان طرح سان طاقتور توڙي

ڪمزور پئي طبقا پنهنجن حدن اندر رهندي، معاشري جي تعمير ۾ هڪٻئي جو ساٿ ڏيندا رهن ٿا. پنهي طبقن جو اهو صحتمند رابطو، حقيقي معنيٰ ۾ انساني زندگيءَ جو ضامن آهي. ان طرح سان هڪ فرد جي اها صلاحيت جا ڪيس فطرت جي طرف کان مليل آهي، سا نشوونما حاصل ڪري ٿي. اهو فرد اڳتي هلي زندگيءَ ۾ وڏي اهميت حاصل ڪري ٿو، ۽ انسانذات جي مجموعي ادارن ۽ مطلبن لاءِ ڪارگر بنجي ٿو. اهڙن صالح فردن جي ڪوشش ۽ اصلاح سان صحتمند اجتماعي نظام وابستہ آهي."

هي آهي فارابيءَ جي تشريح، جا هن دؤر ۾ بہ افاديت جي حيثيت رکي ٿي. اڄ جو عمراني فن بہ انهن اصولن تي هلي چلي رهيو آهي.

فارابيءَ جو نظريو، نهايت واضح ۽ چٽي، خير ۽ مسرت واري وات ٿو ڏيکاري. سندس تصنيفات ۾ 'خير ۽ شر' تي بہ فلسفيانہ انداز ۾ بحث ٿيل آهي.

فارابي، خير ۽ شر جي تعريف پنهنجي خاص عمراني نظريي سان هن طرح ڪئي آهي:

"شر، اصل ۾ تجربي جي ناپختگيءَ جو نالو آهي، يا انهن غلط ڪمن ڪارين جي نتيجن جو نالو آهي، جي ڪم غيرضروري ۽ غلط حالتن ۾ غلط سليقي سان پيدا ٿا ٿين."

ان کان پوءِ لکي ٿو:

"پر جڏهن معاشرو رفتہ رفتہ ترقي ۽ اصلاح جي واٽ ٿو وٺي، منجهس صالح فردن جو اثر وڌي ٿو، تڏهن اها سليقي جي غلطي دور ٿي ٿئي. ان طرح سان آهستي آهستي بتدريج، شر، خير ۾ تبديل ٿيندو ٿو رهي. ان مان اهو بہ واضح ٿو ٿئي تہ اها حرڪت، جا معاشري جي صالحيت ۽ سالميت کي نقصان ٿي رسائي، سا 'شر' ۾ داخل آهي. ان طرح هر اها حرڪت، جا معاشري کي تقويت ٿي پهچائي، سا 'خير' آهي."

ان کان پوءِ فارابي، سوشل سائنس جي هن طرح تشريح ٿو ڪري:

"معاشرتي تجربن سان، انسان جي صلاحيتن ۾ تازگي ۽ اضافو ٿو پيدا ٿئي. انهن تجربن سان انسانن جي مختلف طبقن جي 'ذهن' ۾ جو مواد ٿو پيدا ٿئي، ان کي معاشري جا صاحبِ فڪر ماڻهو، جمع ٿا ڪن. انهن منتشر جزن کي پاڻ ۾ ملائين ٿا. انهن کي ترتيب ڏيندي، چنڊڇاڻ ٿا ڪن. تان جو سندن ان بحث ۽ تنقيد چنڊڇاڻ ۽ جاچ جوچ سان انهن معاشرتي تجربن کي، سوشل سائنس جي صورت ٿا ڏين."

ان کان پوءِ فارابي ٻڌائي ٿو تہ مفڪر ۽ قانوندان تو ڙي فنڪار ڪيئن ٿا پيدا ٿين؟ فرمائي ٿو:

"ڪوبہ مقنن، ڪوبہ مفڪر، ڪوبہ فنڪار، جيستائين انهن سماجي تجربن جي ٻاهہ مان ٻچي ٻختو ٿي لٿو نڪري، تيستائين نڪو فن جي تعمير ٿو ڪري سگهي، نڪو قانون جي ترتيب ۾ ڪامياب ٿـو ٿئي، نڪو فڪر جي دنيا ۾ ڪو 'صالح قدر' ٿو پيدا ڪري سگهي."

فارابي، ان تشريح کان پوءِ هڪ لازمي شرط بيان ڪندي لکي ٿو تہ:

"پر ان لاءِ نهايت ضروري آهي تہ فڪر ۽ فن جي اظهار تي ڪابہ پابندي نہ لڳائي وڃي. اهڙن لائق ماڻهن کي 'مڪمل آزادي' ملڻ گهرجي. معاشري جي طرفان ڪنهن بہ قسم جي پڇ-ڳاڇ، تنقيد ۽ چنڊ چاڻ، فڪروارن تي نہ لڳائي وڃي."

فارابي ٻڌائي ٿو تہ فڪر وارن تي معاشري جي گرفت ۽ تنقيد جي ڪري ڇا ٿي سگهي ٿو. فرمائي ٿو:

"پابندي لڳائڻ سان انساني صلاحيتن جا چشما خشڪ ٿي ويندا، ۽ اجتهاد ۽ ايجاد جا مادا مري ويندا. روشن ۽ سدا حيات جوهر زنگ آلود ٿي ويندا. زبانون بند ٿي وينديون. سينا سوڙها ٿي ويندا. قلم بيڪار ٿي ويندا ۽ دماغ مردار ٿي ويندا. مطلب تہ معاشري ۾ 'صالح عنصر' جي پيدائش ائين تہ ختم ٿيندي، جيئن ڪا سنڍ عورت ٻارن ڄڻڻ جي صلاحيت کان هميشه لاءِ محروم رهجي وڃي!"

ان کان پوءِ فارابي ٻڌائي ٿو تہ آزادي پسند دور ۾ ڇا ڇا ٿو ٿئي؟ فرمائي ٿو:

"خبر اٿو تہ اهو معاشرو، جنهن ۾ صالح فڪر وارن ماڻهن تي ڪا گرفت نہ آهي، اتي ڇا ٿو ٿئي؟ جواب ڏيندي چوي ٿو. 'اهڙن شهرن ۾ فڪر ۽ فن پنهنجي پوري صحتمند تابانيءَ سان جلوه‌گر ٿيا ٿين. آزاد خياليءَ ۽ معاشرتي رعايتن جي ڪري، مختلف قومن جي اچ وڃ ٿي ٿئي. انهن جا صاحب فڪر اچي ٿا آباد ٿين. فڪر جي ڏي-وٺ ٿي ٿئي. علم ۽ فن ۾ اضافو ٿو ٿئي. هڪٻئي جي تجربن ۽ مشاهدن مان استفادي ڪرڻ جي هڪ سنئين سولي واٽ ٿي پيدا ٿئي. ان تبادلہ خيالات سان هڪ تہ معاشري کي آزاد مفڪرن جي پوري فوج ٿي ملي وڃي، جي حڪيمن ۽ طبيبن وانگر معاشرتي بيمارين جو علاج ڪندا رهن ٿا، ۽ صحتمند نسل جي پيدائش وڌائڻ لاءِ جاکوڙ ڪن ٿا.'"

پوءِ ڇا ٿو ٿئي؟ ۽ ائين ڇو ڪرڻ گهرجي؟ ان جو جواب، ٻن لفظن ۾ فارابيءَ هيءُ ڏنو آهي:

"پوءِ ڇا ٿو ٿئي؟ هڪ وڏي معاشرتي انقلاب لاءِ رستو ٿـو تيار ٿئي. هڪ صحتمند، ترقي پذير ۽ حوصليمند معاشري جو قدم اڳتي ٿو وڌي."

فارابي، مختلف قومن ۽ مختلف نسلن جي هڪ هنڌ جمع ٿيڻ کان پوءِ، جي ڪڏهن سڏهن سماجي اثرات جنم وٺن ٿا، تن کان بہ غيرواقف نہ آهي. اهو هڪ اهم سوال آهي تہ هڪ معاشري ۾ جڏهن مختلف مذهبن ۽ مختلف تهذيبن جا نسل گڏ ٿيندا، تڏهن هرڪو پنهنجي مفاد لاءِ سوچيندو. ٻين کان حق کسيندو. طاقت جي زور تي هيٺ ڪي هيسيندو. ائين ٿيڻ سان تہ سورڪو معاشري ۾ انتشار پيدا ٿيندو. فارابي ان جو هن طرح حل ٻڌايو آهي:

”حيواني زندگيءَ ۾ رهندڙ نسل، منهنجي مراد نہ آهي. مان انسانن لاءِ چئي رهيو آهيان. منهنجو چوڻ آهي تہ: جڏهن ڪنهن شهر ۾ مختلف قومون اچي آباد ٿين ٿيون، تہ پوءِ صاف ظاهر آهي تہ انهن جي اختلاط سان مختلف قسم جا اوان نسل پيدا ٿيندا، جن جي صلاحيتن ۽ مزاج ۾، فطرت ۽ جبلت ۾، لازمي طرح سان ڪجهہ اختلاف بہ هوندا. ان مان فائدو اهو ٿيندو، جو هڪ شهر مان گويا ڪيئي شهر جنم وٺندا. اهي شهر اگرچ، فڪر ۽ نظر جي خيال سان تہ هڪٻئي کان مختلف هوندا، پر هڪٻئي جا مخالف نہ هوندا. انهن ۾ هڪ تهذيبي هم آهنگي پيدا ٿيندي. علم ۽ فضيلت جي ڪري، انهن ۾ رنگ، نسل، تاريخ، قبيلي ۽ جاگرافيءَ وارا سڏا سيڙها نہ رهندا. انهن ۾ هڪ جامع شعور پيدا ٿيندو، هڪ جامع اخلاقي نظام پيدا ٿيندو. انهن ۾ علم ۽ فضل جي مرڪز تي هڪ اتحاد پيدا ٿيندو. حڪيم، فيلسوف، اديب ۽ شاعر، عالم ۽ محقق سڀ پنهنجن ڪاوشن سان ان اتحاد کي مضبوط بہ رکندا ۽ قائم بہ رکندا ايندا. هرڪو نسل، پنهنجي مذهبي رسومات کي آزاديءَ سان ادا ڪندو ايندو، پر ٻين جي مسئلن ۾ دخل نہ ڏيندو، ٻين سان مذهبي ڇيڙ ڇاڙ نہ ڪندو، ٻين تي غلط قسم جا اعتراض نہ ڪندو، ٻين نسلن جي مذهب، پيشوائن ۽ پاڪ جاين جو احترام ڪندو. بلڪ انهن جي معاملات ۾ پنهنجائپ ۽ عزازت وانگر شرڪت ڪندو. انهن سان صحبتون ڪندو، ڏک درد ونڊيندو، انهن جي ڏکن ۾ انهن سان ڀاڱي ڀائيوار ٿيندو. انهن کي پنهنجن خيالن، رواجن، مذهبي تقريبن ۾ سڏيندو. بهرحال ان قسم جي شهرن ۾ گهڻن نسلن جي موجودگيءَ مان ڪو بہ نقصان نہ ٿيو آهي، سراسر ترقيءَ وارو قدم آهي. اهائي انساني معاشري جي تقاضا آهي.“

ان کان پوءِ فارابي جواب ڏو ڏئي تہ: ”پلا جن شهرن ۾ گهڻن نسلن جي موجودگيءَ ۾ فسادانگيز ڪارگذاريون ٿيون ٿين، قومي ۽ نسلي تفاخر ۽ تعصب جي ڪري، جنگيون ٿيون لڳن، ۽ تباهي ٿي مچي، سو ڇو؟“ چي:

”اهي شهر، انساني شهريت ۾ شمار ٿي ڪين ٿا ٿين. اهي نسل اڃا حيواني زندگي ٿا گهارين. اهي انساني معاشري جا نہ، پر حيواني معاشري جا ڀيهنگام ۽ اٺگهڙيل، گروهہ آهن. انهن ۾ اڃا حيوانن واري وحشت ۽ جبلت موجود آهي. اهي اڃا

مذهب ۽ قوميت جي افادي پهلوءَ، توڙي اخوت ۽ مساوات جي اجتماعي نظام تائين رسيا ئي ڪين آهن. تنهنڪري، اهڙي مثالن ڪي، السالي 'شهريت' ۾ نہ ڳڻڻ جڳائي. اهي 'حيواني بستيون' آهن، جي جهنگلن ۽ جبلن، غارن ۽ رڻ پٽن ۾ رهڻ گهرجن. اهي شهرن ۾ آباد آهن، تہ پوءِ انهن جي شهريت کي ڏسي، ڪنهن بہ غلطفهميءَ ۾ مبتلا ٿيڻ نہ گهرجي. پيو تہ انهن تي گويا خدائي حڪمت ۽ الهام جا دروازا ڪليا ئي ڪين آهن."

فارابي، حڪومت ۽ حاڪميت لاءِ چوي ٿو:

"علم ۽ فضل جي مشترڪ اتحاد ڪان پوءِ، ترقي يافتہ معاشري جا سڀ نسل گڏجي، پنهنجو هڪ حاڪم چوندبن ٿا. جنهن کي صدرالصدور ۽ حاڪم اعليٰ سڏجي ٿو. ان جي ذات تي سڀ نسل اتفاق ڪن ٿا. ان کي بيعت سڏجي ٿو."

ان ڪان پوءِ حاڪم جي وصف ۽ ڪارڪردگيءَ لاءِ فارابي فرمائي ٿو:

"حاڪم اهو جو مجموعي شعور سان هم آهنگ رهي، ۽ معاشري جي صالح تقاضائن جي تڪميل ڪري. انهن سان گڏ رهي، انهن سان گڏ اٿي ويهي، صاحب شعور ماڻهن جي راهہ طلب ڪري، انهن سان گاهہ بيگاهہ ملاقاتون ڪري. ڪنهڪڙ ۾ نڪري پوي، لڪچپ ۾ ملڪ جي حالات جي خبرچار وٺندو رهي. سادي زندگي گذاري، لڪندو نہ وتي، دلير ۽ حوصليمند رهي، گيدي نہ ٿئي. هيٺائي نہ ڏيکاري، فيصلو قائم رکي سگهي. غلط ۽ صحيح راهہ ۾ فرق کي سمجهندڙ عقل شعور ۽ تجربو رکي، چڱا ماڻهو وزير مقرر ڪري، انهن جي ماتحت آفيسرن ڪان خبرچار وٺي، سرحدن کي سنڀالي، گهرج وارين شين جي اگهہ-ڀاڙ تائين واقف هجي، نيڪ هجي."

فارابي، اڳتي پڌائي ٿو تہ ڇا ڇا نہ هجي؟

"مغرور ۽ متڪبر نہ هجي، بداخلاق ۽ شرابي نہ هجي، ڀرائن ڪنن تي نہ هلي، ماڻهن جي ڪنڌ تي سوار ٿي نہ هلي، زبان تي تالا نہ هڻي، قلم کي پنهنجي مرضيءَ تي نہ هلائي، پنهنجي تعريف تي خوش نہ ٿئي. سازش نہ ڪري، بددياننت ماڻهن کي وزير ۽ امير نہ ڪري، ڏهر سان پگهارون نہ ڏئي، ڳالهائڻ وارن کي نہ روڪي، وڏن ماڻهن جي هٿ ۾ پتلي ٿي نہ ڪيڏي، اجايون جنگيون نہ جوٽي، فساد نہ ڪرائي، ڀاڙيسري ملڪن سان نہ ڦٽائي، ڍلون نہ وڌائي، محصول نہ وٺي، آباديءَ تي بندش نہ وجهي، اجايون سزائون نہ ڏئي."

ان ڪان پوءِ فارابي، صدر حاڪم ۽ معاشري لاءِ چوي ٿو:

"جو شهري معاشرو، صحيح مقام تي پهچندو، ان جو هر فرد، صحيح معنيٰ ۾ آزاد هوندو، پر اها آزادي، سماجي احترام کي هميشہ مدنظر رکندي. ڪوبہ فرد ان

احترام کي نظرانداز نٿو ڪري سگهي. سڀني انسان ۾ مساوات ۽ اخوت هوندي.
حڪومت ۽ حاڪميت، ڪنهن فرد جي نه پر اصول ۽ قانون جي هوندي. ان معاشري
جو صدر پنهنجي معاشري جي رضامندي، مطالبي ۽ تقاضا کي هر حال ۾ مڃيندو.
انهن جي نفرت ۽ حقارت تي پاڻ کي جاچيندو. انهن جي باشعور مطالبن کي تڪميل
تي پهچائڻ لاءِ جدوجهد ڪندو رهندو:

فارابي، اهڙي معاشري جو نالو رکيو آهي. "مدنية الفاضله!" ان ۾ قانون جي حيثيت
بيان ڪندي فرمائي ٿو:

"اهڙي معاشري ۾ 'انسان' کي حقيقي مسرت نصيب ٿئي ٿي. اهو مثالي معاشرو
اڳتي هلي مشيت ۽ تخليق جو مظهر بنجي ٿو. اهڙي معاشري جي حيثيت هڪ جسم
جهڙي ٿئي ٿي ۽ قانون سندس پرورش ڪندڙ خادم بنجي ٿو."

هي آهن فارابيءَ جا چند عمراني نظريات.

اهو به ياد رکڻ گهرجي ته فارابيءَ، ارسطوءَ جي 'اشراقي جمهوريت' جو رد ڪيو آهي،
۽ ان جي مقابلي ۾ 'عوامي جمهوريت' جو نظريو پيش ڪيو آهي.

يورپ جي محققن جي راءِ آهي ته فارابي، پهريون فلسفي آهي، جنهن 'بالغ راءِ دهي'
جي حق ۾ دليل ڏنا آهن. فارابي، پهريون شخص آهي، جنهن 'فڪر و نظر' جي آزاديءَ
کان سواءِ سماجي ارتقا کي ناممڪن سڏيو آهي.

فارابيءَ جي افڪار جي افاديت جي اها به خوشقسمتيءَ ڇئبي، جو کيس 'ابن خلدون'
جهڙو شارح مليو.

ابن خلدون اصل ۾ فارابيءَ جي نظريات جي تشريح ڪئي آهي. فارابيءَ جي پڌايل
اصولن جي تشريح ڪندي، پنهنجا فروعات وضع ڪيا اٿس، ۽ انهن جي روشنيءَ ۾ پنهنجي
مشهور عالم تاريخ لکي اٿس. ابن خلدون جي ان خدمت، هڪ طرف فارابيءَ جي صحتمند ۽
صداقت پسند فڪر جي تصديق ڪئي آهي، ته ٻئي طرف يورپ کي جمهوري نظريات لاءِ مواد
جمع ڪري ڏنو آهي.

بقول گبن:

"يورپ ۾ جڏهن اهل ڪليسا ۽ اهل فڪر جي پاڻ ۾ چڪتاڻ ٿي، تاج ۽ صليب
جي ميلاپ سان جڏهن اهل فڪر کي ڪچلڻ شروع ڪيو ويو؛ تڏهن مذهبي دليلن
جي محاذ تان هارائي، اهل فڪر ماڻهن، ابن خلدون جي اچي پناهه ورتي. ان جي
نظريات تي، آزاد معاشري ۽ عوامي جمهوريت لاءِ نعرا بلند ڪيا.... اڳتي هلي، جنهن
عوامي جمهوري نظام جي عمارت تعمير ڪئي وئي، ان جا بنياد عظيم فلسفي،
'ابن خلدون' جي نظريات تي قائم رهي سگهيا...

اصل ۾ اهو، مسلمان فلسفي 'ابوالنصر فارابي' ئي هو جنهن پوليٽيڪل سائنس جو صحتمند بنياد يوناني فلسفي جي خيالي ڳالهين کان الڳ رکيو، جنهن جي تشريح ابن خلدون ڪئي. ان طرح يورپ، 'فارابي' جي نظريات کان، ابن خلدون جي معرفت واقف ٿيو."

## ماخذات:


١- عيون الانباء في طبقات الاطباء: ابن ابي اصيبه.

٢- تاريخ حڪماء الاسلام: البيهقي.

٣- اخبار العلماء: القفطي.

۴- مقدمه ابن خلدون.

٥- وفيات الاعيان: ابن خلڪان.

٦- ابن خلدون: ڊاڪٽر طٰه' مصري.

٧- فارابي: عباس محمود مصري.

٨- تاريخ الحڪماء: (اردو) ڊاڪٽر غلام جيلاني برق.

٩- فارابي (اردو) رئيس احمد جعفري.




الياس عشقي
سنڌيڪار: مرادعلي "اختر" مرزا

# خيام جي رباعين جا منظوم ترجما

دنيا ۾ عمرخيام جي رباعين جا جيترا ترجما ٿيا آهن، اوترا شايد ئي ڪنهن ٻئي ڪتاب جا ٿيا هجن! دنيا جي هرننڍي توڙي وڏي، معروف توڙي غيرمعروف، مطلب ته سڀني زبانن ۾ خيام جي رباعين جا ڪيترائي ترجما نہ رڳو نثر ۾ پر نظم ۾ بہ موجود آهن. هوئنءَ تہ مشرق جو هيءُ جڳ-مشهور شاعر، فيلسوف، هيئت ۽ علم نجوم جو ماهر بہ هو؛ تہ پنهنجي وقت جو عظيم عالم ۽ رياضيدان بہ هو. پر اقليدس، رياضي ۽ فلسفي تي لکيل ٿورن ڪتابن کان سواءِ اڄ سندس علم ۽ فضل جو ڪوبہ يادگار باقي نہ رهيو آهي؛ ۽ وري اهي ڪتابڙا بہ ناياب ۽ ناپيد آهن. ملڪشاهي بہ، جنهن جي ڪري سندس علم نجوم ۾ مهارت جا داستان مشهور هئا، اڄ ماضيءَ جي پراڻي دفتر کان وڌيڪ حيثيت نٿي رکي. پر اهي رباعيون ئي آهن جن جي ڪري اڄ بہ سندس شهرت ۽ ناموري قائم آهي. خيام، دل جي وندر خاطر رباعيون تصنيف ڪندو هو، ۽ عجب جي ڳالهہ آهي تہ هڪ وڏي عرصي تائين هن کي بحيثيت شاعر ڪير سڃاڻندو بہ ڪونہ هو. ان ڏس ۾ سندس ناموري رڳو پنهنجي ملڪ تائين محدود هئي.

دنيا ۾ خيام جي مشهوريءَ ۽ ناموريءَ جو سبب اصل ۾ ايڊورڊ فزجيرالڊ (Edward Fitz Gerald) جا منظوم ترجما آهن. هن خيام جي شاعريءَ ۽ هن جي فلسفي جي روح کي دلڪش ۽ اثرائتي انداز سان انگريزيءَ زبان ۾ آڻي، دنيا کي ڀهريون ڀيرو ان نئين دلفريب ۽ جاندار آواز سان روشناس ڪرايو. پر بدقسمتيءَ سان مغرب ۾ اڪثر ڪري هن کي فيلسوف، ماهرنجوم، هيئتدان، رياضي، الشاعر، طب، تاريخ ۽ ادب جي استاد هجڻ بدران فلسفہ ايپيڪيورس جي شيدائي شاعر جي حيثيت سان ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. ڪيترائي نقاد تہ مرڳو هن کي 'شراب و شاهد' جو پرستار سمجهندا آهن. خود سندس وطن ايران ۾ بہ خيام جي گمناميءَ جي اها حالت هئي، جو جڏهن ناصرالدين شاهہ قاچار، انگلنڊ ويو، تڏهن ڪيس 'خيام ڪلب' ۾ دعوت ڏني وئي. پر خيام جي شائقن کي، جهڙي ڪالهہ خيام جي باري ۾ ڪهڙي ئي ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ اچي ڪٺا ٿيا هئا، ڏاڍي مايوسي ٿي. يورپ ۾ خيام جي مقبوليت کان گهڻو اڳ، سڀ کان ڀهريون خيام کي اڪبر بادشاهہ خراج عقيدت پيش ڪيو، جنهن جو

هيءُ فقرو ادب جي تاريخ ۾ هميشه يادگار رهندو: (بايد که پس از هر غزل خواجه حافظ رباعي عمرخيام بر نويسند ورنه خواندن آن حکم شراب بي گزک دارد.) پر ان فقري جو مان مرتبو به فزجيرالڊ جي ترجمي کان پوءِ ٿيو. فزجيرالڊ پاڻ به ان ترجمي جون ٻه سؤ کان وڌيڪ ڪاپيون ڇپارائڻ جي همت نه ساري سگهيو. ان ڇاپي ۾ صرف پنجهتر رباعيون هيون ۽ ان جي قيمت پنج شلنگ رکي ويئي هئي، پر الهيءَ هوندي به ان ڇاپي تي ڪنهن به ڌيان نه ڏنو، جنهنڪري ان جي قيمت گهٽائي ٻه شلنگ رکي ويئي، ۽ دڪاندار بيزار ٿي ان جون سڀئي ڪاپيون دڪان کان ٻاهر ردي ڪتابن جي ٽوڪريءَ ۾ رکي ڇڏيون. اتفاق سان سر رچرڊ برٽن (Sir Richard Burton) ۽ مشهور شاعر سون برن (Swinburne) ۽ روزيٽي (Rossetti) جهڙن قدردانن جي نظر ان ڇاپي تي پيئي، جن ان جي قدر و قيمت کي محسوس ڪيو. نتيجو اهو نڪتو جو ان جي هڪ هڪ ڪاپي ڏهن-ڏهن گنين ۾ به وڪاڻي ۽ آخري ڪاپي پنجٽيهن گنين ۾ نيلام ٿي. سن ١٨٦٨ع ۾ فزجيرالڊ ٻهرئين ڇاپي ۾ ڪي ترميمون ۽ اضافا ڪري ٻيو ڇاپو شايع ڪيو، جنهن تي ٻهريون پيرو مترجم جو نالو ڇپيل هو. ان کان پوءِ سن ١٨٧٢ع ۾ ٽيون ۽ سن ١٨٨٩ع ۾ چوٿون ڇاپو شايع ٿيو. اهي ڇاپا هٿون هٿ وڪامي ويا. ان وقت انهيءَ ترجمي کي ايتري ته مقبوليت حاصل ٿي، جو سواءِ آسماني صحيفن جي ٻين ڪتابن کي نصيب نه ٿي آهي، ۽ اڄ ته يقين ئي نٿو ڪري سگهجي ته اهو شاهڪار فريزر ميگزين (Fraser Magazine) جي آفيس ۾ ٻه سال رهڻ کان پوءِ به ڇپجڻ لائق نه سمجهيو ويو هو. هوندي ته عمرخيام جون رباعيون جدا جدا نسخن ۾ پنجهتر کان وٺي ايدائي هزارن تائين ڇاٽايل آهن، پر مستشرقين ۽ محققين، جن ۾ زوڪوسڪي، پروفيسر براؤن، گارسان دتاسي ۽ سيد سليمان ندوي جهڙا عالم شامل آهن، تن الحاقي رباعين جي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. سيد سليمان ندويءَ پنهنجي زبردست تصنيف "خيام" ۾ وڏي تحقيق کان پوءِ ثابت ڪيو آهي ته اهڙين رباعين جو تعداد فقط ٻه سؤ پنج آهي، جن تي، خيام کان سواءِ ٻئي ڪنهن به شاعر جي دعوا ڪانهي.

يورپ ۽ انگلنڊ ۾ ته خيام جي ترجمن جي مقبوليت جو اندازو ڪرڻ مشڪل آهي. البت برصغير هند-پاڪ ۾ انهن جي مقبوليت جو اندازو آغا شاعر قزلباش جي هڪ بيان مان ڪري سگهبو، جيڪو هن "خمڪدهٔ خيام" جي ديباچي ۾، پنهنجي ڪلڪتي جي سفر جي ذڪر ڪندي لکيو آهي:

"هڪ ڏينهن ٿيڪر اسپنگ اينڊ ڪمپنيءَ ۾ به ان ترجمي جي ڳولا ڪندي پهتس. مون ان جي انگريزي ترجمي جي گهر ڪئي، پر آءٌ اهو ڏسي حيران رهجي ويس ته ڪمپنيءَ جي مئنيجر، هڪ وڏي ميز، خيام جي مختلف ترجمن سان ڪٽي پري هئي، جيڪي جدا جدا ڊزائينن ۽ جدا ذوق جي تصويرن سان سينگاريل هئا."

ان سلسلي ۾ مناسب آهي ته هت اسين خيام جي ترجمن جي هڪ مختصر فهرست نقل ڪريون، جنهن مان اندازو ڪري سگهبو ته عمرخيام جي رباعين جا ترجما دنيا جي ڪهڙين ڪهڙين زبانن ۾ ٿي چڪا آهن.

| نالو | سن | زبان |
|---|---|---|
| (١) ڊاڪٽر ٿامس هائيڊ، پروفيسر عربي، آڪسفورڊ | سن ١٧٠٠ع | (لاطيني) |
| (٢) جوزف ڦان هيمرپور گستال | سن ١٨١٨ع | (جرمني) |
| (٣) سر جارج اوسلي | | (انگريزي) |
| (٤) ڊاڪٽر فريڊرڪ روڪرٽس | | (ايضاً) |
| (٥) گارسان د تاسي | سن ١٨٥٧ع | (فرينچ) |
| (٦) پروفيسر ايڊورڊ بسي ڪووبل، پريسي ڊينسي ڪاليج، ڪلڪتو | سن ١٨٥٧ع | (انگريزي) |
| (٧) ايڊورڊ فزجيرالڊ | سن ١٨٥٧ع | (ايضاً) |
| (٨) جي. بي. لڪولاز | سن ١٨٦٨ع | (فرينچ) |
| (٩) فريڊرڪ بوڊينسٽيڊ | سن ١٨٨١ع | |
| (١٠) اي. ايچ. ولفيلڊ | سن ١٨٨٣ع | (انگريزي) |
| (١١) آرل آف ڊفرن، وائسراءِ هند | سن ١٨٨٧ع | (ايضاً) |
| (١٢) جون ليلي گاريٽ | سن ١٨٨٨ع | (ايضاً) |
| (١٣) جسٽس هنٽلي ميڪارٿي | سن ١٨٨٩ع | (ايضاً) |
| (١٤) ڊاڪٽر سر راس | سن ١٨٩٨ع | (ايضاً) |
| (١٥) پروفيسر ويلينسٽائن ژوڪوسڪي | | (روسي) |
| (١٦) ٿاٿن هيڪل ڊول ملٽي وير [پيو ڇاپو] | سن ١٨٩٨ع | |
| (١٧) ايڊورڊ هيرون ايلن | سن ١٨٩٨ع | |
| (١٨) جون پين | سن ١٨٩٩ع | |
| (١٩) ڊاڪٽر اي. جي. برائون | سن ١٨٩٩ع | (انگريزي) |
| (٢٠) مسز ڪيمبل | سن ١٨٩٩ع | (انگريزي) |
| (٢١) ڊاڪٽر آرٿر ڪرسٽن سن | سن ١٩٠٤ع | (انگريزي) |
| (٢٢) اين فرانسس ٿامسن | سن ١٩٠٦ع | |
| (٢٣) جونسن پوشا | سن ٩١٣ ع | |
| (٢٤) جون پولن | سن ١٩١٥ع | |
| (٢٥) رچرڊ لي گيلن | سن ١٨٩٧ع | (انگريزي) |
| (٢٦) فريڊرڪ روسن | سن ١٩٢٢ع | |

(۲۷) سي. ايس. ٽيوٽ — سن ۱۹۲۶ع

(۲۸) فرالسس ڊائزن — سن ۱۹۲۷ع (آسٽريليا)

(۲۹) اي. جي. ائيسر زيڊه — سن ۱۹۳۱ع (فرينچ)

(۳۰) برگيڊيئر جنرل اي. ايچ. روڊويل — سن ۱۹۳۱ع (انگريزي)

(۳۱) پروفيسر ايڊورڊ پيلز ڪول

(۳۲) آر. سي. پاجيوالا (انگريزي)

(۳۳) رابندرناٿ ٽيگور (بنگلا)

(۳۴) وي. ايم. داتار (سوامي گووند تيرٿ) (انگريزي)

(۳۵) پروفيسر آربري (ايضاً)

انهن کان سواءِ يورپ جي ٻين زبانن، جهڙوڪ پيسڪ (Basque)، ڪٽالان (Catalan)، زيڪ (Czech)، ڊينش (Danish)، ڊچ (Dutch) ۽ ايسپرانٽو (Esperanto) وغيره ۾ به ڪيترائي ترجما ٿي چڪا آهن. فرانسيسي زبان ۾ هيٺين ماڻهن جا ترجما گهڻو مشهور آهن:

(۱) چارلس گروليو، (۲) ليسڪارس، (۳) فرڊيننڊ هينري، (۴) ڪلاڊ ايسنٽ، (۵) چارلس سيلهي، (۶) روجر ڪازلهي، (۷) رابرٽ ڊيلپاڪ، (۸) جوليس ڊي مارئس هولڊ، (۹) فرنيئر لوسان* گيلڪ.

جرمن زبان ۾ وري گريف فان شيڪ ۽ اي وولف جا ترجما گهڻو اعليٰ ۽ معياري سمجهيا وڃن ٿا. انهن ڙبانن کان سواءِ يوناني، هنگيرين، اطالوي، نارويجين، پرتگالي، رومن، اسپيني، والاپيڪ، ويلش، ويلش رومن وغيره زبانن ۾ به ترجما ٿي چڪا آهن.

يورپي زبانن کان سواءِ دنيا جي ٻين ڙبانن ۾ به عمرخيام جي رباعين جا ڪيترائي ترجما موجود آهن: ايتريقدر جو چيني، جاپاني، سنسڪرت ۽ عربي زبانن ۾ به ڪيترائي ترجما ملن ٿا.

برصغير پاڪ-هند جي ڙبانن مثلاً هندي، بنگالي، گجراتي، مرهٽي، سنڌي، تامل، تلنگي، اڙيا، ڪناري، مليالم، پنجابي ۽ اردو وغيره ۾ به ترجما ٿيا آهن. پروفيسر ٽي. ايم. پٽوَرڌن ۽ سوامي گووند تيرٿ (وي. ايم. داتار) انهن رباعين کي مرهٽي ڙبان ۾ ترجمو ڪيو. مرزا قليچ بيگ سنڌيءَ ۾ †، پنڊت گرڌر شرما سنسڪرت ۾ ۽ پٽيل گجراتيءَ ۾. انهن ۾ سوامي گووند تيرٿ سڀني کان وڏيڪ رباعين جو ترجمو ڪيو آهي، جيڪو هن "گيروڪرولامرتا" جي اسالي سان مرهٽي، ۽ نيڪٽر آف گريس (Nector of Grace) جي نالي سان انگريزيءَ ۾ شايع ڪيو آهي.

---

† عمرخيام جي رباعين جو پيو ترجمو خيرپور جي مير علي نواز "ناز" پڻ ڪيو آهي، جيڪو هن وقت ناياب آهي. —مترجم

عربيءَ ۾ وديع بستاني، محمد رباعي ۽ سعيد احمد نجفيءَ جا ترجما عمدا ۽ مشهور آهن. ترڪيءَ ۾ ڊاڪٽر عبدالله جودت، رضا توفيق ۽ حسين دانش جا ترجما معياري سمجهيا وڃن ٿا. هنديءَ ۾ ته ڪيترائي ترجما موجود آهن، جن مان پنڊت سوريه ناٿ تڪرو، بابو ميٿلي شرن گپت، جهالا ٻائن جي پنڊت گرڌر شرما (سن ١٩٣١ع)، پنڊت بلديو پرساد... (سن ١٩٣٢ع)، پنڊت اقبال ورما سحر هتڪامي (سن ١٩٣٧ع)، ڊاڪٽر گيا پرشاد گپتا (سن ١٩٣٣ع، جيڪو ڪنهن بنگالي ترجمي جو لفظي ترجمو آهي)، بچن (سن ١٩٣٥ع)، برجموهن تواڙي، رگهوونش لال گپت، ڪشوري رمن ٽنڊن جوڌپور واري (سن ١٩٣٦ع)، پنڊت جگدمبا پرشاد تهيشي، پنڊت سمترا نند پنت، ڪيشو پرساد پاٺڪ ۽ مهاديوي ورما جي ڪيل ترجمن کي گهڻي اهميت حاصل آهي. انهن کان سواءِ به ڪيترائي ترجما آهن ۽ رسالن ۾ اڄڪله نوان نوان ترجما نظر ايندا رهن ٿا.

اردوءَ ۾ دکن جي راجا مکن لال (سن ١٢٦٠هجري)، سيد محمد لائق حسين صاحب قوي امروهوي، منظر امروهوي، مير ولي‌الله ايبٽ‌آبادي، مولوي سيد احمد حسيني نشتر رامپوري، ڪاشي پرياگي، عبدالرحمان طارق، ميراجي، حڪيم آزاد انصاري، ڊاڪٽر تاثير، آغا شاعر قزلباش، جوش مليح‌آبادي، نادان دهلوي، شوڪت بلگرامي، صفي لکنوي، مولانا عاصم جيپوري وغيره جا ڪيل ترجما مشهور آهن. ازان سواءِ جاوا، سماترا، برما، ملايا، تبت، سيام، ڪشميري (شينا) ۽ نيپالي، يوناني زبانن ۾ به خيام جي رباعين جا ترجما موجود آهن.

خيام جي يادگيريءَ طور، هن جي ڪلام کي عام ڪرڻ خاطر لنڊن ۾ 'عمر خيام ڪلب' جو بنياد سال ١٨٩٢ع ۾ رکيو ويو. سال ١٩٠٠ع ۾ وري آمريڪا وارن به هڪ اهڙوئي ادارو قائم ڪيو، جيئن عمر خيام جي ڪلام ۽ فلسفي کي عام تائين پهچايو وڃي. ان کان پوءِ دنيا جي هر ترقي‌يافته ۽ مهذب ملڪ ۾ ان قسم جي تحريڪ زور وٺڻ لڳي، ۽ سچ پچو ته انهن ادارن جي ڪوشش جوئي نتيجو آهي، جو اڄ خيام جو ڪلام فزجيرالڊ ۽ ٻين مترجمن جي ڪري طرح طرح جي ڇاپن، مختلف سائزن ۽ رنگين شاهڪار تصويرن سان سينگاريل هرهنڌ ملي سگهي ٿو. انهن ڇاپن جي قيمت ٿورن پئسن کان وٺي، ڪيترن ئي رپين تائين آهي، جن ۾ نه رڳو تصويرون آهن پر ڪيترن ئي زبانن جا ترجما، قلمي نسخن جا عڪس ۽ محققن جون تنقيدون ۽ تبصرا پڻ ڏنل هوندا آهن. ڪيترائي اهڙا شعري مجموعا آهن، جيڪي ٽائن هسڪل جي ملڻي ويريوم ايڊيشن جي نموني تي شايع ٿيا هوندا، ۽ جن جا حوالا ٽيوٽن (Tutin) جي ڪولڪورڊنس (Concordenoe) جي صورت ۾ تيار ٿيا هوندا. اهڙيءَ طرح جو فزجيرالڊ جي چٽني ڇاپن جي مصراعن ۽ لفظن جي صفحن مطابق، لفظن جي ڦير گهير ۽ اصلاح ۽ درستين سميت مرتب ڪيا ويا هوندا. انهن ڇاپن مان معلوم ٿي سگهي ٿو ته ڪهڙيون مصراعون ۽ لفظ فزجيرالڊ جي ترجمن جي جدا جدا ڇاپن ۾ ڪيترا ڀيرا ۽ ڪهڙي ڪهڙي هنڌ استعمال ٿيا آهن.

خيام ۽ سندس فلسفي ۽ پيغام کي زنده رکڻ لاءِ ڪيترين ئي زبانن ۾ هن جي زندگي بابت ناول، افسانا، ڊراما ۽ خاموش ۽ ڳالهائيندڙ فلمون تيارڪيون ويون آهن. مشهور رقاصه آئسو ڊورا ڊنڪن، عمرخيام جي زندگيءَ ۽ ڪلام تي هڪ اسٽيج ڊرامو تيار ڪري پيش ڪيو هو، جنهن ۾ پنهنجي اعلىٰ ناچ جي وسيلي عمرخيام جي رباعين جو فني تعبير پيش ڪري، ڏسندڙن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. اڙدو زبان ۾ بہ حضرت عاصم جيوريءَ، خيام جي زندگيءَ ۽ رباعين تي مبني هڪ بيمثال ڊرامو لکيو آهي.*

جيئن تہ خيام کي اها عالمگير شهرت سندس رباعين جي ترجمن سبب ملي آهي، تنهنڪري هن مختصر تمهيد کان پوءِ، پڙهندڙن کي انهن ترجمن کان واقف ڪرائڻ، وڌيڪ مناسب معلوم ٿئي ٿو. هن مضمون جو سبب اصل ۾ خيام جي رباعين جو سنڌي ترجمو آهي، جنهن کي ڏسڻ جو گهڻي وقت کان شوق هو ۽ جيڪو مترجم شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جي فرزند مرزا اسد بيگ جي مهربانيءَ سان ملي سگهيو. رباعين جي ترجمي ڪندي، مرزا صاحب مرحوم نہ رڳو اصل رباعين جي خوبين جو خيال رکيو آهي، پر سنڌي زبان جي مزاج کي بہ برقرار رکيو اٿن. اها ترجمي جي هڪ وڏي خوبي آهي. پيو تہ سنڌي زبان ۾ پيو ڪو بہ منظوم ترجمو موجود ڪونهي، تنهنڪري پيٽ ڪرڻ کان پوءِ، سنڌي زبان ۽ اصل رباعين جي خوبين تي ڪا بہ راءِ لئي ڏيڻي سگهجي ۽ نہ وري راقم الحروف ان جو اهل ئي آهي. پر اهو وڌيڪ مناسب معلوم ٿئي ٿو تہ جدا جدا زبانن ۽ مشهور مترجمين جي ترجمن سان گڏ مرزا قليچ بيگ جا منظوم ترجما ڏيئي، علم وارن ۽ با ذوق صاحبن تي فيصلو ڇڏيو وڃي. ڇاڪاڻ تہ: 'مشڪ آنست ڪہ خود ببويد نہ ڪہ عطار گويد.'

**خيام:**

اِمشب مئي جام ــ يڪ مني خواهم ڪرد،
خود را بہ دو جام ــ مئي غني خواهم ڪرد؛
اول سہ طلاق ـ عقل و دين خواهم گفت،
پس دختر رز را بہ زني خواهم ڪرد.

**فزجيرالڊ:**

You know my friends with what brave carouse,
I made a second marriage in my house,
Divorced old barren reason from my bed,
And took the daughter of vine to spouse.

انگريزيءَ جي مترجمين ۾ شايد وي. ايم. داتار سڀني کان وڌيڪ رباعين جو ترجمو "Nector of Grace" جي نالي سان ڪيو آهي. مٿينءَ رباعيءَ جو ترجمو هن هيئن ڪيو آهي:

---

* اڙدوءَ ۾ پيو ڊرامو سيد عابد علي "عابد" جو لکيل آهي، جيڪو خاص ريڊيو لاءِ لکيو ويو هو.

I invite bowl and wine my heart and head,
By drinking twain, I shall be overfed,
I then divorce my faith, and wisdom thrice,
And then the daughter of vine I wed.

هندي ترجمن ۾ ميٿلي شرن گپت جو ترجمو (جيڪو فزجيرالڊ جي انگريزي ترجمي تان ڪيل آهي) ان ڪري وڏيڪ ڪامياب آهي، جو ان ۾ خيام جو روح موجود آهي:

مترو! ايڪ لئي ڀري نهي ڪهي هيتو تمهين يه هئي معلوم؛
ڪي ٿي مئن نے اپني گهر راگ رنگ ڪي ڪتني ڌوم،
بالجهه ترڪنا ڪا جب مئن نے تياگ ڪرديا اور سَهرش،
دراڪشادو هيتا ڪو تج پتني بناليا اس ڪا منهه چوم.

ان ڪان سواء مشهور هندي شاعر بچن، جو ڪيل ترجمو به پڙهو، جنهن خيام جو رنگ پاڻ رچيو، جديد هندي شاعرن ۾ پنهنجي لاءِ هڪ خاص مقام پيدا ڪيو آهي:

بهت دن سے متّرون ڪو گيات، پتوَن مين ميري آتي آتساهه،
سهت هوتا هئے مدِرا پان، ڪيا هئے مئن لے لوتن بياهه؛
ڪروڪشه ورڌا بنڌيا جان، ديا هئے ترڪ شڪني ڪو چوڙا
ليا هئے سَرس مدر سُڪُمار، سَرا بالا سے ناتا جوڙ.

انگريزي زبان ۾ ان رباعيءَ جا ڪيترائي ترجما آهن، پر هت رڳو ٻه ترجما ڏنا وڃن ٿا:

روڊويل:

Tonight I'll drink one cup for pleasure's sake,
Then with two cups myself I'll richer make,
At first my "faith" and "reason" I'll divorce,
The vine's red-daughter then to spouse I'll take.

رچرڊ لي گيلن:

Nay, I think no more, but grisp the slender waiste,
Of her whose kisses have no better teste,
Reason's a hag and love a pointed jade,
Come daughter of vine, dear and disgraced.

نوي امروهوي، اڙدوءَ ۾ هيئينءَ ربت ترجمو ڪيو آهي:

ساغر-نو سے مئن آج ڪرونگا ميڪشي،
پي ڪے دو جام لاله گون..............
تين طلاق دونگا مئن پهلے توعقل و هوش ڪو،
دختر-رز ڪے ساتهه پر هوگا نڪاح لازمي.

مٿيون ترجمو تمام معمولي قسم جو آهي، جيتوڻيڪ رباعيءَ جي وزن کي ڇڏي قطعي جي صورت ۾ ڪيو ويو آهي. ٻه سنڌي ترجمي ۾ مرزا قليچ بيگ رباعي جي اصول کي هٿان نه ڇڏيو آهي:

مٿي ٻيو آهي غلاميءَ ۾ وڃان آزادي،
۽ پنهنجي خاني جي ڪريان آبادي؛
پڻ عقل ڪي ٻهرين ٽي طلاقون ڏيندس،
پوءِ ڊاک جي ڌيءَ سان آءُ ڪندس شادي.

**خيام:**

اين چرخِ فلک که مادرو گردانيم،
فانوس خيال از و مثالي دانيم،
خورشيد چراغ آن و عالم فانوس،
ماچون صورتيم کاندر و حيرانيم.

ان رباعيءَ جو ڪاشي پرياڳي، اڙدوءَ ۾ هيئن ترجمو ڪيو آهي:

وه چرخ فلک که جسمين سرگردان هين،
فانوس خيال مراعت رقصان هين؛
سورج هے چراغ اس کا عالم فانوس،
تصوير کے نقش هم هين جو حيران هين.

ان ترجمي ۾ لفظن جي صحت جي هوندي به اصل روح ڪونه ٿو ملي. ٿوي اسروهوي جي ترجمي جو به اهوئي حال آهي، جيتوڻيڪ هن پنهنجي ترجمي ۾ رباعيءَ جي وزن کي ڇڏي ڏنو آهي:

باعثِ حيرت بنا هے يه جو دورِ آسمان،
اس په هم رکتے هين فانوسِ خيالي کا گمان؛
شمعدان خورشيد هے فانوس هے دنيا تمام،
اور تصويرون کي صورت هم کو حيرت هے يهان.

خيام جي اصل رباعيءَ جو روح ته فزجيرالڊ جي انگريزي ترجمي ۾ ئي موجود آهي:

We are no other than the moving row,
Of magic shadow-shapes that come and go,
Round the sun-illumined lanlern held,
In midnight by the master of the show.

وي. اير. داتار:

He thinks this wheel at which we gape and stare,
Is chinese lantern-like we buy at fair,
The lamp is sun and paper shed the world,
And we the pictures whirling unaware.

روڊويل:

This wheeling sphare that we With wonder know,
Resembles most a magic lantern show,
The sun is lamp, the world a lantern turns,
And we bewildered figures come and go.

جيئن ترجمن مان ظاهر ٿئي ٿو، انگريزيءَ جو آخري ترجمو، لفظي ۽ معنوي لحاظ کان فزجيرالڊ جي ترجمي کان پوءِ ٻئي ترجمي کان بهتر آهي، پيٽ خاطر هڪ ٻيو انگريزي ترجمو ڏسو:

رچرڊ لي گيلن:

Good friends beware! The only life we know,
Flies from us like an arrow from the bow,
The caravan of life is moving by,
Quick to your places in the passing-show.

ميٿلي شرن گپت جو هندي ترجمو گهڻو جاندار آهي:

ٻيتر باهر اوپر نيچي آگي پيڇي اِدهر آدهر،
نهين اور ڪڇ يہ مايا ڪي ڇايا ڪا هي ڪوتڪ پر،
هي فانوس خيال ايڪ ٻي، دِنڪر جسڪا ديپڪ هي،
چارون اور مرشاڪارون سي ڪاٽ رهي هين هم چڪر.

پر جيئن تہ اهو ترجمو فزجيرالڊ جي ڀرئين ڇاپي جي ترجمي تان ڪيو ويو آهي، تنهنڪري ان جي خوبين کي پرکڻ لاءِ فزجيرالڊ جو ٻيو ترجمو ڏسجي:

For in and out obove and below,
It is nothing but a magic-shadow-show,
Played in a box whose candle is the sun,
Round which we phantom figures come and go.

بچن:

سچ رهي يتر تتر سرو ترر،
لير لتر جگ مين جو رنگ ريل؛

نهين اس کا کچھ ڀي استيتو،
اندر جالي مايا کا کمل،
گگن ڀهوتل کي هي قنديل،
سوريه هي جس مين ديپڪ ايڪ،
چندرڪ جس کي چايا روپ،
گهومتي هم جڙجيو اليڪ.

هاڻي مرزا قليچ بيگ جو ترجمو پڙهو:

هيءُ چرخ آهي جنهن کان...... انسان،
فانوسِ خيال جو آهي ان جو لشان،
سچ آهي چراغ دانِ عالم فانوس،
آهيون اسين صورتون منجهس ٿيون حيران.

... ... ...

**خيام:**

تابود دلم ز علم محروم نه شد،
کم بود ز اسرار که مفهوم نه شد؛
اکنون که همين بنگر و از روئے خرد،
معلوم شد که هيچ معلوم نه شد.

ذوق جي هڪ رباعي هن جي ايترو ته ويجهو آهي جو ترجمي جو گمان ٿئي ٿو:

اس جهل کا اے "ذوق" نکانا کچھ ہي،
دانش لے کيا دل کو نہ دانا کچھ ہي؛
هم جانتے تھے علم سے کچھ جانين گے،
جانا تو يہ جانا کہ نہ جانا کچھ ہي.

ساڳيوئي حال جوش مليح آبادي جي هڪ رباعيءَ جو آهي:

هر دعوئي ارتقا کو مانا مين نے،
هر گوشئہ کائنات چانا مين نے؛
سب جان چکا تو اے حريفِ دمساز،
مين کچھ نهين جانتا يہ جانا مين نے.

اهڙي ئي مفهوم جي هڪ ٻي رباعي جوش جي کلام ۾ ملي ٿي، جنهن کي خيام جي رباعيءَ جو آزاد ترجمو چئي سگهجي ٿو:

ظلمت کا سراغ کب لگايا هم نے،
جب سلسلۂ نور بڑھايا هم نے؛

باقي نہ رہا علم کا جب کوئي سلوک،
تب جا کے مقام جهل پايا ہم نے.

اِها ڳالهہ مڃڻي پوندي تہ ڪنهن بہ مترجم اهڙيءَ طرح اصل جي مفهوم کي اڄ تائين پنهنجو نہ ڪيو. پر اهڙا مثال ٿورا ملندا. مرزا صاحب جو سنڌي ترجمو بہ واہ جو آهي:

جيءُ منهنجو ادا، عمر کان محروم نہ ٿيو،
اسرار هئيو ڪولہ جو مفهوم نہ ٿيو؛
جي ڏيان ڪري ڏسان ٿو پنهنجي دل ۾،
گذري وئي عمر کي ۽ معلوم نہ ٿيو.

**خيام:**

درکارگہ کوزه گران بودم دوش،
ديدم دو هزار کوزه گويا و خموش؛
هر يک بزبانِ حال با من گفتند،
کو کوزه گر و کوزه خر و کوزه فروش.

**ڪاشي پرباڪي:**

آوے مين جو کل رات گيا رفتہء هوش،
ديکهے ان گنت کوزے گويا و خموش؛
نالہ کيا اک کوزے نے با جوش و خروش،
کو کوزه گر و کوزه خر و کوزه فروش.

**طارق:**

کارگاہِ کوزه گر مين مئن جو جا نکلا تا دوش،
اس جگہ ديکهے هزارون کوزے گويا و خموش؛
ان سے هر کوزه لگا کهنے زبانِ حال سے،
هے کهان کوزه گر و کوزه خر و کوزه فروش.

**روڊويل:**

I tarried a potter's yesterday;
Two thousand pots speaking or silently lay:
In their pot language all began to say-
Where's the pot-meked, buyer, seller-pray.

**وي.ايم. داتار:**

I worked at night at potter's shop me thought,
That pots coferred and some solution sought,
And each enquered of me: "Tell thou on earth,
Is pot or potter, who that sold or bought".

نوي امروهوي

کل جو مئن اک کوزه گر کے کارخانے مین گیا،
تے هزارون کوزے اک گویا تو اک خاموش ٿا؛
مجھ سے هر اک نے کها یہ تو بتاؤ هے کهان،
کوزه ساز و مشتري اور تها جو کوزه بيچتا.

فزجيرالڊ:

And strange to tell among, the earthen lot,
Some could articulate while other not,
And suddenly......more impatient cried-
Who is the potter, pray and who the pot?

جيتوڻيڪ اهو ترجمو سيني انگريزي ترجمن کان وڌيڪ سٺو آهي، پر فزجيرالڊ چوٿين چابي ۾ اها رباعي هيٺين ريت درست ڪري ڇاپائي آهي:

Whereas some of the loquacious lot-
I think a sufi pepkin-waxing hot-
"All this of pot and potter-tell me then,
Who is the potter, pray, and who the pot?"

بچن:

مجھے کهتے هوتا اشچرج ہے،
رهے تے آن مين سے کچھ بول،
مگر کچھ تے ايسے ہي تاءِ تُر،
نهين جو منھ سکتے تے کول؛
اچانک بول آٹا يہ باتر،
سيون سے جو ٿا آدهک ادهير،
بناتا کيون هے ديرٽ کلال،
ٿجهہ مٽي کے کشنک شرير.

مرزا قليچ بيگ:

دڪان ۾ ڪوزه‌گر جي ٿيو جوش خروش،
ڪوزا ڪي ڏٺم سخن ۾ ۽ ڪي خاموش؛
سيني ٿي زبان حال جي سان ڇيو آت،
ڪٿ ڪوزه گر ۽ ڪوزه خر ۽ ڪوزه فروش.

خيام:

روزي ڪ بود اذالسماءُ انشقت،
دالدم ڪ بود اذا النجوم" انڪدرت،
من دامنِ تو بگيرم اندر عرصات،
گويم صنما باي" ذنب قتلت.

آغا شاعر:

جس روز ڪ آسمان ڦٽ جائي گا،
جس وقت ڪ دهندلي هو ستارون کي ضيا؛
دامن تيرا ٿام ڪر مئن ي پوچون گا،
کس جرم پر سرڪار مجهي قتل ڪيا.

قوي امروهوي:

جس روز ڪ شق هو آسمان کا سينا،
جس وقت ڪ رخصت هو ستارون کي ضيا؛
دامن تيرا حشر مين پڪڙ ڪر تجه سي،
پوچون مئن کس گناه پر قتل کيا.

وي. ايم. داتار

When time is spent out, space will leave no mark,
When suns are blown out, light is turned to dark.
I'll grasp thy skirts, my beloved lord! and ask:
Why did thou make this all so staff and stark.

مرزا قليچ بيگ:

جنهن ڏينهن ٿئي اذا السماءُ انشقت،
جنهن وقت ٿئي اذا النجوم انڪدرت؛
دامن وٺي تنهنجو ۽ چوان توکي تڏهن،
اي يار سڄڻ باي" ذنب قتلت.

خيام:

مئي مي خورم و مخالفان از چپ و راست،
گويند مخور باده ڪ دين را اعدا ست؛
چون مي دانستم ڪ مئي عدوئي دين است،
بالله بخورم خونِ عدو را ڪ روا ست.

آغا شاعر:

مئے نوشي ہہ ھو مري تلاطم برپا،
کهتے هين نہ پي دشمنِ دين هے يہ بلا،
جب کل گيا يہ کہ دشمنِ دين هے شراب،
واللہ پيونگا خون دشمن هے روا.

قوي امروهوي:

دھنے بائين سے سب مخالف احباب،
کهتے هين نہ پي دشمن دين هے يہ شراب؛
کيولکر نہ پيون شراب مين دالستہ،
والله عدو کا خون پينا هے ثواب.

وي. ايم. داتار:

I drink my mead, but folk now intercede;
Drink not this mead, 'tis foe of faith they plead,
So wine is foe of faith! by God I drink,
'Tis to rid this world of foes of creed.

مرزا قليچ بيگ:

آءُ مئي پيان، کن منع مون کي ماڻهو سدا،
ءِ چون شراب دين دشمن جي بجا؛
جي آهي سچي دين جو دشمن ہہ شراب،
دشمن جو پيڻ رت آهي مذهب ۾ روا.

خيام:

چون مي گذرد عمر چہ شيرين و چہ تلخ،
پيمانہ چو پر شود چہ بغداد وچہ بلخ؛
مئے نوش کہ بعد از من و تو ماه بسے،
از سلخ بہ غرہ آيد وغره بہ سلخ.

آغا شاعر:

جب عمر گذرتي هے تو کيا شيرين کہ تلخ،
پيمانہ جهان پرتا هو بغداد کہ بلخ؛
پي عيش منا کہ بعد ميرے تيرے،
يہ چاند بهت چمکيگا سؤ غرے سے سلخ.

قوي امرو هوي:

عمر جب جاتي هي نهري هے تو کيا شيرين و تلخ،
هوگيا پيمانہ جب لبريز کيا بغداد و بلخ؛
هان شراب ناب پيتا رہ کہ ميرے تيرے بعد،
سلخ سے غرے بهت سے هونگے اور غرون سے سلخ.

هن رباعيءَ جو شوکت بلگرامي بہ اڙدوءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي، جيڪو هر لحاظ کان اڙدوءَ جو بهترين ترجمو سمجهيو وڃي ٿو. پر هن جي ان ترجمي کي آزاد ترجمو چوڻ بہ مشڪل ٿيو پوي!

جب خاک هوئے تو خاک اور تخت هے ايک،
مرقد کو زمين نرم اور سخت هے ايک؛
هر سال نيا غلاف هے زيب مزار،
ميت کا وهي قتا هوا رخت هے ايک.

تعجب هن ڳالهہ تي ٿئي ٿو تہ اهو ترجمو، مترجم ونفيلڊ جي ترجمي سان ڪڏ خبر نہ آهي ڪهڙي سبب ڪري، پنهنجي مجموعي ۾ شايع ڪيو آهي. ونفيلڊ جو ترجمو هيءُ آهي:

When life's once gone, what's balkh or nishapur?
What sweet or bitter if the cup runs o'er,
Come drink! full many a moon will waxor wave,
In times to come when we are here no more.

وي . ايم . داتار:

As life will pass, what boots this bliss to bane?
When end is near what care I france or spain?
ye a taste his word, for after we have lain,
The moon may wax and wane and wax and wane.

روڊ ويل:

Baghdad or in balkh need we complain,
If our life passes well, or with some pain,
Drink wine, for after us, our measures filled,
Full many a moon shall wax or wane.

فزجيرالڊ:

Whatever of nishapur and babylon,
Whether the cup with sweet or bitter run,
The wine of life keep oozing drop by drop,
The leaves of life keep falling one by one.

رگھوونش لال گپت:

هم هي جب نہ رهے تو کيا ڦر بلخ بخارا کيا بغداد،
پيالہ هي جب ٽوٽ گيا تو کيا کڙي کيا ميٺي سواد؛
کالو پي لو موج کرو دن دوکے جيون مين خيام،
پلا بسرا کيا سک کيا دک اور پاپ پنيہ کي کيا بنياد.

مرزا قليچ بيگ:

گذري ٿي جڏهن عمر ڇا شيرين ڇا تلخ،
جڏهن جان بلب ٿي ڇا نيشاپور ڇا بلخ؛
مئي پيءُ جو اسان کان پوءِ کي چنڊ لنگهن،
کو سلخ ۾ غرّہ ٿي ۽ کو غرّہ ۾ سلخ.

**خيام:**

آن قصر کہ بهرام درو گور گرفت،
آهو بچہ کرد و شير آرام گرفت؛
بهرام کہ گور مي گرفتي همہ عمر،
بنگر کہ چگونہ گور بهرام گرفت.

قوي امروهوي:

قصر وه جس مين کہ بهرام پيا کرتا ٿا جام،
بچے آهو نے دئے شير هين محو آرام؛
گورخر کا جو کيا کرتا ٿا بهرام شکار،
قبضهء گور ۾ خود آج هے........ بهرام.

طارق:

وه محل کہ بهرام نے جس مين کہ جام مئے پيا،
شير سے آسوده اس مين آهو بچے دے رها؛
گو سدا پکڙا کيا بهرام اس جا گور کو،
ديکو اب بهرام کو خود گور نے بے بس کيا.

آغا شاعر:

جس قصر مين بهرام نے هے رلنگ رچا،
... ... ... ... ...
بهرام جو کرتا ٿا سدا گور شکار،
اب ديکہ اسے گور نے کاپا کيسا.

اردوءَ ۾ هن رباعيءَ جو سڀني کان سٺو ترجمو شوڪت بلگرامي ڪيو آهي. ان جي خصوصيت هيءَ آهي جو ان تي ترجمي جو گمان بہ ڪري نٿو سگهجي:

هے فکر شکار کي نہ ذکن جام کي ھے،
لاحق مئے خراب اس نام کي ھے؛
چرتے قرتے ھين جس زمين پر کچھ گور،
کھتا ھے فلک يہ گور بھرام کي ھے.

ونفيلڊ:

In those proud walls where bahram once held hsway,
The wild roes drop their young and tigers stray,
And the imperial hunter in his tnrn,
Is the great hunter-death is fallen a pray.

وي. ايم. داتار:

That castle wherein arther held the grail,
A partridge owns it now, perchance quail;
That arther was in fact a mighty king,
We hear him now in fables or in tale.

رچرلي گيلن:

The dove shall coo upon your castle wall,
The......lizard O'er your head shall erawl,
Who lies still within the ruined grave!
Why this was bahram noisiest of all.

فزجيرالڊ:

They say the lions and the lizards keep,
The court where gamshed gloried and drank deep,
And bahram the great hunter the wild ass,
Stamps over his head, but cannot break his sleep.

ميٿلي شرن گپت:

جھان شاھ جمشيد و بھو تا پي جھان مدي را لھري،
بنے آج ان راج گرھون کے سينگھ..............؛
اس بھرام گور کے سر پر جو مشھور شکاري تا،
ٽاپ گورک چلا رھا ھے ہر ھے اينڊ وھي گھري.

بچن:

جھان تا جمشيدي دربار،
شان سے ھوتا تا مدوپان؛
وھان سؤ چند گھومتے سينگھ،
وھان نر پمک پونکتے شوان؛

اور وہ بادشاہ بھرام،
اھیري جو تا جنگ دکھات؛
بڑا نیندرا مین آج اچیت،
گدھے کي سر پر کاتا لات.

پانک:

کل جمشید جھان سروپ تا پیتا مدھو پر مست ھوکر،
کھتے الھین راج گر ھون مین وچر رھے کیھري سوکر؛
وہ بھرام شکاري پیشن بن چرکر کرپا دیربھار،
ٹکراتا اسکا سر پر وہ سوتا ھے اب پیر پسار.

رگھو واش لال گپت:

جاکر دیک گگن چمبي وے گئے راج پر راد کھان،
رھتے بڑے بڑے قاضي جمشید جھان، بھرام جھان؛
آلو بول رھے ھین انمین کھین کھین اڑتي ھے دھول،
بھگن کنگورون پر کوے اب چلاتے ھین کھان کھان.

ھن ترجمي ۾، مترجم خیام جي ٻن رباعین جو ترجمو آندو آھي: ھڪ تہ اھائي رباعي جنھن جو ھيءُ ترجمو آھي، ۽ ٻي اھا جنھن ۾ ھيءُ بيان آھي تہ ڀڳل ڪنگرن تي فاختہ ڪوُڪوُ پئي ڪري. ھت فاختہ جي بدران ڪالگ استعمال ڪيو ويو آھي. ھاڻي مرزا قليچ بيگ جو سنڌي ترجمو ڏسو:

جنھن قصر ۾ بھرام ٿي لٽ ورتو جام،
ڪنئي جُوءِ ھرڻ ۽ شينھن ورتو آرام؛
بھرام سڄي جمار ٿي ورتا گور،
ڏس ليٿ نہ ڪيئن گور بہ ورتو بھرام.

خیام:

چون فوت شدم زبادہ شوئید مرا،
تلقین ز شراب ناب گوئید مرا؛
خواھید چون روز حشر بینید مرا،
از خاک در میکدہ جوئید مرا.

وي. ايم. داتار:

Ye need not wail my death, but leave in ale,
With lofty spirits ye may sing my tale,
Arise if ye need me, then explore,
The dust of mystic shrine from there I hail.

روڊ ويل:

Bathe me in wine when I am passed away,
With purest wine the burrial service say,
If you will see me in the day of doom,
Seek me in the beside the inn's doorway.

فز جيرالڊ:

And with the grape my fading life provide,
And wash the body when the life is died,
And lay me shrowded in the ... ...
By some awefrequanted garden-side.

نوي امروهوي:

مرجائون تو غسل هوئي احمر سي،
تلقين سنانا دهن ساغر سي؛
چاهو جو بروزِ حشر ملنا مجهه سي،
مدفن هو قريب ميڪدي ڪي در سي.

صفي لکنوي:

غسل دينا مئي سي تلقين پڙهنا خطِ جام سي،
ورنه مرجانا مجهي اي دوستو ڪل جائيگا؛
ڍهونڍ لينا حشر مين مجهه مست ڪا مشڪل لهين،
ميڪدي ڪي خاڪ سونگهو گي پته چل جائيگا.

ميٿلي شرن گپت:

هان ميري بجهتي جيون ڪو دراڪشا رس سي ديپت ڪرو،
اور اسي سي مرت شرير ڪو ڌو ڪر اس ڪي ڍهولي هرو؛
دراڪشا ول ڪا ڪفن بناڪر اس مين مجهي لپيٽو ڦر،
اور ڪسي آديان پارشو مين گرت بناڪر گاڙ ڏرو.

بچن:

هرني مري را سي دنيا سينچ،
ادهر ميرا هوتي مرت ملان،
مرون تب مري راهي سي هران،
ڪرالا ميري مشو ڪو سنان،

انگوري پتون سبي سرت ڏيھ،
مونند ان کي ھي شيشا ڏاس،
سُلاڏينا مجھ کو چپ چاپ،
کسي مدھو مئي آپون کي پاس.

مرزا قليچ بيگ:

اي يارو غذا جي لاءِ مئي قوت ڪجو،
منهن آهي جو ڪهربا سو ياقوت ڪجو؛
مئي سان ڌوئجو مون کي مران آءٌ جڏهن،
۽ ڊاک جي ڪاٺيءَ منجهان تابوت ڪجو.

## خيام:

آن قصر ڪه برچرخ همي زد پهلو،
بردرگه او شهان نهادندي رو؛
ديديم ڪه بر ڪنگراش فاختهء،
بنشسته و مي گفت ڪه 'ڪو ڪو، ڪو ڪو'.

ڪاشي پرياگي:

وه قصر ڪه جو چرخ کا ٿا هم پهلو،
جس در په شهنشاه يي رکتي ٿي رو؛
اڪ فاخته مينار په ديکي هم ني،
بيٺي هوئي ڪُو کهتي ٿي 'ڪوکو، ڪوکو'.

قوي امروهوي:

وه محل جو همسري ڪرتا ٿا قصر چرخ کي،
جس کي چوکٹ پر شهنشاهون کي سر ٻي جهکتي ٿي؛
هم ني ديکا آج اس کي ڪنگرون پر فاخته،
کهتي هي ڪو؟ ڪو؟ بهلا اس کو جواب اب ڪون دي.

عبدالرحمان طارق:

قصر شاهي جو ڪبي سنتا ٿا باتين چرخ کي،
سجده ڪن ٿي جس کي در پر شاه دنيا کي سبي؛
مئن ني ديکا چشم- عبرت سي ڪه اس کي ڪنگري پر،
فاخته بيٺي هوئي ٿي 'ڪو ڪو، ڪو ڪو' کهه رهي.

هن رباعيءَ جو انگريزي ترجمو جيڪو عام ۽ خاص ۾ مشهور ٿي ويو هو، اهو هيءُ آهي.

The palace that to heaven its pillers threw,
And king the farehead on his threshold drew,
I saw a solitary ring-dove there,
And "coo, coo, coo," she said "coo, coo, coo."

وي. ايم. داتار:

The castle bigh which scraped the azure blue,
where princes crept as inmates of a zoo,
I see now passessed by an ugly owl,
I hear it hooting "where is who is who?"

ونفيلڊ:

You palace towering to the wellkin blue,
Where king did......them, and homage do,
I saw I ring-dove on its turrets perched,
And thus he made complaint, "coo, coo, coo!"

مرزا قليچ بيگ:

سون هڪڙو پکي ڏٺو مٿي قلعه طوس،
هٿي جنهن جي اڳيان سسي ڪيڪاوس؛
ٿي چيائين سيسيءَ کي هاء افسوس افسوس!
نوبت ۽ نغارا ڪيڏي ويا، ڪٿ ناموس.

مرزا قليچ بيگ رباعيءَ مطابق ترجمو ڪيو آهي ۽ تمام سنو ترجمو ڪيو آهي. ٻه جهڙو روان ۽ بيساخته ترجمو شوڪت بلگراميءَ جو آهي، اهڙو شايد ڪنهن ٻئي شاعر جو هجي.

هم پايه چرخ تهے قصر ڪيخسرو،
جهڪتے تهے جهان ڪے سلاطين هرسو؛
آتي نهين اب وهان نقيبون ڪي صدا،
چلاتي هے فاخته ڪه 'ڪو ڪو، ڪو ڪو'.

خيام:

امروز ڪه آدينه مر اورا نام است،
مئے نوش ڪن از قدح چه جائے جام است؛
هر روز اگر يڪ قدح مئے خوردي،
امروز دو خور ڪه سيد الايام است.

توي امروهوي:

دن آج کا جمعہ ھے ھمارے لئے اسام،
مئے پي لے قدح سے تو بجائے اک جام؛
ھر روز اگر ایک قدح پیتا ھے تو،
ھان آج تو دوپي ھے امام الایّام.

آغا شاعر:

ھے جمعے کا دن یا اسے آدینہ پکار،
پي رطل۔گران آج ھے ساغر بیکار؛
ھرروز اگر ایک قدح تا معمول،
تو آج لگا دو کہ ھے دلون کا سردار.

وي. ایم. داتار:

Today is sunday, sabbath so they speak,
Rejoice in extacy and do not sneak,
If daily you returned one act of love,
Do two today, 'tis leader of the week.

مرزا قليچ بيگ:

اج ڏينهن پلو جمعون جنهن جو لام آهہ،
پيءُ مئي جو قدح جو اج نہ پورو جام آهہ؛
هرروز جو هڪ قدح تي مئي جو پيئين،
اج پيءُ بہ قدح جو سيد الايام آهہ.

**خيام:**

گر مئے نخوري طعنہ مزن مستان را،
گر دست دهد توبہ کنم یزدان را؛
تو فخر بدان کني کہ من مئے نہ خورم،
صد کار کني کہ مئے غلام است آنرا.

توي امروهوي:

میکش تو نهین تو طعنہ مستون پہ نہ کر،
ممکن ھے کہ کلا ھوا ھو توبہ کا یہي در؛
کیا فخر ھے اس پہ کہ نهین تو میخوار،
سؤ عیب ھین تجھ مین میکشي سے بدتر.

آغا شاعر:

طعنہ نہ دے مستون کو جو ھے مئے سے حذر،
سؤ عیب ھین تجھہ مین میکشي سے بدتر؛
ھے فخر یھي اسا کہ تو میخوار نھین،
سؤ عیب ھین اور مئے سے بدتر بدتر.

وي. ایم. داتار:

Though wine ye esebew, mystic ye malign,
Repent for judging pray for grace devine,
For pride of obstenence in you begets,
A thousand vipers fouler for than wine.

مرزا قلیچ بیگ:

جي پاڻ نہ پئین مئي تہ نہ کر مئي بدنام،
مئیخوار جي ٿي قبول توبھہ بہ مدام؛
تون فخر کرین تہ پئین کونہ شراب،
سو کم کرین شراب جنھن جو آھي غلام.

هن مختصر انتخاب مان اھل نظر پيٽ ڪري، خود فيصلو ڪري سگهن ٿا تہ مرزا قليچ بيگ مرحوم، ترجمي ۾ اصل جي روح ڪي برقرار رکڻ ۾ ڪيترقدر ڪاميابي حاصل ڪئي آھي. آخر ۾ اسين ڪن ٻين رباعين جا ترجما نقل ڪريون ٿا ۽ جنھن جنھن رباعيءَ جو ترجمو ملي سگھيو آھي، درج ڪريون ٿا. ان لاءِ تہ ان جي ڀيٽ ۾ سنڌي ترجمو ڏسي فيصلي ڪرڻ ۾ سھولت ٿئي:

**خيام:**

اے آن کہ گزیدہ جھاني تو مرا،
خوش ترز دل و دیدہ و جاني تو مرا؛
از جان۔شما عزیز تر چیزے نیست،
صد بار عزیز تر ازاني تو مرا.

عاصم:

تم میرے لئے ھو سب جھان سے بھتر،
خود میرے دل و دیدہ و جان سے بھتر؛
ھے جان کي ٻي کوئي حقیقت تم ھو،
سؤ مرتبہ اس جنس۔گران سے بھتر.

قميچ :

منظور مُنکي جهان کان آهين تون،
اعليٰ بہ اکين جي شان کان آهين تون؛
هٿي ڪانہ عزيز جان کان واڌ و چيز،
سؤ ڀيرا عزيز جان کان آهين تون.

**خيام:**

مئي خوردن من نہ از براي طرب است،
نہ بهر فساد و ترک دين و ادب است؛
خواهم کہ بہ بيخودي گذارم نفسي،
مئي خوردن و مست بودنم زين سبب است.

آغا شاعر:

پيتا نهين مئے عيش کي خاطر حاشا،
هے ترک ادب نہ کوئي ديني جهگڙا؛
اک گونہ هو بيخودي مئن يہ چاهتا هون،
غافل رهون مئے ہي کے ڀي هے منشا.

قليچ :

آءٌ مئي نہ پيان خوشيءَ جي لئي روز ۽ شب،
ان لاءِ نہ ڀڙ ترک ٿئي دين ادب؛
پانيان تہ گذاريان بيخوديءَ ۾ کو دم،
مئخواري ۽ مستي جو اهو آهي سبب.

**خيام:**

تا هشيارم طرب زمن پنهان است،
چون مست شدم در خردم نقصان است؛
حاليست ميان مستي و هشياري،
من بندۀ آن کہ زندگاني آن است.

قوي امروهوي:

هشيار رهون تو عيش و عشرت پنهان،
گر مست بنون تو هے خرد کا نقصان؛
جو حال هے مبين مستي و هشياري،
مين بنده هون اسکا هے وهي روح روان.

قليچ :

هشيار رهان تہ عيش ۾ ٿئي نقصان،
جي مست رهان تہ عقل تي پئي تاوان؛
حالت آهي هڪ انهن ٻنهي جي وچ ۾،
سا آهي حياتي آءٌ الهيءَ تان قربان.

خيام:

آمد سحرے ندا ز ميخانۂ ما،
کائے رندِ خراباتي و ديوانۂ ما؛
برخيز کہ پرکنم پيمانہ ز مئے،
زان پيش کہ پرکنند پيمانۂ ما.

شوڪت بلگرامي:

سرمست دلاکو ساقيءَ مهرانگيز،
ديتا هے يہ هر سحر صدا دردآميز؛
لے جام صبوحي آنک کول اے مخمور،
هوجائے نہ زندگي کا ساغر لبريز.

هن ترجمي ۾ اصل رباعيءَ جو روح اچي ويو آهي ۽ اها پنهنجيءَ جاءِ تي جڻ اصل ٿي لڳي. مرزا قليچ بيگ جي ترجمي سان ڀيٽ ڪرڻ خاطر صفي لکنويءَ جو ڪيل ترجمو وڌيڪ مناسب لڳندو:

صفي لکنوي:

ميخانے سے آئي يہ دم صبح ندا،
اے رند خرابات همارے شيدا؛
اٹ جام کو تيرے مئے سے کردين لبريز،
قبل اسکے کہ پيمانہ هو لبريز اپنا.

قليچ :

اچ هيئن ٿو پڪاري صبح کان ميخانو،
رند و، مستو، شرابيو، ديوانو؛
پيالا ڀري پي وٺو مئي جا تہ متان،
ڀرجي نہ اچي عمر سندو پيمانو.

---

پروفيسر واءِ.ايس. طاهرعلي

# رسم الخط جي تاريخ

’الف ب‘ جي ايجاد بابت ڪيترين ئي غلطفهمين تي ويون آهن. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته موجوده ٻولين جي ’حرفن‘ جي ايجاد جو سهرو چين وارن جي سر تي آهي، ۽ اڪثر ماڻهن کي ان جو يقين آهي ته ’حرفن‘ جا موجد اهل ’فينيشيا‘ آهن، مگر دراصل ائين نه آهي: انهن جا موجد اهل مصر ئي آهن، پر ان کي چندي چاڻي سڌي رستي تي آڻڻ وارا اهل فينيشيا آهن.

سڀ کان اول مصر وارن، حروف جي ضرورت کي محسوس ڪيو، ڇاڪاڻ ته اهي جانورن جي پوڄا ڪندا هئا: تنهنڪري حيوانن جي تصويرن کي ئي اظهار جو ذريعو بڻايو ويو. ڪن هنڌن تي جتي جانورن سان ڪم نٿي هلي سگهيو، اتي اهڙين شين جي تصويرن کي اختيار ڪيو ويو، جي عام طرح سان ڏسڻ ۾ اچڻ ٿيون. اهڙيءَ طرح انهن هڪ مڪمل ’الف ب‘ بنائي ۽ ان جو نالو ’مقدس حروف‘ رکيو. انهن ئي ’مقدس حروف‘ کي يوناني زبان ۾ ”هيراگلفڪ“ سڏجي ٿو.

جيئن ته ’هيراگلفڪ‘ خط ۾ تصويرون ئي تصويرون هيون، ۽ ان جو جلد ۽ سهولت سان لکڻ به ممڪن نه هو، تنهنڪري ان جا ٻه قسم ڪيا ويا: هڪ ”هيراٽڪ“، جو صرف مذهبي ڪمن لاءِ مخصوص هئي: ٻي ”ڊيماٽڪ“، جا عام ڪمن لاءِ استعمال ڪئي ويندي هئي. جهڙوڪ اڄڪلهه ’موڙي‘ ۽ ’ٻالبوڌ‘ (سرهٽي)، پنجابي ۽ ’گورمکي‘ وغيره مذهبي ۽ دنيوي ڪمن لاءِ جدا جدا ڪم اچي رهيون آهن.

’هيراٽڪ‘ ۽ ’ڊيماٽڪ‘ حروف، معنيٰ جي لحاظ کان ٻن قسمن جون هيون. آئيڊوگرافڪ (Ideographic) يعني ”ڪاشف الخيالات“ ۽ فونڪ (Phonic) يعني ”ڪاشف الصوت“، اڳتي هلي انهن ۾ به هرهڪ کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪيو ويو، يعني ’آئيڊوگرافڪ‘ ۾ هڪ حصو، اهڙي قسم جي تصويرن تي مشتمل هو، جي جنسي هوبهو اهي ئي شيون معلوم ٿي سگهيون ٿي: مثلاً * مان ’ستارا‘ وغيره. ٻئي حصي ۾ اهڙي قسم جا نشان رکيا ويا، جن مان صرف مشابهت جو اظهار مقصود ٿي سگهيو ٿي. +* نشان مان مطلب ’رات‘ ورتائون، يعني آسمان ۽ ان جي هيٺان ستارو، ڇاڪاڻ ته ستارو آسمان تي رات جو ئي نظر اچي ٿو.

’فونڪ‘ مان هڪ ته اهو حصو علحدو ڪيو ويو، جنهن مان صرف آواز معلوم ٿئي، مثلاً: ’آ–او–اي‘ وغيره ۽ ٻيو اهو حصو جنهن مان هرهڪ مرڪب آواز جا مختلف حصا

معلوم ٿي سگهون. مثلاً 'هائي- ها- هو' وغيره. اهڙيءَ طرح پندرهن حروف تيار ٿي ويا، مگر مشڪل ڳالهه اها ٿي جو آواز ايڪيهه ٿي هئا، تنهنڪري پندرهن شڪلين مان ايڪيهه حروف بنايا ويا ۽ ان مان ڪي آواز اهڙا به هئا، جن لاءِ هڪ ڪان وڌيڪ حرف به موجود هئا.

جيئن تمدن ۽ تهذيب ۾ واڌارو ٿيندو ويو، تيئن لکڻ پڙهڻ جي ضرورت وڌڻ لڳي ۽ انهن حرفن جي لکڻ پڙهڻ ۾ تڪليف ٿيڻ شروع ٿي: تان جو جدت پسند طبيعت وارن انهن حرفن جي صورت ۽ شڪل کي ضايع ڪري، ماڳهين هڪ ٻيو نمونو پيدا ڪري ڇڏيو. مصر جي فرعونن، انهن حرفن ۾ ٻين ڏهن حرفن جو ٻڻ اضافو ڪري ڇڏيو. سڀني ڪان اول، جن مصري حرفن کي سکيو ۽ ان ۾ ڦيرڦار ڪئي، اهي اهل فينيشيا ئي هئا، ڇاڪاڻ ته هيءَ قوم مصرين سان تجارتي تعلقات رکندي هئي، تنهنڪري هڪٻئي جي تمدن ۽ تهذيب ڪان واقف ٿي چڪيون هيون. فينيشيا وارن، حيوان پرست مصرين وٽ رسم الخط جهڙي هڪ ڪمائتي شيءِ ڏسي، ان کي اخذ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ ان کي ڪجهه ڦيرائي گهيرائي پاڻ سان ملائي ڇڏيائون. ان سلسلي کي، دنيا جي اڳيان پيش ڪندي، انهن ڪڏهن به ڪولڻ ڇيائون ته اسين ڪو ان جا موجد آهيون. جيئن ڪن ڪوتاهه- بين مصنفن اهل فينيشيا جي سر تي ايجاد جو سهرو ٻڌو آهي. دراصل اهي موجد نه آهن، بلڪ مصري موجد آهن.

ڪن ماڻهن جو اهو خيال ته اهل فينيشيا، مصري حروف ڪان علاوه خود هڪ نئين طرز جي حروف جا موجد آهن. حقيقت ۾ اها دعوىٰ به غلط آهي. البت اهل فينيشيا مصرين ڪان حرفن وٺڻ ڪان پوءِ، پورين شڪليون اهي ئي قائم رکيون، پر انهن جا نالا بدلائي ڇڏيائون. ڪجهه 'فونيشن' لکيتون دستياب ٿيون آهن. اهي خود ان ڳالهه جي شاهدي ٿيون ڏين ته انهن جي حروف جي شڪل بلڪل مصري 'هيراٽڪ' سان ملي ٿي. انهن شڪلين جي لکڻ ۽ پڙهڻ کي ڪوتڻ ۾ گهڻو وقت لڳندو هو. تنهنڪري ان ۾ ڪجهه جدت ته فينيشيا وارن ڏيکاري، پر جيڪي باقي ڳالهيون انهن ڪان رهجي ويون هيون، انهن کي عبرانين پورو ڪري ڇڏيو.

خط 'حمير'، جو مديني وارن بشير بن عبدالملڪ ڪان سکيو هو، سو خط 'ڪوفي' سڏجڻ لڳو، جڏهن ڪوفي جي نالي ڪان ڪوئي به واقف نه هو. اهل مديني مان جزم بن عمره، خط حمير يا خط ڪوفيءَ کي نئون لباس پهرايو ۽ اهو خط 'خط جزم' سڏجي ويو. گويا مديني ۾ هاڻي حمير جو خط باقي نه رهيو، ان جي جاءِ تي 'خط جزم' رائج هو. پر اهو به سن ٻي هجريءَ تائين بلڪل بيڪار رهيو، ڇاڪاڻ ته ان جي ضرورت ئي نه هئي. هجرت ڪان پوءِ ان جي ضرورت پوڻ لڳي ۽ اهو 'خط جزم' موجود عربي خط سڏجي ويو. سيدنا علي بن ابي طالب عليه السلام انهيءَ خط جزم کي ڏسي، هڪ خط ايجاد ڪيو، پر اهو شهرت حاصل ڪري نه سگهيو.

حضرت عيسيٰ عليه السلام ڪان تقريبا ڏيڍ سؤ سال اڳي، يونانين فونيشن حروف کي سامهون رکي، هڪ ٻئي نموني جا حروف بنايا. اهي 'حروف'، اهل ارم ڪان عبرانين ورتا ۽

ان جو "مربع عبراني" نالو رکيائون. اڳتي هلي اهي 'حروف' فوليشن جي حرفن کان بلڪل ئي مختلف ٿي پيا هئا. ڇاڪاڻ تہ قديم فوليشن ۾ ڦيرڦارائين تہ هنن ئي تبديليون ڪيون ۽ پوءِ عبرانين جدت طرازي ڪئي، ۽ انهن سڀني کان وڌيڪ اهل ارم حرفن جي نئين وضع بنائي ڇڏي.

"مربع عبراني" خطَ اڳتي هلي ٻہ شاخون اختيار ڪيون. هڪ تہ اها جا مشرق ڏي وئي ۽ ٻي مغرب ڏي. انهن ٻنهي شاخن مغربي ۽ مشرقي آب و هوا جي اثر هيٺ اهڙي صورت بدلائي، جو هڪ کي ٻئي سان ڪو لاڳاپو ئي نہ رهيو. ڇاڪاڻ تہ اسان کي مشرقي شاخ بنسبت گهڻو ڪجهہ لکڻو آهي، تنهنڪري اسين مغربي شاخ کي في الحال علحدو ڪري، ان جي بيان کي مختصر طرح سان لکون ٿا.

مغربي شاخ "فوليشن يا مربع عبراني"، ايشيا مائنر جي اترئين حصي مان سڌي يونان وڃي پهتي، جتي ان بلڪل ئي نرالي صورت اختيار ڪئي، جنهن جي يادگار ۾ اڄا تائين يورپين حروف باقي آهن. اڳتي هلي، قديم يوناني حرفن کي يورپ وارن نئين قالب ۾ وڌو، جو اڄا تائين موجود آهي ۽ جن سان اسان کي رات ڏينهن ڪم پوي ٿو. ان هڪ شاخ کي يورپ کان سواءِ لاطيني ماڻهن بہ ورتو ۽ معمولي ڦيرڦار کان پوءِ بلڪل پنهنجو ڪري ڇڏيائون. حقيقت تہ هيءَ آهي تہ اهي حروف انهن کي پنهنجي ضرورتن آهر موافق نظر آيا.

ان طرح 'مشرقي شاخ' مان بہ ٻہ شاخون پيدا ٿيون، — هڪ تہ اها جا عرب ۾ پهتي، ۽ ٻي اها جا ايران سهڙي. مسلمان مؤرخ ۽ محقق ان ۾ اختلاف راءِ رکن ٿا تہ آيا سڀ کان پهرئين عربي خطَ ۾ ڪنهن ڪتابت ڪئي(١)؟ ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ سيدنا آدم عليہ السلام کان خط ورتو ويو، ۽ ڪن سيدنا اسماعيل عليہ السلام جي خط کان، خط عربي جي وضع ٿيڻ کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ۽ ڪي تہ اولاد اسماعيل کان نزار(٢) بن عدنان جي خط مان، ان خط جو اخذ ڪرڻ ثابت ڪن ٿا. مگر اسان جي راءِ موجب اها فقط خوشفهمي آهي يا محض مذهبي تخيل آهي. ڇاڪاڻ تہ اسان سيدنا آدم يا سيدنا اسماعيل يا نزار بن عدنان جي خط جو هڪ حرف بہ اڄ تائين ڏسي نہ سگهيا آهيون، ۽ نڪو ڪنهن ٻئي عالم ۽ فاضل پنهنجي تحقيق جي دوران ۾ ان قسم جي دعويٰ کي ثابت ڪري ڏيکاريو آهي.

ابن خلدون خاطريءَ سان لکيو آهي تہ: "حمير سڀ کان اڳ خط و ڪتابت ڪئي هئي." پر 'حمير' اهو خط ڪنهن کان سکيو، ان متعلق خود ابن خلدون بہ خاموش آهي. سمجهجي ائين ٿو تہ 'مربع عبراني' يا 'فوليشين' کان حمير پنهنجو خط مرتب ڪيو هو. ڇاڪاڻ تہ هن کان اڳي ڪنهن بہ خط جو موجود هجڻ ثابت نہ ٿيو آهي. ان کان سواءِ، حمير جي خط جي لکڻيءَ مان فني خيال کان اهو ثابت ٿي چڪو آهي تہ اها هڪ شاخ آهي عبراني يا فوليشين جي. ان کان علاوه 'حمير' ايترقدر احسان ضرور ڪيو آهي جو ان بدصورت خط

---

(١) السيوطي: ڪتاب الاوائل ۽ المزهر نوع ٤٣. (٢) سيرة حلبي.

ڪي ڪجهه قدر صورت ڏنائين. هن خط کي خط حمير يا حمير جو 'طريق ڪتابت' چئجي ٿو. ڇاڪاڻ ته حمير گهڻو نورلچوڻي، وڏي تڪليف کان پوءِ هن خط ۾ هڪ قسم جي صلاحيت پيدا ڪئي هئي، تنهنڪري ڪوبه شخص سندس اجازت کان سواءِ خط 'حمير' نٿي سکي سگهيو. جيڪڏهن ڪنهن به اِن خط کي سکڻ چاهيو ٿي ته ان کي خاص شرطن جي پابندي به ڪرڻي پئي ٿي.

ان کان پوءِ، حمير کان 'تبابع' انهن حرفن کي سکيو، ۽ 'تبابع' کان 'حيره' ۽ اهل حيره کان 'اڪيد' بن عبدالملڪ (رئيس دومة الجندل) جي ڀاءُ بشير سکيو، ۽ پوءِ بشير اهو خط مڪي وارن کي سيکاريو. خلافت واري زماني ۾، 'مصاحف عثماني' ۽ احاديث 'جزم'، خط ڪوفي ۾ لکيا ويندا هئا. نبوت جي زماني کان پوءِ جڏهن عرب حڪومت بصري ۽ ڪوفي کي مرڪز اسلام قرار ڏنو، تڏهن لازمي طرح سان هڪ طرح جو تمدن به پيدا ٿيڻ لڳو، جنهن علم ۽ فن کي به متاثر ڪيو. اڳتي هلي اسلامي حڪومت عرب، آفريڪا ۽ اندلس تي محيط ٿي وئي ۽ پٺي طرف بني عباس بغداد جو بنياد وڌو ۽ ان کي ئي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو.

اهل بغداد، خط ڪوفيءَ کي بدلائي تيرهن خط وضع ڪيا، جن جو تفصيل هيءُ آهي:
(۱) خط تومار، (۲) خط سجلات، (۳) خط عهود، (۴) خط مومرات، (۵) خط امانات، (۶) خط ديباج، (۷) خط مديح، (۸) خط مرصع، (۹) خط رياش، (۱۰) خط غبار، (۱۱) خط رخش، (۱۲) خط بياض، ۽ (۱۳) خط حواشي.

اهي سڀ خطَّ 'ڪوفي رسم الخط' کان بلڪل جدا گانه نموني جا هئا. ان سلسلي ۾ هرخط کي استعمال ڪرڻ لاءِ ڪي خاص موقعا مقرر ٿيل هئا، ۽ هرهڪ خط لاءِ 'قلم' به جدا جدا مقرر ڪيل هئا. مثلاً:

خط تومار مان جَلّي قلم سان ڪتبا لکيا ويندا آهن، جن جا آثار، عرب جي عمارتن تي اڃا تائين باقي آهن.

خط عهود، خط مومرات ۽ خط امانات جو قلم وچٿرو هو، جن سان احڪام ۽ قبالا (ڪاباڙا) ۽ دستاويز وغيره لکيا ويندا هئا.

خط ديباج، خط مديح، خط مرصع ۽ خط رياش — اهي خط خوشنويسيءَ لاءِ هئا.

خط غبار، خط رخش، خط بياض ۽ خط حواشي — اهي خط هئا، جن سان قرآن مجيد ۽ ٻيا ڪتاب لکيا ويندا هئا. اهي خطوط، ٽينءَ صديءَ هجريءَ تائين هليا، مگر جڏهن ابن مقلہ (۱)،

---

(۱) محمد بن علي بن حسين بن مقلہ سن ۲۷۲ هجريءَ ۾ ٻهرين شوال تي پيدا ٿيو. فقه، تفسير، قرائت، ادب وغيره ۾ ممتاز هو ۽ وڏو خوشنويس پڻ هو. سن ۳۱۶ھ ۾ پنهنجي خداداد لياقت سان ترقي ڪري خليفہ مقتدر عباسيءَ جو وزير اعظم بڻجي ويو، مگر ٽي دفعا قيد ٿي، شهربدر ڪيو ويو، ۽ وري وزارت ۾ واپس آيو. آخر سن ۳۲۶ھ ۾ خليفہ راضي بالله سندس ساڄو هٿ ڪٽائي، کيس قيد ڪيو ۽ سن ۳۲۸ھ ۾ ڀري مجلس ۾ کيس قتل ڪرايو ويو.

لوان پوءِ خط ايجاد ڪيا، تڏهن اهي سڀ خط ميسارجي ويا، جن جو هڪ حرف به اڄ لڀي نٿو اچي. ابن مقلہ خطاطيءَ جي اصولن مقرر ڪرڻ سان گڏ، هيٺيان خط پڻ ايجاد ڪيا: (١) خط مداح، (٢) خط محقق، (٣) خط ريحان، (٤) خط ثلث ريحاني، (٥) خط نسخ، (٦) خط توقع ۽ (٧) خط رقاع.

ابن مقلہ جا اهي خطوط تقريباً پنجاهہ سالن تائين جاري رهيا، مگر ابن بواب (١) انهن کي بہ متائي ڇڏيو ۽ پنهنجا نوان خط رواج ۾ آندائين.

سن ٧٠٠ هجريءَ ۾ عماد الدولہ ديلميءَ جي زماني ۾ حسن بن حسين بن علي فارسيءَ، 'خط ڪاتب'، 'خط نسخ'، 'خط رقاع' ۽ 'خط ثلث' کي سامهون رکي، خط 'تعليق' وضع ڪيو، جنهن جو خط 'ترسيل' بہ مشهور هو.

ان زماني ۾ خواجا مير علي تبريزيءَ، خط نسخ ۽ 'تعليق' کي ملائي هڪ نئون خط ايجاد ڪيو، جنهن جو نالو 'نسخ - تعليق' رکيو ويو، جو رفتہ رفتہ 'نستعليق' جي نالي سان مشهور ٿي ويو. خواجا مير علي جي پٽن - مير عبدالله ۽ مير عماد - هن خط ۾ ڪجهہ تصرفات ڪري، هن خط کي عمدي معيار تي قائم ڪيو آهي.

خط 'نستعليق' مان بہ، بہ خط اخذ ڪيا ويا. ڇاڪاڻ تہ 'نستعليق' خط ڪسي تحرير ڪندي ڪافي وقت ٿي لڳو، تنهنڪري سن ١١٠٠هہ مرتضيٰ قلي شاملو، هرات جي حاڪم، خط 'شڪستہ' وضع ڪيو، جو روزانو معمولي خط و ڪتابت لاءِ آسان ثابت ٿيو هو. انهيءَ زماني ۾ مرتضيٰ قلي خان جي منشيءَ شفيعا، خط شڪست ۾ ترميم ۽ اضافو آڻي، هڪ ٻئي قسم جو ڍانچو تيار ڪيو، جنهن جو نالو 'شفيعا' مشهور ٿي ويو. ان خط ۾ خط نستعليق جون ڪي ڪي ڳالهيون واڌيون ويون هيون. خط نستعليق سان گڏو گڏ خط 'شڪستہ' ۽ 'شفيعا' جو بہ رواج ٿي ويو، جو اڄ تائين قائم آهي. هن وقت هند، پاڪستان، عرب ۽ ايران ۾، خط 'نسخ'، 'نستعليق'، خط 'شڪستہ' ۽ 'شفيعا' وغيره رائج آهن.

---

(١) ابوالحسن بن علي بن هلال (بواب) چوٿين صدي هجريءَ ۾ بغداد ۾ پيدا ٿيو. ابن بواب خوشنويسيءَ جي علاوه ادب، قرائت وغيره ۾ بہ ڪمال رکندو هو، مگر خوشنويسي ۾ مشهور رهيو. ڇاڪاڻ تہ هن جو پيءُ علي بن هلال بارگاهہ خلافت ۾ 'بوابيءَ' جي خدمت تي مقرر هو، تنهنڪري هو 'ابن بواب' مشهور ٿي ويو. ابن بواب، ٢-جمادي الاول، خميس ٤٢٣هہ ۾ بغداد ۾ وفات ڪري ويو ۽ امام احمد بن حنبل جي پاسي ۾ دفن ٿيو.

خواجا غلام علي الانا

# سَنڌِي (Sandhi)

## (سنڌي صوتياتي نظام جو هڪ اهم عنصر)

۱. صوتيات جو علم سنڌ ۾ بلڪل نئون آهي. جيتوڻيڪ سنڌي وياڪرڻ ۾ ماهرن، سنڌي آوازن جي صوتياتي نظام، ڳالهائڻ جي عضون، آوازن جي مخرج ۽ نقطہ ادا (point of articulation) توڙي آوازن جي تقسيم جي بيان ۾ صفحن جا صفحا ڀري ڇڏيا آهن (۱)، پر اهي جملي بيان ۽ نتيجا ثابت ٿا ڪن ته ڪنهن به صاحب، ٻوليءَ جي ساخت ۽ سنا توڙي صوتياتي نظام جو شخصي طور تجربو نه ڪيو آهي، بلڪ غير سنڌي ماهرن ـ ٽرومپ، گريئرسن ۽ اسٽڪ ـ جي بيان جو هوبهو ترجمو ڏنو آهي. مقامي ماهرن ۾ ديوان وسنائيءَ جو نالو سڀني کان اڳ ملي ٿو. هن صاحب کان پوءِ ديوان ڏوليمل، مرزا قليچ بيگ ۽ ديوان ڀيرومل اهڙي ڪوشش ڪئي. ديوان ڀيرومل پنهنجي ڪتاب "وڏو سنڌي وياڪرڻ" کان سواءِ پنهنجي ٻئي ڪتاب، "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" ۾ به لسانيات ۾ ڪم ايندڙ فني اصطلاحن جي مفهوم ۽ وصف تي روشني وڌي آهي، ۽ انهن جا مثال به ڏنا اٿس. ديوان صاحب انهن ۾ "ادغام" (۲)، جي عنوان واري هڪ نئين لفظ جو سنڌي ٻوليءَ ۾ اضافو ڪيو آهي (۳). جيتوڻيڪ ادغام جو مقصد ۽ مفهوم سمجهائيندي اها ئي ساڳي مراد ورتي اٿس، جيڪا اڳتي هلي "ڳنڍيل حرف صحيح جو پڇڻ" جي عنوان هيٺ به بيان ڪئي اٿس (۴). حقيقت ۾ ٻئي 'عنوان' هڪ ئي مقصد رکن ٿا.

---

(۱) مرزا قليچ بيگ: "سنڌي وياڪرڻ"، پاڱو ٻيون، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ۱۹۶۰ع، ص ص ۴۱-۵۲، ۽ ٻڻ ڏسو: ڀيرومل آڏواڻي: "وڏو سنڌي وياڪرڻ"، پاڱو پهريون، هندو پريس، ڪراچي ۽ حيدرآباد، ۱۹۲۶ع، ص ص ۲، ۳ ۽ ۶.

(۲) هي لفظ ـ ادغام ـ سنڌي ٻوليءَ ۾ پهرين پهرين (شاهه لطيف) ڪم آندو آهي:

ڪسرت آهي قرب ۾، ادغام ۾ اعراب.

(۳) ڀيرومل آڏواڻي: "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ"، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ۱۹۵۶ع، ص ۳۴۲.

(۴) ايضاً، ص ۳۴۸. ديوان صاحب "وڏي سنڌي وياڪرڻ" پاڱي ٽئين ۾ صفحي ۲۳۸ ۽ ۲۵۰ تي "سنڌيءَ" جا اصول ۽ مثال ڏنا آهن. ممڪن آهي ته ڪجهه وقت جي مطالعي کان پوءِ ڪيس انگريزي لفظ ـ Assimilation ـ جو سنڌيءَ ۾ نعم البدل "سنڌي" هٿ آيو آهي.

"ڳنڍيل حرف صحيح جو پڇڻ" جي پر ۾، ڏنگين ۾، ان لاءِ انگريزيءَ ۾ ڪم ايندڙ لفظ (assimilation) لکيو اٿس. دراصل ديوان صاحب assimilation جو، يعني انگريزي لفظ جو، سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي: "ڳنڍيل حرف صحيح جو پڇڻ". ان جي وصف بيان ڪندي لکيو اٿس:

"ڳنڍيل حرف صحيح مان جيڪڏهن پهرين زور پريا يا ڏاڍا اکر هوندا، ته پهو اکر قائم رهندو، ۽ پهريون منجهس سمائجي ويندو؛ جيڪڏهن هڪ زور پريو ۽ پيو ڪمزور اکر هوندو، ته ڪمزور اکر ڏاڍي اکر ۾ سمائجي ويندو. مطلب ته 'جيڪو ڏاڍو سو ڳابو'، اهو ليکو ٻولين ۾ به لڳو پيو آهي."

انگريزي لفظ assimilation ڪي، جڏهن تاريخ جي روشنيءَ ۾ جاچجي ٿو، تڏهن اٿين ٿو معلوم ٿئي ته اهو لفظ خود ٻي برصغير هند-پاڪ ۾ قديم زماني کان وٺي موجود وقت تائين ڪم ايندڙ لفظ-"سَنڌي"-جو ترجمو آهي، جو ممڪن آهي ته سترهينءَ ۽ ارڙهينءَ صديءَ ڌاري انگريزي زبان ۾ ترجمو ڪيو ويو هجي؛ ڇاڪاڻ ته اهو ئي زمانو هو، جنهن ۾ برطانوي ماهرن لسانيات جي علم، ۽ خاص ڪري سنسڪرت جي مطالعي کي پنهنجيءَ ڄاڻ ۽ علم لاءِ ضروري ٿي سمجهيو(۱). هونئن به يورپي ميشنرين، سورهينءَ ۽ سترهينءَ صديءَ ڌاري، سنسڪرت ۽ هندي گرامر جو علم، يورپ تائين پهچائي ڇڏيو هو، جنهن يورپ وارن جي ذهن ۽ فڪر ۾ هڪ عجيب انقلاب آندو هو(۲). انهيءَ ڪري اهو دعوا سان چئي سگهجي ٿو ته ديسي لفظ "سَنڌي"، انگريزيءَ ۾ پهرين استعمال ٿيڻ لڳو(۳)، ۽ بعد ۾ ان جو انگريزيءَ ۾ ترجمو assimilation ڪيو ويو. ڪاڪي ڀيرومل ته ديسي لفظ جي انگريزي ترجمي (assimilation) جو وري سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. ڪالئس اڳ ديوان جهمتمل وسنائيءَ، ساڳيو ديسي لفظ-سَنڌي-استعمال ڪيو آهي، ۽ انگريزيءَ ۾ ان لاءِ ڏنگين ۾ (assimilation) لفظ رکيو اٿس(۴). هن مقالي ۾ به "سَنڌي" مان مراد ساڳي ديوان وسنائيءَ واري آهي.

---

(1) Bloomfield, L., "Language", George Allen and Unwin Ltd, London, 1961, P.11.
(2) Ibid, P.10.

(۳) بارٽل مئلمرگ "سَنڌي" جي باري ۾ لکي ٿو:
Sandhi is a phenomenon of combinatory phonetics produced through the combination of words in a sentence. One speaks of sandhi, a term borrowed from the ancient Hindu grammarians, which signifies junction, union. Sandhi phenomenae were particularly frequent in the ancient language of India (i.e. Sanskrit) - see Bertil Malmerg, "Phonetics", Dover publication, New York, 1963, p. 64.
(4) Wasnani. J.N., "A New Grammar of the Sindhi Language", Government Central Book depct, Karachi, 1892, PP. 24 or 206.

سنسڪرت وانگر، سنڌيءَ جي صوتياتي نظام ۽ ٻوليءَ جي ڍانچي ۾ ٻ، "سَنڌي" اهم حصو ادا ڪيو آهي. پر سنڌي ٻوليءَ ۾ هيستائين صوتيات جي هن اهم عنصر-سَنڌي-کي صحيح نموني ۾ پيش نہ ڪيو ويو آهي؛ ممڪن آهي تہ پيش ڪندڙن ان جي افاديت ۽ مفهوم کي برابر سمجهيو نہ آهي، ۽ اهو ئي سبب آهي جو "سَنڌي" مان عجيب عجيب نتيجا ڪڍيا ويا آهن. جيتوڻيڪ لسانيات جي جديد توڙي قديم لغتن ۾، "سَنڌي" جي وصف، عمل ۽ مفهوم ۾ ڪو ڦيرو ڪونہ آيو آهي، پر سنڌي ٻوليءَ ۾ ان جون جيڪي وصفون مقرر ڪيون ويون آهن، انهن مان هڪ هن ريت آهي:

"جڏهن بہ سنسڪرت مان نون لفظن ٺاهڻ لاءِ ڪنهن ڌاتوءَ مان اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون ڳنڍيون وينديون آهن، تہ ان عمل کي سڏيندا ئي هئا "سِنڌي"، جو پوءِ ڦري "سَنڌي" اچارجڻ لڳو، ۽ اڄ خود يورپي ماهرن ان لفظ سَنڌي (Sandhi) کي، هڪ ٽيڪنيڪل لفظ طور، انگريزيءَ ۾ ۽ ٻين ٻولين ۾ استعمال ڪرڻ شروع ڪيو آهي. ان لفظ ۾ ڪافي وقت اندر اِ حرف علت جو آ حرف علت ۾ منجهڻ ڪا وڏي ڳالهہ ڪانهي. خود اسان وٽ ان جون ڪي صورتون الهيءَ طريقي سان بدلجي چڪيون آهن. هن لفظ جو ڌاتو آهي سڌ>سد (سنسڪرت: سِيند)=وهڻ، ڳنڍڻ، ڳتڻ، ڌڪ هڻڻ، آباد ٿيڻ، محدود ٿيڻ وغيره. جنهن مان سِنڌ، سِنڌو، سِڌو، سِينڌ، حرف علت اِ سان موجود آهن، تہ ٻئي پاسي سَنڌڻ، سَنڌ، سَنڌاڻ، سنڌو وغيره موجود آهن (۱)."

مٿينءَ وصف جي پيٺ ۾/سَنڌِي/۽/سِنڌو/لفظن جي مطالعي مان ثابت ٿيو آهي تہ اهي الڳ الڳ ڌاتن سان واسطو رکن ٿا (۲)، جن مان/سنڌڻ/۽/سڌو/جو ڪوبہ واسطو ڪونهي.

۳. "سَنڌِي" "سَمڌا" ڌاتوءَ مان ڦٽي نڪتل آهي (۲). "سَنڌي" جي لغت واري معنيٰ، ان جي افاديت ۽ صوتياتي عمل کي بلڪل نمايان ٿي ڪري؛ البت لسانيات جي فني ۽ علمي لغت ۾، ان لاءِ ڌار معنيٰ ۽ وصف، "سَنڌي" جي عمل ۽ مفهوم جي ٺيڪ نموني ترجماني

---

(۱) سراج: "سنڌي ٻولي"، عظيم پبليڪيشن، ۱۹۶۳ع، ص ۲۸.

(۲) سَنڌيءَ جو ڌاتو "سَمڌا" آهي. سَمڌا>سَمڌي>سَنڌي؛ جنهن جي معنيٰ آهي ڳنڍڻ، جوڙ، ميلاپ. ڏسو:
Sir Monier Williams, "A Sanskrit Dictionary", Oxford, 1956, P. 1144

اهڙيءَ طرح سِنڌوءَ جو ڌاتو سِڌ" (Sidh) آهي، جنهن جي معنيٰ نهر يا ندي جاري ٿي وڃي آهي، ۽ ڏنگين ۾ "سنڌوندي" جاري وڃي آهي؛ ۽ سِنڌوءَ جي معنيٰ "سنڌ جا ماڻهو" بہ ڏنل آهي؛ ڏسو:
Sir Monier Williams, Op. Cit., P. 1217.

۽ ٻئي ڏسو:
Macdonell, A.A., "Sanskrit-English Dictionary, London, 1893, P, 350.

ڪري ٿي(۱) ”سَنڌي“سنسڪرت وياڪرڻ جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي ’جوڙ‘،’ڳنڍ‘ يا ’ميلاپ‘. جڏهن جملي يا مرڪب لفظ (Compound word) ۾ ٻه لفظ يا مرتب لفظ (Complex word) ۾ هڪ لفظ ۽ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ پروَس صرفيہ (Bound morphemes) هڪٻئي جي ڀرسان (مرتب لفظ جي حالت ۾ اڳياڙين ۽ پڇاڙين جي ميلاپ وارو طريقو) اهڙي لموني ۾ گڏبا آهن، جو پهرئين لفظ يا صرفيہ جو پويون (Final) آواز، ۽ پوئين لفظ يا صرفيہ جو پهريون (Initial) آواز، هڪٻئي تي اثر ڪري، هڪ نئين آواز ۾ تبديل ٿيندا آهن، تڏهن اهڙيءَ تبديل کي ماهرن ”سَنڌي“ سڏيو آهي(۲). هن وصف مان چار نتيجا ٿا نڪرن(۳):

(الف) لفظن يا صرفين جي ميل وارا يا مرڪب آواز، پاڻ ۾ سمانجي يا هڪٻئي تي اثر ڪري، هڪ نئين آواز ۾ تبديل ٿيندا آهن؛

(ب) پوئين آواز جي اثر کان، پهريون آوازُ وچان ئي هڪ نئين، ٽئين آواز جي روپ ۾ ظاهر ٿيندو آهي؛

(ٻ) تاريخي ارتقا دوران، هڪ آواز منجهي ٻيو آواز ٿيندو آهي.

(ڀ) تاريخي ارتقا دوران، لفظ ۾ هڪ آواز بلڪل گم ٿي ويندو آهي.

جڏهن ’ميل‘ ۾ گڏ ايندڙ ٻه آواز پاڻ ۾ سمانجي هڪ نئون آواز ٿين، يا هڪٻئي تي اثر ڪري، هڪ ٽئين، نئين آواز ۾ بدلبا آهن، جو انهن ٻنهي بنيادي آوازن کان نرالو هوندو آهي، ته اهڙيءَ تبديل کي ماهرن ”سنجوڳي-سَنڌي“ (Coalescent assimilation) سڏيو آهي(۴).

---

(۱) لسانيات جي لغت ۾ ”سَنڌي“ جي معنيٰ هيٺين ڏنل آهي:

"A term of Sanskrit origin (literarlly meaning linking), designating the phonetic changes of a word according to its function or position in a sentence, i.e. the various changes in words as a result of their mutual influence on each other when used in conjuction. See: Pei Mario and Frank Gaynor, "Dictionary of Linguistics", Philosophical library, NewYork 1954, p. 190.

صوتيات جي مشهور انگريز ماهر ڊينيئل جونز، سَنڌي جي وصف هيٺين ڏني آهي:

"Assimilation is defined as the process of replacing a sound by another sound under the influence of a third sound which is near to it in the word or sentence. The term may also be extended to include cases where a sequence of two sounds coalesces and gives place to a single new sound different from either of the original sounds. see: Jones, D. Op. Cit. P, 218.

(2) Wasnani, J.N., Op. Cit., P. 25.

(3) Jones, D., "An Outline of English Phonetics", W. Heffer and sons Ltd, Cambridge. 1962, P. 185.

(4) Ibid.

۳. "سَنڌي" کي ٻن مکيه ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو، اهي آهن:
(الف) تاريخي سَنڌِي (Historical assimilation).
(ب) لسبتي سَنڌِي (Contextual assimilation).

### (I) تاريخي سَنڌي (Historical assimilation)

سَنڌيءَ جو هي قسم ٻوليءَ جي ارتقا سان واسطو ٿو رکي؛ يعني ٻوليءَ جي ارتقا دوران جيئن جيئن ٻوليءَ ۾ ڀيون تبديليون رونما ٿين ٿيون، تيئن تيئن هن قسم واري "سَنڌي" به پنهنجا اثر ظاهر ڪندي آهي. هن سَنڌيءَ جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته ڪو لفظ ڪنهن زماني ۾ هڪ خاص نموني سان اُچاريو هو، پر جيئن جيئن ٻوليءَ ۾ ترقي ٿيندي ويئي، تيئن تيئن اهڙن آوازن جي اُچارن ۾ فرق ايندو ويو. هن قسم واريءَ سَنڌيءَ جا، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي مثال ملن ٿا. مثلاً:

(الف) /ک، گهه ۽ ٿ/جو/هه/۾ بدلجڻ.

(i) مُکَ > مُهَہ > مُنهن.
(ii) ميگهَہ > ميهه > مينهن.
(iii) گاٿا > ڳاها > ڳاهَہ.

(ب) هيٺين لفظن ۾ /د/۽/چ/ بدلجي /ر/ ٿيا آهن؛ /ش/ ٻهرين /س/ ۽ ٻوءِ بدلجي /هه/ ٿي آهي.

(i) ايڪادَ شَ > ايڪا رَهَہ (۱) > اي آ رَهه > يا رَهه > يارهن.
(ii) دَوادَ شَ > ٻارَسَ > بارَهه (۲) > ٻارَهه (۳) > ٻارهن.
(iii) ترَيودَ ش > ترِيودَسَ > تيئودَسَ > تيئورَهه > تيرَهَہ (۴) > تيرهن.
(iv) پنچ دَشَ > پَنترَهَہ (۵) يا > پندرهه > پندرهن.

(ب) /ي/>/ج/

(i) يو وَنَ > جوڀن.
(ii) يَوَ > جَوَ.
(iii) يو ترَ > جوٽو.

---

(۱) لاڙ ۾، بدين طرف گهڻائي ماڻهو 'ڪارهن' ۽ 'يارهه' به چوندا آهن. لطيف به 'ڪارهن' لفظ آندو آهي: "ڪارهين ڏينهن ڪرم، وريو ويراڳين جو". ڏسو ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي: "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ"، حوالو مٿي ڏنل، ص ۱۳۳.
(۲) د'وَ بدلجي ٻهرين /ب/ ٿيو آهي ۽ پوءِ /ب/ بدلجي /ٻ/ ٿيو آهي.
(۳) لاڙ ۾ 'ٻارَهه' به چوندا آهن.
(4) Cowell,E.B.,"The Prakrtaprakasa of Vararuchi", Punthi Pustak, Calcutta, 4. 1962, P21.
(۵) شاهه لطيف هي لفظ به پنهنجي ڪلام ۾ ڪم آندو آهي: "پنجن منجهان پندرهه ٿيا، اڻين ٿا ورق ورن" ڏسو ڀيرو مل، حوالو ٻهريون.

(پ) /م/ > /آون/

(i) گرام > ڳام > ڳائون.

(ii) اهم > آهون (گجراتي هوُن) > آئوُن > آئون (آءٌ)

تاريخي سنڌيءَ جو ٻيو قسم اهو آهي، جنهن ۾ ٻوليءَ جي ارتقا دوران آواز گم يا حذف ٿي ويندا آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ اهڙا ڪيترائي لفظ ملن ٿا جن مان ڪي آواز آهستي آهستي گم ٿي ويا آهن. مثال طور:

(الف) /ر/ جو گم ٿيڻ.

سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي لفظ ملن ٿا جن ۾ اڄ کان چار سؤ يا پنج سؤ ورهيه اڳ /ر/ جو اچار ڪيو ويندو هو، مگر هاڻوڪي زماني ۾ انهن لفظن مان /ر/ گم ٿي ويو آهي. اهڙا لفظ آهن (١):

(i) گرام > ڳام > ڳائون.

(ii) ارڌ > اڌ.

(iii) آرگهه > آگهه.

(iv) آرڪ > آڪ.

اسحاق آهنگر ۽ شاهه ڪريم جي بيتن ۾ ڪم آندل لفظ 'ڪرن' يا 'ڪريندي' ۾ /ر/ موجود آهي:

i. اسحاق آهنگر جو سورٺو.

ٿيان مان جهرڪ، وِهان ٻرڻ جي ڇڄ تي،
مانَ ڪَرَنِ ڏرڪ، ٻولي ٻاجهاريءَ سين.

هن سورٺي ۾ /ڪرن/ لفظ ڪم آندل آهي، جنهن جو معياري لهجي موجب هاڻوڪو اچار /ڪَن/ آهي، حالانڪ اترادي لهجي ۾ /ڪرن/ به عام طور ڳالهايو ويندو آهي.

ii. شاهه ڪريم جو دوهو.

چندن چور ڪريندي، رتو منهن ڪهاڙ،
سڄڻ ڏڄڻ نه ٿئي، رسي جي سوَ وار.

هن دوهي ۾ /ڪريندي/ لفظ ڪم آندو ويو آهي، جنهن جو هاڻوڪو اچار معياري لهجي موجب 'ڪندي' آهي، حالانڪ ڪڇي لهجي ۾ اڄ به /ڪريندي/ لفظ عام آهي.

(ب) /م/ جو گم ٿيڻ.

(i) رَسمي > رَسي.

(١) وسناڻي، جي. اين: "ونئيتي ڪوش"، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد.

(ٻ) /س/ جو گم ٿيڻ.

(i) سَنيھہَ > نيھہَ > ليھہَ > لينھنُ.

(ڀ) /ش/ جو گم ٿيڻ.

(i) لِشٽُرَ > لِٽُرُ.

تاريخي سَنڌيءَ جو ٽيون قسم آهي ’تاريخي سنجو ڳي-سَنڌي‘ (Historical coalescent...).

هن سَنڌيءَ جا، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي مثال ملن ٿا. هن قسم واري سنڌيءَ جي حالت ۾، ميل وارا ڪي ٻہ ۾ مختلف آواز يا گڏيل آواز پاڻ ۾ سمائجي يا هڪٻئي تي اثر ڪري، هڪ لئين آواز ۾ بدلبا آهن. لئون بدليل آواز، ميل وارن آوازن کان بلڪل الڳ هڪ لئين گروهہ وارن آوازن مان هوندو آهي. اهڙا مثال سنڌي زبان ۾ بيشمار آهن:

(الف) /ڪٽرَ-/ مرڪب آوازن ۾ مليل جوڙ /ڪ/ ۽ /ر/ پاڻ ۾ سمائجي، بلڪل هڪ لئين گروهہ وارو آواز /ڳ/ ناهين ٿا؛ مثال طور:

آڪٽرَ > آڳ.

(ب) /ڪيہَ /۾ /ڪ/ ۽ /ي/ پاڻ ۾ سمائجي، /ڳ/ ۾ بدلجن ٿا؛ مثلاً:

(i) ڀاڪيہَ > ڀاڳ.

(ii) يوڪيہَ > جوڳ.

(ب) /تيہ/ ۾ /ت/ ۽ /ي/ پاڻ ۾ سمائجي، /چ/ ۾ بدلجن ٿا؛ مثلاً:

(i) سَتيہ > سَچُ.

(ii) هَتيا > هَچا.

(ڀ) /دْيَ/ ۾ /د/ ۽ /ي/ پاڻ ۾ ملي /ج/ ۾ ٺهجن ٿا؛ مثلاً:

(i) ويدْيہَ > ويجُ.

(ii) آدْيہَ > آج.

(iii) وِدْيا > وِجا.

(ت) /ڌْيَ/ ۾ آيل آواز /ڌ/ ۽ /ي/ پاڻ ۾ سمائجي /جھہ/ ۾ ٺهجن ٿا؛ مثال طور:

سَنڌْيا > سَنْجھا.

(ٿ) /سْتَ/ ۾ /س/ ۽ /ت/ سمائجي /ٿ/ ناهين ٿا؛ مثال طور:

(i) هَسْتَ > هَٿَ.

(ii) ڪَسْتوُري > ڪَٿوُرِي.

(iii) سْتَوَن > ٿوڻ > ٿوڻي.

(iv) سْتَن > ٿَنُ.

(ٽ) /ڪشَ/ ۾ گڏيل آواز /ڪ/ ۽ /ش/ سماڻجي /ک/ ۽ /ڇ/ ۾ بدلبا آهن؛ مثلاً.

(i) ڪشيرُ > کيرُ.

(ii) آڪشرَ > آکرُ.

(iii) آڪشَ > آک.

(iv) ڪشار > کارِ.

(v) لَڪشمي > لَڇمي يا لکمي.

(vi) لَڪشَڻَ > لَڇڻَ يا لَکڻ.

(ٺ) /شچ/ ۾ گڏيل آواز /ش/ ۽ /چ/ پاڻ ۾ سماڻجي /ڇ/ ۾ بدلجن ٿا؛ مثلاً:

(i) پَشچيمَ > پَڇيم.

(ٿ) /نيَ/ ۾ گڏيل آواز /ن/ ۽ /ي/ پاڻ ۾ ملي، /ڄ/ ۾ مٽجن ٿا؛ مثلاً (۱):

(i) جَنيَ > جَڃَ.

(ii) شولنيَ > سُڃَ.

(پ) /نيَ/ ۾ گڏيل /ڻ/ ۽ /ي/ گڏجي /ڄ/ ۾ مٽجن ٿا؛ مثال طور:

(i) پڻيَ > پڃ.

(ii) ڏڻي + آئي > ڏَڻيائي > ڏڃائي.

(ڦ) /دِرَ/ ۾ گڏيل /د/ ۽ /ر/ گڏجي /ڊ/ ۽ /ڏ/ ٿاهين ٿا؛ مثلاً:

(i) لندرَ > لنڊَ.

(ii) چندرَ > چنڊُ.

(iii) دروهَ > ڏوهُ.

(iv) دُهه + بَل > دُربَل > دُربل > ڏُبَلُ > ڏُبرُ > ڏبرو.

(v) درُ + جَن > ڏُجڻ.

اهڙيءَ طرح هن نموني جا ٻيا به ڪيترائي مثال ملن ٿا، جيڪي هن ڏس ۾ ڪافي مدد ڪن ٿا.

---

(۱) ساميءَ جي سلوڪن ۾ مرڪب آواز /نيَ/ جا مثال ملن ٿا:

جيئن پيڙيءَ پور، تيئن لوڪ ڪتب جا،

جنيون منيا پنهنجا، سي ٿيا چڪناچور؛

چڏي لوڪ لجا، عاشق چڙهيا اڄ تي،

منيائون محبوب جي، سامي سڀ رَجا؛

ڪوڙي ڪاموشيءَ ۾، ويندا ڏيان ڏجا،

ملي ڪرن مجا، سته سڏ سروپ جي.

حوالي لاءِ ڏسو: ڪلياڻ آڏواڻي: ”سامي“، چرچ گيٽ، بمبئي ۱، ۱۹۵۳ع، ص ص ۸۸ ۽ ۱۳۶

## (II) نسبتي سَنڌي (Contextual assimilation).

هن مان مراد اها 'سنڌي' آهي، جنهن ۾ جملن يا مرڪب لفظن ۾ ٻن لفظن، ۽ مرتب لفظن ۾ ڪم ايندڙ لفظن ۽ صرفين وغيره جي ميل واري هنڌ، ڀهرئين لفظ يا صرفيہ جو ٻوبون آواز، ٻوئين لفظ يا ٻوئين صرفيہ جي ڀهرئين آواز کان متاثر ٿيندو آهي، ۽ اهو (ڀهرئين لفظ يا ڀهرئين صرفيہ جو ٻوبون آواز)، هڪ لئين آواز ۾ متبو آهي. هن قسم واري سَنڌي ٻن پاڱن تي مشتمل آهي:

(الف) سُرَ-سَنڌي ۽ (ب) وِيَنجَنَ-سَنڌي. آنهن مان هرهڪ جا تفصيلوار مثال هيٺ ڏجن ٿا:

سُر-سَنڌي. (الف) جڏهن ڪن ٻه ٻن پروارن لفظن يا صرفين مان ڀهرئين جي آخر ۽ ٻوئين جي شروعات ۾، يعني ٻنهي حالتن ۾ /آ/سُر هولدو آهي، تڏهن /آ+آ/ بدلجي /آ/ سُر ٿيندو آهي؛ مثلا:

(i) ڀَرَمَ+آرُتَ>ڀَرُمارِث : آ+آ=آ

(ii) ڀَرَمَ+آرُتنا>ڀَرارُتنا : آ+آ=آ

(ب) جڏهن ڪن ٻه ٻن پروارن لفظن يا صرفين مان، ڀهرئين جي ڀڃاڙيءَ ۾ /آ/، ۽ ٻوئين جي شروعات ۾ /آ/سُر هولدو آهي، اهڙيءَ حالت ۾ /آ/ ڪم تي ويندو آهي؛ مثلا:

(i) سَنگهہَ+آسَنَ>سَنگهاسَنَ : آ+آ=آ

(ii) ڀَرَمَ+آنند>ڀَرُمانند : آ+آ=آ

(iii) لَجَ+آئِيتو>لَجائِيتو : آ+آ=آ

(iv) ڪيڏَ+آري>ڪيڏاري : آ+آ=آ

(ٻ) جڏهن ڪن ٻه ٻن پروارن لفظن يا صرفين مان، ڀهرئين جي آخر ۽ ٻوئين جي شروعات ۾، يعني ٻنهي حالتن ۾ /آ/سُر هوندو آهي، تڏهن اهڙيءَ حالت ۾ ڀهريون سُر ڪم تي ويندو آهي؛ مثلا:

(i) مَها+آتِما>مهاتما : آ+آ=آ

(ii) وِدُيا+آليَہ>وِدُيالِہ : آ+آ=آ

(ٻ) جڏهن ڪن ٻه ٻن پروارن لفظن يا صرفين مان، ڀهرئين جي آخر ۽ ٻوئين جي شروعات ۾، يعني ٻنهي حالتن ۾ /اِ/سُر ڪم ايندو آهي، اهڙيءَ حالت ۾ ٻئي سر هڪٻئي تي اثر ڪري /اِي/ ۾ متبا آهن؛ مثال طور:

(i) آتِ+اِت>آتيت : اِ+اِ=اِي

(ii) هنٿِ+اِڪو>هنيڪو : اِ+اِ=اِي

(iii) وَسِ+اِڪو>وَسيڪو : اِ+اِ=اِي

(ٽ) جڏهن ڪن ٻه ٻن پروارن لفظن يا صرفين مان پهرئين جي پڇاڙيءَ ۾ /اِ/، ۽ ٻئين جي شروعات ۾ /آ/سُرَ ڪم ايندا آهن، تڏهن /آ/جي اثر ڪان /اِ/ بدلجي نيم-سر/يَ/(١) ٿيندو آهي؛ جيئن:

(i) وِ + آڪَرَڻَ > وِياڪرڻ : اِ+آ=يا (ي+آ)

(ii) آپِ + آس > اپياس : اِ+آ=يا

(iii) ڪَرِ + آن > ڪَرْيان (٢) : اِ+آ=يا

(iv) مار+آن > مارْيان : اِ+آ=يا

(ٿ) مرتب لفظ ناهڻ لاءِ جڏهن ڪنهن لفظ جي پوئيان اهڙي صرفيه ملائبي آهي، جنهن جي شروعات ۾ /آ/سُر هوندو آهي، ۽ صرفيه جي اڳيان ايندڙ لفظ جي آخر ۾ /اِي/سُر هوندو آهي، تڏهن اهڙيءَ حالت ۾ /آ/جي اثر ڪان /اِي/ بدلجي نيم-سر/يَ/ ٿيندو آهي؛ مثلاً:

(i) شيدِي+آڻِي > شيدْياڻي : اِي+آ=يا (يَ+آ)

(ii) موتي+آئون > موتْيائون : اِي+آ=يا

(iii) پاڻِي+آنو > پاڻْيانو : اِي+آ=يا

(ٽ) ساڳيءَ طرح جڏهن ڪنهن ٻه لفظ جي پوئيان /اِي/سُر هوندو آهي، اُن لفظ جي پوئيان ايندڙ صرفيه جي شروعات ۾ /آ/سُر هوندو آهي، تڏهن /آ/جي اثر ڪان /اِي/سُر بدلجي نيم-سر/يَ/ ٿيندو آهي؛ مثال طور:

(i) هارِي+آپَ > هارْيَپَ : اِي+آ=يَ

(ii) ڪانئِي+آرُ > ڪانئْيَرُ : اِي+آ=يَ

(ث) بلڪل ساڳيءَ طرح /او/جي پوئيان جڏهن ڪن لفظن جي شروعات ۾ /آ/ يا /آ/سر ايندا آهن، تڏهن /او/ بدلجي نيم-سر/وَ/(٣) ٿيندو آهي؛ مثلاً:

(i) تنو+آ > تَوا : او+آ=وا

(ii) ٻانو+آ > ٻاوا : او+آ=وا

---

(١) خواجا غلام علي الانا: ”سنڌي صورتخطي“، ڇاپو پهريون، سنڌي زبان پبليڪشن، حيدرآباد، ١٩٦٤ع، ص ٢٨

(٢) سنڌ ۾ مقيم پنجابي ماڻهو ”ڪريان“ اُچاريندا آهن.

(٣) چپ ۽ ڏندن ڪاڏئون گهڪيدار آواز [وَ] ۽ نيم-سر [وَ] جي اُچار ۾ فرق آهي. نيم-سُر جي اُچارڻ لاءِ ٻئي چپ گول ڪبا آهن. ڏسو: خواجا غلام علي الانا: حوالو مٿي ڏنل، ص ٢٨

سنڌي الف-ب ۾ مٿين ٻنهي آوازن — چپ-ڏندن ڪاڏئون گهڪيدار آواز [و= v] ۽ ٻن چپن واري نيم-سر [w=] — کي هڪ ئي حرف جي صورت ۾ لکيو ويندو آهي. عربيءَ جي صوتياتي نظام ۾ چپ-ڏندن ڪاڏئون گهڪيدار آواز ٿئي ئي ڪونه، تنهنڪري عربيءَ ۾ حرف ٻن-چپن واري نيم-سر لاءِ ئي حرف مقرر ڪيل آهي، جو آهي ”و“. اهو حرف w جي لکيل صورت آهي ۽ نه v جي. ان لاءِ وڌيڪ بحث جي ضرورت آهي.

(iii) سائو + آ > ساوا : او + آ = وا

(iv) پائو + آ > پاوا : او + آ = وا

(ث) اهڙيءَ طرح /آو/ جي پويان جڏهن /آ/ سر ايندو آهي، تڏهن /آو/ بدلجي نيم-سر /وَ/ ٿيندو آهي؛ مثال طور:

(i) هِندُو + آئي > هِندُوائي : آو + آ = وا

(ii) لاڏُو + آن > لاڏُوان : آو + آ = وا

(پ) بلڪل اهڙيءَ طرح /اَ/ جي پويان جڏهن /آ/ سر ايندو آهي، تڏهن /اَ/ بدلجي نيم-سر /وَ/ ٿيندو آهي؛ مثلا:

(i) ٽانءُ + آ > ٽانوَ : اَ + آ = وَ

(ii) پاءُ (آگهه) + آ > پاوَ : اَ + آ = وَ

(iii) ڪانءُ + آ > ڪانوَ : اَ + آ = وَ

(iv) گهاءُ + آ > گهاوَ : اَ + آ = وَ

<u>وينجن-سَنڌي</u>. ڳالهائڻ واري ٻوليءَ ۾ جملن، مرڪب لفظن ۽ مرتب لفظن ۾ اهڙا لفظ به گڏجن ٿا، جن جي آخر ۾ نه صرف سُر پر وينجن به هوندا آهن. اهڙا مثال گهڻو ڪري ٻين ٻولين مان ورتل اڌارن لفظن (loan-words) ۾ عام طور ملن ٿا(١). سنڌي ٻوليءَ ۾ سَنڌيءَ جي مطالعي ۾ اهڙا مثال گهٽ مدد ڪن ٿا.

مٿي بيان ڪيو ويو آهي ته آوازن جي 'ميل' جي حالت ۾، ڪن صورتن ۾، پويون جز پهرئين جز تي اثر ڪندو آهي؛ اهڙيءَ اثر جي ڪري پهريون جز ڪنهن ٻئين آواز ۾ بدلجي ويندو آهي. هن قسم وارين تبديلين جا هيٺيان مثال سنڌي ٻوليءَ ۾ عام جام ملن ٿا:

(الف) جڏهن ڪنهن لفظ يا صرفيه جي پڇاڙيءَ ۾ /س/ وينجن هوندو آهي، ۽ ان جي هڪدم پويان ايندڙ ٻئي لفظ جي شروعات ۾ /م/ وينجن هوندو آهي، تڏهن اهڙيءَ حالت ۾ /م/ جي اثر ڪان /س/ بدلجي /ر/ ٿيندو آهي؛ مثلا:

لِس + مل > لرمل : س > ر

(ب) جڏهن ڪنهن لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ /س/ وينجن هوندو آهي، ۽ ان جي هڪدم پويان ايندڙ ٻئي لفظ جي شروعات ۾ /ل/ وينجن هوندو آهي، تڏهن /ل/ جي اثر ڪان /س/ بدلجي /ر/ ٿيندو آهي؛ مثال طور:

نِس + لَڄ > نرلج > لرلج : س > ر

---

(١) جڏهن هڪ ٻوليءَ جا لفظ ٻيءَ ٻوليءَ ۾ اڌارا وٺبا آهن، تڏهن انهن لفظن ۾ آيل هن قسم جي تبديل کي "تاريخي سنڌيءَ" ۾ شامل ڪبو. ڏسو-

Jones, D., Op. Cit., Section 840, p. 218,

(ٻ) اهڙيءَ طرح جڏهن /ت/ جي ٻوين، ٻئي لفظ جي شروعات ۾ /چ/ هوندو آهي، تڏهن /چ/ جي اثر کان /ت/ بدلجي /چ/ ٿيندو آهي؛ جيئن:

(i) اَت + چارَڻُ > اَچِّچارڻ > اَچِّارڻ : ت > چ

(ڀ) جڏهن /ت/ جي ٻوين، ٻئي لفظ جي شروعات ۾ /ج/ ايندو آهي، تڏهن /ت/ > /ج/ ٿيندي آهي؛ جيئن:

(i) سَت + جَن > سَجۡجَن > سَجّن > سَجَڻ : ت > ج

(ت) اهڙيءَ طرح هيٺين لفظن ۾ /ج/ جي اثر کان، ان جي اڳيان ايندڙ /هه/ بدلجي /ر/ ٿيندو آهي؛ مثلاً:

(i) نِهه + جَل > نِرۡجَل : هه > ر

(ii) نِهه + ٻَل > نِرۡٻَل > نِرۡٻَل > نِٻَل : هه > ر، پوءِ /ر/ گم ٿيو آهي.

(iii) نِهه + ڌن > نِرۡڌن : هه > ر

(iv) دُهه + ٻَل > دُرۡٻَل > دُرٻل > ڏُٻَل : هه > ر، پوءِ در > ڏ

(ٿ) ساڳيءَ طرح /چ/ جي اثر کري /هه/ متجي /ش/ ٿيندو آهي؛ جيئن:

(i) نِهه + چل > نشچل : هه > ش

(ٽ) بلڪل ساڳيءَ طرح /ڦ/ جي اثر کان /هه/، /ش/ ۾ متبي آهي؛ جيئن:

(i) نِهه + ڦل > نشڦل : هه > ش

مٿين مثالن ۽ تجزيي تي غور ڪرڻ کان پوءِ چئي سگهجي ٿو ته سَنڌي، ڪنهن به ٻوليءَ جي صوتياتي نظام ۽ ڪنهن به ٻوليءَ جي تاريخي مطالعي ۾ اهم حصو ادا ڪري ٿي. سَنڌيءَ جي مطالعي مان نه خبر پوي ٿي ته ٻوليءَ جي آوازن، صوتين ۽ لفظن ۾ ٻوليءَ جي ارتقا سان گڏ ڪهڙي تبديلي ٿي آهي. ڪيترائي لفظ آهن، جن جي اصلي ڌاتوءَ جي خبر تڏهن پئجي سگهندي، جڏهن سَنڌيءَ جي مطالعي جي مدد سان اهڙي لفظ کي پچي، منجهس ڪم آيل آوازن ۽ صوتين ۾ آيل تبديلين جو جائزو وٺي، اصلي آوازن ۽ صوتين کي سامهون رکبو. انهيءَ ڪري چئبو ته ڪنهن به ٻوليءَ جي تاريخي مطالعي لاءِ 'سَنڌي' جو مطالعو نهايت ئي ضروري آهي.



محرم خان ايم. اي.

# قديم سنڌي شعر ۽ شاعري

## (تاريخي جائزو)

### تاريخي پس منظر.

سيني لکيل تاريخن موجب، عيسوي پنجين صديءَ جي خاتمي کان سنڌ جي باقاعدي حڪومت جو احوال ملڻ لڳي ٿو. انهيءَ کان اڳ جا واقعات سنڌ جي ڪنهن به تاريخ ۾ سلسليوار لڀا ملن. سنڌ جو پهريون دارالحڪومت، جيڪو تاريخي طور اسان کي معلوم آهي، سو الور(۱) جو تخت-شهر آهي. انهيءَ شهر ۾ ئي سنڌ جي پهرئين حڪمران خاندان، ”راءِ گهراڻي“ جي حڪومت سن ۴۹۵ع يعني پنجين صديءَ کان شروع ٿي ٿي. ’الرور‘ جي راڄڌاني هوندن ته راءِ خاندان جي صاحبيءَ کان به تمام گهڻو اڳي قائم ٿي آهي. ”ايوڌيا جي چندربنسي ۽ کتري راجائن مان (رامچندر جي پوٽي سموترا جي اولاد مان)، ٻارهن سؤ قبل مسيح ڌاري، راجا بليڪا(۲) انهيءَ شهر جو بنياد وڌو، ۽ سندس پٽن اتي حڪومت شروع ڪئي(۳).“ مهاڀارت جي زماني ۾ ’الروڙ‘ تي مهاراجا چندرٽ ’ويرا‘ جو خاندان حڪمران رهيو(۴). اتان هڪڙو پراڻو پراڪرت سلوڪ، پروفيسر سلوين ليويءَ، تمام گهڻيءَ ڪوجنا کان پوءِ ڳولي هٿ ڪيو آهي، جنهن موجب ’اروڙ‘ يا ’روڙوا‘ (روڙڪ) ’سؤوير‘ پرڳڻي، يعني بهاولپور، ملتان ۽ (جيسلمير) وغيره جي گادي آهي:

وَنت پرم ڪلنگا نام، اسڪا نانچ پونم،
ماهستي آونتي نام، ’سؤويرا‘ نانچ ’روڙڪم‘(۵).

---

(۱) الور، الرور، الروڙ. اروڙ، روڙ،روڙوا، روڙڪا ۽ روڙڪ، ساڳئي نالي جون بدليل صورتون آهن.
(۲) راجا بليڪا جو زمانو تيرٿ وسنت ڇهين صدي ق. م. ٻڌايو آهي ”چڻنگون“: ص ۳۰.
(۳) ”تاريخ جنت السنڌ“: رحيمداد خان مولائي شيدائي، ص ۶۹ ۽ ”تاريخ راجستان“: ڪرنل جيمس ٽاڊ جلد پهريون، ص ۶۱
(۴) ”قديم سنڌ“: مرزا قليچ بيگ ص ۲۰۱. ”قديم سنڌ“: مولوي نورمحمد نظاماڻي ص ۲۷. ”قديم سنڌ“: ڀيرومل مهرچند آڏواڻي ص ۳۴۵ ۽ ٻيا.
(۵) ”آريه ورت“: گنگارام سمراٽ، ص ۳۶۶، ۽ ”سنڌ جو پراچين اتهاس“: دوارڪا پرشاد روچيرام شرما (پاڳو پيو) ص ۱۵۷.

انهيءَ قسم جا ٽڙيل پکڙيل پراڻا اهڃاڻ پيا ۽ ڪيترائي ملن ٿا، جيڪي تاريخ جو ڪو به سلسلو نٿا جوڙين، ۽ نه وري انهن مان قديم زماني جو ڪو خاطريءَ جهڙو ادبي مواد ئي ملي سگهي ٿو. تنهنڪري، وري به موٽي راءِ گهراڻي جي راڄ ڪان ئي هي سلسلو شروع ڪجي ٿو، ڇاڪاڻ ته انهيءَ زماني ڪان ئي تاريخ جو ڪجهه لاڳيتو احوال ملڻ لڳي ٿو، ۽ شاعريءَ جو ڏس پتو به انهيءَ زماني ۾ ئي ملي ٿو.

سنڌ ۾ هيءُ ٻڌ ڌرم جي عروج وارو زمانو آهي. راءِ گهراڻي جا چندرونسي راجائون به ٻڌ ڌرم جا پوئلڳ هئا، ۽ سنڌ ن مائٽي ۾ راجپوتانا جي پوڙي راجائن سان هئي(۱). راءِ خاندان جي بادشاهن جي حڪومت، ڇهين صدي عيسويءَ جي شروع ٿيندي ئي چالو ٿئي ٿي، جا اٽڪل ڏيڍ صدي جاري رهي ٿي ۽ ستين صديءَ جي وچ ڌاري ختم ٿئي ٿي. راءِ ديوجي، راءِ سهاسي راءِ ۽ ٻين جملي پنجن راجائن جا نالا ملن ٿا، جي سڀ پاڻ کي ”راءُ“ ڪوٺائيندا هئا. سنڌ ن انهيءَ شاهي لقب جي ڪري ئي، سڄي خاندان تي ”راءِ گهراڻي“ جو نالو پيو آهي (راءِ معنيٰ راجا ۽ گهراڻو معنيٰ خاندان، يعني بادشاهي خاندان). ستين صديءَ عيسويءَ (۶۳۲ع) ۾ هيءَ حڪومت برهمڻ-راڄ ۾ تبديل ٿي وڃي. برهمڻ راڄ به اڌ-سُني صديءَ تائين مس هليو، تان جو ائين صديءَ جي شروع (۷۱۲ع) ۾ عرب سنڌ ۾ داخل ٿيا. هن زماني کان ڪهڙو اڳي جيڪو چراگاهي دؤر شروع ٿيو هو، سو اڃا به هلندو پئي آيو. چوپايو مال چارڻ ۽ ڌارڻ ماڻهن جو مُک ڌنڌو هو، ۽ تنهن ۾ به ڳائو مال مُک ملڪيت سمجهيو ويندو هو. سنڌ جا مالوند ماڻهو ۽ پاڳيا، توڙي ڌراڙ ڀهنوار، جي اڪثريت ۾ هئا، سي سڀ اڀير (ڳنوار) ڪوٺبا هئا (ڀهنوار يا ڀرمار، مارو يا موريه، سانگي يا سانڪلا، اهير يا اڀير، ۽ گجر يا ناگر، سڀئي ڌراڙ يا مالوند قبيلا آهن). انهن ڳنوار اهيرن (اڀيرن) جي ٻوليءَ کي ”اڀيرن ڀاشا“ (اڀرنش) چيو ويندو هو(۲)، ڇاڪاڻ ته تن ڏينهين فقط سرڪاري (علمي) ۽ مذهبي زبان سنسڪرت کي ئي مهذب ۽ شائسته (ادبي) زبان سمجهيو ويندو هو؛ ۽ ان جي ڀيٽ ۾ عوامي زبان کي ڌراڙن ۽ ڳنوارن جي ٻولي (اڀرنش) سڏيو ويندو هو. ”سنڌيءَ کي به اڀرنش دفعي جي ٻولي شمار ڪري سگهجي ٿو“(۳). اڀرنش زبان ۽ ان جي شاعريءَ جي سنڌ جي تاريخ ۾ تلاش ڪرڻ ڪري، انهيءَ ڪري، قديم سنڌي شاعريءَ جي ڳولا آهي.

مارڪنڊيه، اڀرنش جا ٽي نمونا ٻڌايا آهن: وراچڊ-اڀرنش، ناگر-اڀرنش، ۽ اپناگر-اڀرنش، جن مان وراچڊ-اڀرنش ته خاص سنڌ جي ئي ٻولي ٺهرائي اٿس. يعقوبيءَ جو چوڻ آهي ته ”وراچڊ ٻنهي ۾ زياده قديم آهي.“ هو ”وراچڊ“ کي ”ورچ“ لفظ مان نڪتل مڃي ٿو.

---

(۱) ”تاريخ تمدن سنڌ“: مولائي شيدائي ص ۱۲۶.

(۲) ”اردو زبان ڪا ارتقا“: ڊاڪٽر شوڪت سبزواري ص ۳۶ ۽ ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“: ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، ص ۶۵.

(۳) ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ص ۱۸.

'ورج' معنيٰ ڳنوارن جو مسڪن (١). (سنڌيءَ ۾ ڳنوارن جو مسڪن معنيٰ وراڙي، وٿاڻ، واڙي، واڙ، واڙو، وهڙ هو يعني ڳوٺ، جنهن جي معنيٰ واهڻ يا وسنيءَ به آهي، ۽ 'وراڙي' جي معنيٰ ويجهي ڇڪ، جُوءِ، ترُ، ويڙهه، وغيره. مٿيان سڀ لفظ اچار ۾ 'ورج' وانگر ئي شروع ٿين ٿا، ۽ معنيٰ ۾ ساڳي ورج واري اٿن.) "ورج" لفظ جي اشتقاق جي 'برج ڀاشا' جي نالي مان به تائيد ٿئي ٿي (٢). (برج - ورج - ٻرڳٽي يا بندرابن جي معنيٰ به وراڙي يا مال جي جُوءِ، وڏي هُڙي، ٻيلو يا جهنگل آهي.) ڊاڪٽر وولنر جي راءِ آهي ته 'اپڀر ڀاشا'، يعني اپڀرن جي ٻولي، اهائي 'وراچڊ' (براچڊ) اپڀرنش آهي (٣). ڊنڊڻ ته هن کي 'ادبي ۽ ڪتابي زبان تسليم ڪري ٿو (٤).' پنهنجي ڪتاب "ڪاويه درش" ۾ به ڄاڻايو اٿس ته سنڌ جا اهير، هن ٻوليءَ (وراچڊ) ۾ گيت جوڙيندا هئا ۽ اهي ٻـ-تُڪا هوندا هئا (٥). ناگر يا گوجر اپڀرنش جو آستان گجرات آهي. ناگر ڳيتن جي ثابتي ڊاڪٽر ڀنڊارڪر جي ڪتاب، "ولسنس فلالاجيڪل ليڪچرس" (Wilson's philological lectures) مان ملي ٿي (٦). اپنا گر-اپڀرنش، شام سندر جي راءِ ۾، "هيءَ سنڌ جي وراچڊ-اپڀرنش ۽ گجرات جي ناگر-اپڀش جي گاڏڙ صورت آهي، جا ڏکڻ - پنجاب، اتر-گجرات ۽ الهندي-راجستان جي وچ واري ٻولي آهي" (٧). ٿر جي علائقي (جيسلمير-بيڪانير) ۾ هن کي 'ٻونگل ڀاشا' به چيو ويندو هو. قديم زماني جا سانگي ۽ ڀاٽ، پنگل ۾ به گيت جوڙيندا هئا، جن مان ڪي "پراڪرت پنگل" نالي ڪتاب ۾ به ملن ٿا. هيءُ ڪتاب راجستاني اپڀرنش ٻولين ۾ ڇڻ ڇند (عروض) جو ڪتاب آهي (٨). پروفيسر جهمٽمل ڀاوناڻيءَ جو چوڻ آهي ته "اهو ڪتاب 'پنگل' نالي، جيسلمير جي هڪ آڳاٽي عالم جو جوڙيل آهي (٩)." دراصل 'پنگل' يا 'پوڳل'، جيسلمير جو هڪ ڪهنو شهر آهي، ۽ اڳي هن سڄيءَ رياست تي اهو نالو پيل هو. مٿيون ڪتاب، انهيءَ شهر جي ڪنهن جهوني اديب جو مرتب ڪيل آهي، جنهن مان هيمچندر به شايد اپڀرنش جا مثال ورتا آهن.

اپڀرنش ڪوتائون ستين صدي عيسويءَ کان ملن ٿيون (١٠). سنڌ جي تاريخ ۾ اهو راءِ گهراڻي جي حڪومت جو زمانو آهي. اپڀرنش دؤر جي شاعريءَ جا موضوع ڏرم ۽ رزم هئا. دربار سان وابسته شاعري رجزيه رنگ ۾ رڱيل هئي. دربار کي، سياسي اقتدار سان گڏ،

---

(١) "اردو زبان ڪا ارتقا": ڊاڪٽر شوڪت سبزواري، ص ٣٧.

(٢-٣) "اردو زبان ڪا ارتقا": ڊاڪٽر شوڪت سبزواري ص ٣٧.

(٤) "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ": ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ص ١٣.

(٥-٦) "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ": ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، ص ٦٥-٦٦.

(٧) "اردو زبان ڪا ارتقا": ڊاڪٽر شوڪت سبزواري، ص ٣٧.

(٨) "اردو زبان ڪا ارتقا": ڊاڪٽر شوڪت سبزواري، ص ٣٨.

(٩) "ڇند سڳنڌ": جهمٽمل کوبچند ڀاوناڻي، ص ١.

(١٠) "هندي ادب جي تاريخ": ڊاڪٽر محمد حسن، علي ڳڙهه يونيورسٽي، ١٩٥٥ع ص ١٦، ١٧ ۽ ٢٥.

مذهبي اهميت پڻ حاصل هوندي هئي. مذهب زندگيءَ جي هر شعبي تي پنهنجي ڇاپ هڻي رهيو هو(۱). اپڀرنش جا ڀرپور ڀول (گاٿا) هيمچندر (۱۰۸۸-۱۱۷۲ع) پنهنجي ڪتاب "سڌ هيمچندر" ۾ اڳئين زماني جي تصنيفن مان ڪڍ ڪيا آهن (۲). اوائلي اپڀرنش جو نمونو هيءُ آهي:

ڀلا هُئا جُ مارين، ڀڻ مهارو ڪالتِ،
لجي جي ڀيُن ته ورئي سنڌهن، جيئي ڀڳا گهرانڌ (۳).

عرب حڪومت ۷۱۲ع کان شروع ٿي آهي، جڏهن اڪثر عوام صلح پرست ٻڌ ڌرم جو پيرو هو، پر حڪومت برهمڻ جي هئي. "چچنامي" موجب، سما قبيلي جي ماڻهن، محمد ابن قاسم وٽ اچي ڳايو وڄايو هو. انهيءَ مان ان وقت جي شاعريءَ جو پتو پوي ٿو. ڪي لسانيات جا ماهر هن دور کي به اپڀرنش واري دور ۾ شمار ڪن ٿا، ۽ "ياد رهي ته سنڌي ٻوليءَ جي شروعات پڻ اپڀرنش مان ٿي آهي" (۴).

عربن جي عهد حڪومت ۾ پهريون ئي دفعو هڪ اهڙي شاعر جو تذڪرو ملي ٿو، جنهن کي تاريخي اهميت به حاصل آهي. هيءَ هباري اميرن جي واري جي ڳالهه آهي. عرب حاڪمن ۾ هباري قبيلو سنڌ جو پهريون حڪمران گهراڻو آهي، جنهن جي بانيءَ، عمر هباريءَ (۸۵۴ع)، بالآخر ۾ پنهنجي خود مختار حڪومت جو بنياد وڌو. سندس پٽ، عبدالله (۸۹۲ع)، بانيءَ کي ڇڏي، اچي منصوره تي قبضو ڪيو. انهيءَ عبدالله هباريءَ کان اروڙ جي راءِ، ۸۸۳ع ۾، اسلامي عقائد جي سمجهاڻي گهري، ۽ منصوره جي مذڪور شاعر ڪيس قصيدي ۾ منظوم ڪري آها سمجهاڻي ڏني. جيتوڻيڪ انهيءَ شاعر جو نالو يا سندس ڪلام معلوم ناهي، ته به شعر جي ميدان ۾ هو هڪ تاريخي شخصيت آهي، ۽ سنڌ ۾ شاعريءَ جي جاري هجڻ جو اهو به هڪ تاريخي ثبوت آهي. عبدالله ۹۱۵ع ۾ وفات ڪئي، ۽ پٺس ابو منذر (عمر) منصوره جو والي ٿيو. هيءُ سنڌ جو آخرين عرب حاڪم آهي. هن کان پوءِ به ممڪن آهي ته ڏهين صديءَ جي ڪجهه حصي تائين، منصوره ۾ هبارين جو وجود باقي رهيو هجي: پر تاريخن ۾ هن بعد، ڪنهن به عرب امير جو نالو ڪونه ٿو ملي. ڏهين صديءَ جا سياح، منصوره جي والين جي وضع قطع هندن جهڙي، يعني لباس ۾ ڪوڏ، ڊگها وار ۽ ڪنن ۾ ڊگها والا وغيره ٻڌائين ٿا. هي پرڪار سومرن جا ني لڳن ٿا، ۽ هن بعد سگهوئي سومرن جو وارو اچي ٿو.

---

(۱-۲) "سنڌي ادب جي تاريخ": ڊاڪٽر محمد حسن، علي ڳڙهه يونيورسٽي، ۱۹۵۵ع ص ۱۶، ۱۷ ۽ ۲۵.

(۳) "هندي ادب جي تاريخ": ڊاڪٽر محمد حسن، ص ۲۴: "قصو ڍولا مارو": پروفيسر جهمٽمل خوبچند ڀاوناڻي، ص ۷۶.

(۴) مضمون "هندي ۽ سنڌي شاعريءَ جو لاڳاپو": ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، رسالو مهراڻ، سيارو، ۱-۱۹۵۵ع، ص ۱۰۸.

مٿي، تمهيد طور، سنڌ جي قديم ترين دؤر جي شاعريءَ جا اهڃاڻ پيش ڪيا ويا آهن. پراڪرت توڙي اپڀرنش واري زماني جي شاعريءَ جا ڪي نمونا ڪتابن مان مهيا ڪري، ادبي تاريخ کي علمي طور ماضي بعيد سان ملائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. پر انهيءَ جو نج سنڌي شاعريءَ سان لاڳاپو نه آهي: خالص سنڌي شاعري، سومرن جي عهد حڪومت سان ئي واسطو رکي ٿي. سومرا حڪومت جو آغاز ئي اصلي ديسي شاعريءَ جي شروعات آهي. سومرا حڪومت جو سڄو ئي عهد، قديم مقامي شاعريءَ جو بنيادي ۽ اوائلي دؤر آهي. سندن حڪومت جي پڇاڙيءَ سان گڏ ئي، پراڻي سنڌي شاعريءَ جي دؤر جي به پڇاڙي ٿئي ٿي. مطلب ته جهوني سنڌي شاعريءَ جو دائرو، سومرا راڄ جي آسرڻ ڪان وٺي، سندن زوال جي حدن تائين پکڙيل آهي. اهڙيءَ حقيقت جي بناء تي، 'قديم سنڌي شاعريءَ' جي تحقيق خاطر، سومرن جي مڪمل معلومات هئڻ به هڪ بنيادي شيءِ آهي.

سومرا ڪير هئا، سندن سماجي ۽ سياسي لاڙا ڪهڙيءَ ڪيفيت جا هئا، سندن مذهبي ۽ معاشرتي رغبت جي ڪهڙي شڪل هئي، ڪڏهن ۽ ڪيئن آسريا ۽ ڪيئن اقتدار حاصل ڪيائون، وري ڪيئن سندن زوال آيو ۽ ڪڏهن خاتمو ٿيو، وغيره — انهن ۽ ٻين اهڙن سوالن جا ڪي علمي ۽ تاريخي انگ-اکر ئي صحيح جواب پيش ڪري سگهندا. سومرن جي اصل نسل جي باري ۾ کوجنا ڪندي، تاريخدان تمام ٻري نڪري ويا آهن. مولانا حڪيم نجم الغني صاحب، تاريخ "وقائع راجستان" ۾ هنن کي هزارين سالن جي قديم کترين جي 'سورج ولسي' گهراڻي سان وڃي ملايو آهي، پر وري ڪين اڱوڻ جي راجا رامچندر جي پٽ سومتر جي شاهي لسل مان، 'چندربنسي' کتري به ثابت ڪيو اٿس(۱). محترم مولائي شيدائيءَ جي دعوا آهي ته سومرن متعلق مولانا جي مٿين راءِ ايبت صاحب ڪان به وڌيڪ محققانه آهي(۲). مولوي صاحب جي راءِ جي ٻين تاريخن مان به تائيد ٿئي ٿي. علامه سيد سليمان ندويءَ به لکيو آهي ته "سومرن کي اصل 'سوم-راءِ' چوندا هئا. هنديءَ ۾ 'سوم' معنيٰ 'چنڊ'. اهڙيءَ طرح، 'سنگهار' کي 'سنگهه-راءِ'، ۽ 'پونگر' کي 'پنگا-راءِ' سمجهڻ گهرجي"(۳). سيد نجم الغني جو به اهو ئي چوڻ آهي ته 'سومرا' لفظ اصل ۾ 'سوم-راءِ' آهي، جيئن 'دود راءِ'، 'دلوراءِ'، 'ڀاٽوراءِ' ۽ 'کنراءِ'، وغيره(۴). ڪن وري سومرن کي مهاراجا چندرگپت موريا جي شاهي خاندان مان شمار ڪيو آهي(۵). ڪرنل جيمس ٽاڊ جو چوڻ آهي ته ""موريا' چندرگپت جا پويان آهن، جن کي 'موري' يا 'مارو' به چوندا آهن، ۽ انهن تان ئي 'مارو' ديس تي (مارو-ويڙهه، مارو-واڙا)

---

(۱) "وقائع راجستان": مولانا حڪيم نجم الغني، ص ۵۱-۵۲.
(۲) تاريخ "جنت السنڌ": مولائي شيدائي، ص ۳۰۷.
(۳) "تاريخ و سياست" (اردو): سيد سليمان ندوي، ص ۲۲.
(۴) "تاريخ سنڌ" (اردو): مولانا سيد ابو ظفر ندوي، (ريسرچ اسڪالر ورنيڪيولر لٽريچر ڪميٽي)ص ۲۸۴.
(۵) "وقائع راجستان": مولانا حڪيم نجم الغني، ص ۵۱-۵۲.

'ماروا ڙ' نالو پيو آهي. راجستان ۾ رهندڙ سڀئي کتري 'مارو' سڏبا آهن(١). کترين کي 'اپنشد' جگ ۾ 'راجنيہ'، (راءِ- جنيہ) يعني راجائي جنن، راجائن جا جڻيل (اولاد) چيو ويندو هو. اهو لفظ پوءِ ڦري 'راءِ پوترا' يا 'راجہ پوت' (راجائن جا پٽ) ۽ "راجپوت" ٿيو آهي(٢). انهيءَ کري سومرن کي بہ 'راجپوت' يعني شاهي خاندان جا فرد چيو ويو آهي. ٻہ راجپوتن جا بہ ڪئين گهراڻا آهن: انهن مان سومرن جو ڪهڙو گهراڻو آهي، تنهن باري ۾ ڪن جو چوڻ آهي تہ "سوڍا راجپوتن ۾ 'امرا سوُمرا' جي نسل واريءَ شاخ کي سومرن جو خاندان چيو وڃي ٿو"(٣). ڪن وري سومرن کي يادو راجا بلند جي پٽ 'ساما' جو اولاد، يعني راجپوت، ڄاڻايو آهي(٤). پر، "سنڌ گزيٽيئر" (صفحو ١٧٩)، ڪرنل ٽاڊ، ايبٽ صاحب، مرزا قليچ بيگ، ۽ ٻين ڪيترن ئي، سومرن کي پرمار راجپوت مڃيو آهي، ۽ گهڻو ڪري سڀ تاريخون انهيءَ تي متفق آهن. راجپوتن جا ڇٽيهہ گهراڻا آهن، جن مان چار وڏا گهر— پرمار، پڙهيار، سولنڪي ۽ چوهاڻ— بنيادي ۽ اصل آهن. وري انهن چوندڙ چئن گهرن ۾ بہ، اوچي ذات پرمارن جي آهي(٥). سورٺ سورمي بہ پرمار شهزادي هئي، جنهن لاءِ چيو اٿن تہ:

سورٺ ساگرديپ جي، جات اوچي پرمار،
پيٽي راجا پوچ ڪي، پالي رتن ڪنيار،
پرڻيو راءِ ڪنگهار، مگ انيراءِ چوهاڻ جي.

پرمارن جا وري پنجيهہ پاڙا آهن— اومرا سمرا، مارو يا موريا، پني ۽ سوڍا وغيره. جن مان 'اومرا سمرا' پهريائين مسلمان ٿيا(٦). راجستان ۾ پرمارن جون عرصي دراز تائين وسيع حڪومتون رهيون. "پرٿوي پرمارن جي آهي"— هيءَ سندن عروج واري زماني جي گونج آهي. هنن ستلج کان وٺي دکن تائين چوڏهن حڪومتون قائم ڪيون: آجين، ڌارا، آبو، چتور، مالوا، پٽن، لوڍرو، اومرڪوٽ ۽ بکر سندن مشهور تختگاهہ هئا. منجهائن 'امره سمره' جي خاندان اسلام قبول ڪيو، جي سومرا ڪوٺجن ٿا(٧). سرهينري ايليٽ، تاريخ طاهريءَ جي حوالي سان، سومرن کي اروڙ جي شاهي خاندان جا حڪمران راجپوت ثابت ڪيو آهي، جي پوءِ مسلمان ٿيا آهن.(٨) اروڙ جي 'راءِ خاندان' وارا بہ 'چندر ونسي' هئا، جيئن مٿي آيو آهي. ممڪن آهي تہ اهي بہ پرمارن مان هجن! سومرن متعلق مٿي پيش ڪيل حقيقتن مان اهڙو تہ معلوم

---

(١) "ڍولا- مارو": پروفيسر جهمٽمل ڀاوناڻي، ص ٧.

(٢) "تاريخ ريگستان": رائچند هريجن، ص ٢٨-٣٠-٥٤.

(٣) "ڍولا- مارو": پروفيسر جهمٽمل ڀاوناڻي، ص ٧.

(٤ ۽ ٥) "تاريخ ريگستان": رائچند هريجن، ص ٢٨، ٣٠-٥٤.

(٦) "تاريخ ريگستان": رائچند هريجن ص ٢٨-٢٩.

(٧) "تاريخ جنت السند": مولائي شيدائي ص ٣٠٧-٣٠٨.

(٨) "هسٽري آف انڊيا": حوالو، جلد١ ص ٤٨٤ "تاريخ سنڌ": عبدالغني سومرو، مسلم ادبي سوسائٽي، ص ٩٥.

ٿيو تہ اصل ھو سنڌ کان اڀرندي طرف راجستان جا پرمار راجپوت آھن، جي پوءِ مسلمان ٿيا ۽ عربن کان پوءِ سنڌ جا حاڪم ٿيا آھن. پر اھي ڪيئن مسلمان ٿيا ۽ ڪڏھن حڪومت ھٿ ڪيائون؟ سا ڳالھہ بہ غور طلب آھي.

تاريخن ۾ عام طرح ١٠٥٠ع کان سومرن جي حڪومت ليکجي ٿي، جا ڳالھہ صحيح نہ آھي. ھن سلسلي ۾ آڳاٽي ۾ آڳاٽو احوال شمس العلماء مرزا قليچ بيگ مرحوم 'تاريخ قديم سنڌ' ۾ ڏنو آھي تہ "سومرا عيسوي ائين صديءَ کان سنڌ جا والي بنيا" (ص٣١٣). وري ٻئي ھنڌ ساڳي ڳالھہ وڌيڪ چٽي ڪري لکي اٿس تہ "بني اميہ خليفن جي وقت (٧١٢-٧٤٩ع) ۾ راجا دلوراءِ سومرو اروڙ جو حاڪم ھو، اروڙ کي ان ڪري دلور بہ سڏيندا ھئا"(١). ھن سلسلي ۾ مٿي پيش ڪيل ايلئٽ صاحب جي تحقيقات مان بہ ساڳيو مطلب ٿو نڪري. مرزا قليچ بيگ جي اھا دعوا ٻيءَ طرح بہ تاريخ مان ثابت ٿئي ٿي. "غازي محمد بن قاسم ثقفيءَ کان پوءِ، ڏھ-پندرھن سال اروڙ ۾ اموي امن سان رھيا، پر خليفي ھشام (٧٢٣ع) جي ڏينھن ۾ دارالخلافت دمشق ۽ ان جي ماتحت علائقن ۾ فساد ٿيا. اروڙ ۾ ان وقت تميم بن زيدعتبي ناظم مقرر ٿي آيو، ۽ بدقسمتيءَ سان اروڙ ۾ بہ يمني ۽ حجازي عربن جي باھمي نااتفاقيءَ ڪري خانہ جنگي شروع ٿي ويئي. تميم پنھنجي ڪمزور جماعت يمنيءَ جو طرفدار ٿيو، پر حجازي (نزاري) غالب پئجي ويا ۽ ملڪ ۾ بدنظمي پکڙجي ويئي. تميم عتبي ٻي ڪا واھہ نہ ڏسي، اروڙ خالي ڪري عراق ڏانھن روانو ٿيو. پٺيان اروڙ ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ بدامني پکڙجي ويئي. سنڌ جي باغين ھرطرف غلبو ڪرڻ شروع ڪيو: عرب پنھنجا مرڪز خالي ڪري سنڌ مان ھجرت ڪرڻ لڳا. اھي مرڪز بقول بلاذريءَ جي وري آباد نہ ٿي سگھيا. گھڻا نومسلم مرتد ٿي ويا ۽ باجگذار خودمختار ٿي ويا"(٢) ھيءُ سن ٧٢٩ع جو واقعو آھي، جنھن ۾ اروڙ خودمختياري حاصل ڪئي. انھيءَ ڪري عمرو بن محمد ثقفيءَ، عربن جي علحده رھائش لاءِ منصوره شھر جو بنياد وڌو، جو پڇاڙيءَ تائين سنڌ ۾ عربن جو دارالحڪومت رھيو. ھن وقت کان ٺي ملتان ۽ منصوره جون ٻہ علحديون عرب رياستون قائم ٿيون، ۽ ٻنھي جي وچ ۾ اروڙ جي ڏيھي رياست قائم ٿي. مٿينءَ بدنظميءَ مان ناجائز فائدو وٺي، چندرونسي راوَن، اروڙ تي قبضو ڪري ورتو. انھيءَ وقت کان ٺي سنڌن اڳواڻ دلوراءِ پھريون (٧٢٣-٧٢٩ع)، اروڙ جو خودمختار راجا ٿيو. دلوراءِ ٻئي با ٽئين جا ڳالا بہ تاريخن ۾ ملن ٿا، جن ٽنھي جو تعلق ڏومڻ سولاري، مورڙي ملاح، سيف الملوڪ ۽ چنّي ھمراڻي وارن قصن سان آھي. ھڪڙي دلوراءِ جي حڪومت جي سرحد اتر ۾ ديري غازي خان کان، ڏکڻ ۾ نيرونڪوٽ تائين ھئي (ابوظفر ندوي ص ٣٠٨). ھن

---

(١) "قديم سنڌ" (ان جا شھر ۽ ماڻھو) مرزا قليچ بيگ ص ٣٠٩.

(٢) "تاريخ سنڌ" (اردو) مولانا سيد ابوظفر ندوي ص ١٣٦-١٣٧ ۽ "تاريخ سنڌ"، عبدالغني عبدالله ميمڻ ص ٤٤، ۽ "جنت السنڌ" مولائي شيدائي ص ١١٨.

کان پوءِ سومرن جا ڪي لـ ڪي ٽالا ۽ حالات ملنداڻي رهن ٿا: ۽ جڏهن سنڌن سياسي طاقت يا سلطنت ۾ ڪو اضافو ٿيندو رهيو آهي، جدا جدا تاريخن اهوئي سال سنڌن ابتدا جو ٺهرايو آهي. تحفةالڪرام هن کان هڪ صدي پوءِ (٨٣٦ھ)، سنڌن حڪومت کي تسليم ڪيو آهي (جملي حڪومت جا ٥٠٥ سال ١٣٥١ع تائين ڳڻيا اٿس). مولانا سيد ابوظفر ندويءَ جي تحقيق مطابق، عمر هباريءَ جي ڏينهن ۾، ٨٦٠ع ۾، حڪومت شروع ڪيائون ۽ ١٠١٠ع ۾ منصوره تي قبضو ڪيائون(١). پر منصوره ۾ شايد اروڙ واري زلزلي (٩٥٢-٩٦٢ع) جي تباهيءَ بعد اچي قبضو ڪيائون. ڍولا مارو جي قصي مان معلوم ٿئي ٿو ته ٩٦٧ع ۾ ٿر ۾ 'اومرو' نالي تمام ڪو زبردست سومرو راڄ ڪندو هو(٢). اهڙيءَ طرح ١٠٢٠ع ۾ سنڌ جو مشهور معروف سومرو بادشاهه همير، منصوره جو حاڪم هو، جنهن پونڱل جي راجا کان اومرڪوٽ کسيو، وير ويهاس گجر کي ماريو، پونئري چام جي ڌيءَ پڻيو ۽ جاسل کي پڄائي آيو. محمود غزنويءَ جي ڏينهن (١٠٢٤ع) ۾ جيڪو 'خفيف' سومرو منصوره جو والي هو، سو هن ئي راءِ جو حرفتي نالو هو- چاڪاڻ ته سومرن کي قرامطي شيعن کان سبق مليل هو ته ڳجهه ڳوهه ۾ ئي هرطرف قبضو ڪجي، ۽ وڏين سلطنتن اڳيان پاڻ ڏنو نه ڪجي ۽ نڪي ڪنهن سان کليو مقابلو ڪجي، متان رهندو هٽ آيل طاقت کسجي وڃي. قرمط لفظ جي معنيٰ ئي آهي 'ڳجهي سناءَ'، اڻلکو ليکو، يا خفيف نشان. انهيءَ ڪري ڏهين صديءَ جي پڇاڙيءَ سوڏو، جڏهن هبارين جو قبضو فقط منصوري جي شهر تي وڃي رهيو، ته به اتڪلي (قرامطي) سومرا، مٿينءَ دليان، پاڻ کي بغداد جي سُني خليفن جو حواري چوائيندا آيا. هيءَ به قرامطين جي هڪڙي رمز هئي. مٿئين همير (١٠٢٠-١٠٥٠ع) جو رمز وارو نالو خفيف هو. مٿيان اَنگ اکر انهيءَ ڳالهه جي چٽائيءَ لاءِ پيش ڪيا ويا آهن ته سومرن جي حڪومت دراصل ٧٢٣ع کان شروع ٿي آهي، نه ڪ ١٠٥١ع کان، جيئن عام طرح سمجهيو وڃي ٿو.

سومرن جي اوائلي مذهبي ڪيفيت به هڪ دلچسپ ڳجهارت آهي. سومرا مسلمان هئا يا هندو، جي مسلمان هئا ته ڪڏهن ۽ ڪيئن ٿيا ۽ اسلام جي ڪهڙي گروهه ۽ فرقي جا پوئلڳ هئا؟ انهيءَ جو ڪجهه اندازو ته مٿئين بيان مان به معلوم ٿي وڃي ٿو. ۽ باقي سوالن جا سڀ جواب قرمط لفظ جي 'تقيه' هيٺ ڍڪيل آهن. اروڙ واري حادثي مان پڌرو آهي ته اول قرامطي شيعن سان ئي سنڌن واسطو پيو. ان بعد فاطمي خلافت جو داعي عبدالله اشتر (علوي) سنڌ ۾ عباسين جي خلافت کي ڪمزور ۽ بي اثر بنائڻ جي منصوبي سان ٧٥٨ع ۾ بصري کان آيو. هيءُ گرفتاريءَ جي خوف کان يا سندس سازش ظاهر ٿيڻ جي انديشي ڪري، درياهه (هَڪڙو) جي اپرندي پار جنوبي ريگستان (ڍٽ) جي راجا وٽ (٧٦٨ع تائين) ڏهه سال سام

(١) "تاريخ سنڌ" مولانا ابوظفر صاحب ندوي ص ٢٨٥.
(٢) "قصو ڍولا مارو" پروفيسر جهمٽمل خوبچند پاوناڻي ص ٥.

رهيو. اتي ڪڇهہ ڪروهہ ۾ عباسين خلاف چار سؤ راجپوتن سندس هٿ تي بيعت ڪئي (١). غالباً اهو راجا بہ سومروئي هو. تنهن کان سواءِ عبدالله ميمون (٩٠٠ع) جا ”ڪڇها خط“ بہ عباسين خلاف بغاوت اٿارڻ لڳا. اهڙي هنگامي ماحول ۾ سومرن جو سياسي مذهب، قرامطي يا اسماعيلي هجڻ لازمي هو، ۽ سياسي مصلحت جي بناءَ تي هو اهڙو اظهار بہ ڪندا رهيا. سومرن کي پڪو مسلمان بنائڻ وارو بهاءُالدين زڪريا ملتاني هو. هن موقعي جي نسبت ۾، سومرن کي رڻ پٽ ۾ ٻائي پيارڻ واري، غوث جي مشهور ڪرامت آهي. انهيءَ ڪري حڪمران قوم جي ڪيترن ئي خاندانن تي، اسلام جي حقيقت ۽ سچائيءَ جو پختو يقين ويهي ويو، پر خاص ڀڳدار گهرائو، دودي-چنيسر واريءَ جنگ (١٣٠٠-١٣١٣ع) تائين بہ، وڏن جي ڀر تي قائم رهيو. اُچ جي فرمانروا سومري، گستاخي ڪري، مخدوم جهانيان (١٣٩٧ع) کي مسجد مان لوڏائي ڪڍيو. مخدوم فرمايو تہ ”سومرو ديوانو آهي!“ بادشاهہ سچ پچ چريو ٿي پيو، جنهن جي والده مخدوم کان معافي ورتي ۽ سومرو هوش ۾ اچڻ کان پوءِ اسماعيليت کان تائب ٿيو (٢). وري ١٤٧١ع ۾ گجرات جي محمود بيگڙي سلطان، ڏٽ ۽ ٿر جي سومرن کي گهيري ۾ آڻي تنگ ڪيو، تڏهين سندن قوم جي مُکي (ڀڳدار) عاجز ٿي اعتراف ڪيو تہ ”اسين آهيون تہ مسلمان، پر جاهل هئڻ ڪري، مرڻي پرڻي هندن سان رلي ملي ويا آهيون.“ سلطان بيگڙي کي مٿن قياس آيو ۽ هزار خرچ ڪري، سندن تعليم لاءِ علماءَ مقرر ڪيائين (٣). اهڙيءَ طرح سومرن جا مختلف قبيلا جدا جدا وقتن تي اسلام قبوليندا رهيا آهن، جن مان پوءِ جنهائي شهر جا سومرا علماءَ مشهور ٿيا آهن. پوءِ تہ سنڌ جي سومرن، اسلام جي اشاعت ۽ تبليغ ۾، سڄيءَ سنڌ جي رهبري ڪئي آهي ۽ عوام کي زبردست روحاني فيض رسايو اٿن. مخدوم نورالله، مخدوم اسماعيل، درويش صادق فقير صوفي، شيخ رهاڻ ۽ ٻيا ڪيترائي مشهور اولياءَ ۽ خدا رسيده بزرگ ۽ علماءَ ڪرام، سومرا خاندان مان ٿيا آهن، جن جون ملتان کان ڪڇ تائين وڏيون درگاهون ۽ گاديون آهن.

هيءَ بہ عجيب ۽ حيرت انگيز حقيقت آهي تہ سومرن جو اسلام سان عقيدت ۽ صداقت جو عين اهو زمانو آهي، جيڪو سندن ڪمال عروج وارو زمانو پڻ آهي. سندن سلطنت جي وسعت ۽ عظمت جو اندازو ڪجهہ تہ ذڪر ڪيل حدود اربع مان ٿي چڪو هوندو ۽ ڪجهہ ايندڙ احوال مان بہ ثابت ٿيندو، تہ اتر ۾ ديرو غازي خان، ملتان، اُچ، پٽن، سبي، اروڙ، سيوهڻ، بکر وغيره؛ ۽ اڀرندي ڏي راجستان، لوڊيرو (لداڻو) جيسلمير، ڏٽ، پونگل، بيڪانير،

---

(١) ”تاريخ جنت السنڌ“: مولائي شيدائي ص ١٢٣-١٧٠. ۽ ”تاريخ سنڌ“ (اردو): مولانا سيد ابو ظفر ندوي، ص ١٥٠-١٥٦

(٢) ”تاريخ سنڌ“: مولانا ابو ظفر ندوي ص ٣١٧ ۽ ”تاريخ جنت السنڌ“: مولائي شيدائي ص ٣١٢.

(٣) ”تاريخ سنڌ“: سيد ابو ظفر ندوي ص ٣٢٣ ۽ ”تاريخ ريگستان“: رائچند هريجن، ص ٥٩.

ٿر، برهمڻ آباد ۽ عمرڪوٽ وغيره؛ ڏکڻ ڏي گجرات، مالوه، ڪاٺياواڙ، ڪڇ، سورت، وڳهه ڪوٽ ۽ روپاهه ماڙي وغيره؛ ۽ الهندي ڏي ڪيچ، مڪران، لسٻيلو، قلات، جهالاوان، ڪاڇي؛ ۽ اتر ايرندي بلوچستان، سبيءَ کان ڦري ديري غازي خان تائين؛ جيئن هيٺ ڏنل احوال مان به ثابت ٿيندو. ايترا پرڳڻا ۽ انهن جا ايترا تختگاهه معلوم ڪرڻ کان پوءِ، ممڪن نٿو لڳي ته ڪو هڪڙوئي بادشاهه، ساڳئي وقت ايڏي ساري سلطنت سنڀالي سگهيو هوندو؛ جيڪا ڏکڻ پنجاب کان وٺي، هيٺ سمنڊ تائين ۽ مشرقي بلوچستان جي روهه کان وٺي، ايرندي رڻ ۾ ڪنهن نامعلوم رڃ جي حدن تائين پکڙيل هئي. ٿي سگهي ٿو ته جدا جدا وقتن تي مختلف بادشاهن کي پاسا والاريا ۽ خالي ڪيا هجن؛ يا ساڳئي وقت هڪ کان گهڻا سومرا بادشاهه هڪبئي جا دنگئي يا پاڙيسري هجن. پرائيٽ صاحب، تاريخ طاهري، چچنامي، تحفة الڪرام ۽ منتخب تواريخ وغيره کان علاوه گجراتي تاريخن جي خوب ورق گرداني ڪئي آهي ۽ ثابت ڪري ڏيکاريو اٿس ته ڪو زمانو ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات، ۽ سورت تي جيڪا راجپوت قوم حڪمران هئي، سا سومرن جي قوم هئي. منگريڻيءَ واري قصي ۾ پيم درويش جي بيگناهه قتل ٿيڻ واري واقعي مان به پڌري پٽ ثابت ڪيو اٿس ته ان وقت ڪڇ، گجرات، سورت ۽ ڪاٺياواڙ تي اهڙو هڪ زبردست سومرو حاڪم راڄ ڪندو هو، جنهن جي حدون ڪيچ مڪران کان وٺندي، بکر ۽ ملتان تائين هونديون هيون (۱). ازان سواءِ قلات ڏي ڪيچي ۽ جهالاوان به سندن ماتحت هئا (۲). مطلب ته ريگستان جي علائقي کان وٺي بلوچستان جي ڪيچ ۽ مڪران، ڪاڇي ۽ جهالاوان تائين سومرن جي حڪومت پکڙيل هئي (۳).

ايڏي وسيع ۽ عظيم سلطنت ڪيئن ۽ ڪڏهن ختم ٿي؟ ان جو ٺُلهي ليکي جواب آهي ته آها ۱۳۵۰ع ۾ سمن جي هٿان ختم ٿي. هيءُ چار اڻڙ جي هٿان، سوهڻ جي ملڪ رتن جي مارجڻ جو واقعو آهي؛ جڏهن اڻڙ چار درياهه جي الهندي، ٺٽي ۽ دادو ضلعن ۾ سمن جي طاقت جو بنياد رکيو. هيءُ ڪو سومرن جي خاتمي جو قطعي واقعو نه آهي. هن واقعي کان پوءِ سومرن پنهنجيءَ حڪومت جو فقط ڪجهه حصوئي ڇڏيو آهي. هن کان پوءِ به هڪ-ٻه صديون سومرن جي حڪومت ايرندي سنڌ ۽ راجستان ۾ باقاعدي هلندي رهي آهي. سومرا حڪومت جو پهريون ڏور چار اڻڙ جي سوڀ کان ڪجهه اڳيرو پورو ٿيو هو، جڏهن هنن الهندي لاڙ واري مرڪز کي ڇڏي ڏنو ۽ سمن کي اسرڻ جو موقعو مليو. هن کان پوءِ سومرن ۽ سمن جون ٻه متوازي حڪومتون الهندي ۽ ايرندي سنڌ تي گڏوگڏ هلنديون رهيون آهن (ٻه سومرن جي پيٽ ۾ سما حڪومت فقط صدي-ڏيڍ صدي هلي آهي، سا به اوله-ڏکڻ سنڌ تي.) سومرن

---

(۱) "تاريخ سنڌ": عبدالغني ميمڻ، مسلم ادبي سوسائٽي، ص ۹۶. ۽ ايبٽ صاحب جي "سنڌ": ص ۸۹ ۽ "جنت السنڌ": مولائي شيدائي، ص ۳۱۸.

(۲ ۽ ۳) "تاريخ جنت السنڌ": رحيمداد خان مولائي شيدائي ص ۳۱۳-۳۳۰.

جا تختگاهه هميشه ڦرندا ٿي رهيا آهن. محمدطور سومري (١٢٥٦-١٢٧١ع)(١) جي وسايل شهر "محمدطور" کي ڇڏي، هُن وري ٻيو پيرو عمرڪوٽ گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو. سومرا حڪومت جو هيءُ ٻيو دؤر ١٣٥٥ع کان شمار ٿئي ٿو. عمر-مارئي، ليلان-چنيسر، مومل-راڻو، نيرل راڻي، عمر ۽ گنگا وغيره جا واقعا به هن ٻئي دؤر ۾ ٿي گذريا آهن. عمر سومري (١٣٥٥-١٣٩٠ع) کان پوءِ ڀونگر ٿئين، ڏهه سال عمرڪوٽ تي حڪومت ڪئي ۽ ١٤٠٠ع ۾ وفات ڪيائين. پوءِ همير (راڻي مينڌري جو پيٽويو) تخت تي ويٺو، جنهن کان همير سوڍي (١٤٣٩-١٤٤٠ع) ۾ عمرڪوٽ هٿ ڪيو(٢). هيءُ واقعو ڄام انڙ کان هڪ صدي پوءِ جو آهي ۽ اهڙي صدي کن پوءِ به سومرا حڪومت تاريخن مان ثابت ٿئي ٿي. گجراتي محمود بيگڙي سومرن جي مذهبي روش کان خفا ٿي ساڻن ٽر ۽ ڊٽ ۾ لڙايون ڪيون، جيئن مٿي بيان ٿي چڪو آهي- هيءُ سن ١٤٧١ع جو واقعو آهي. ان کان ڏهه-ويهه سال پوءِ، معروف نالي بکر جي قاضيءَ (جو سومرن جي حڪومت ۾ هو) ڄام سنجر وٽ شڪايت ڪئي ته سومرن مون کي گذران لاءِ معقول وظيفو نه ڏنو آهي، تنگدستيءَ سبب ڏرين کان 'بخشش' وٺڻي پوي ٿي. ڄام سنجر جو زمانو ١٤٨٤-١٤٩٠ع تائين آهي(٣). تنهن کان پوءِ جا به ڪي سومرا حاڪم پنهنجن مرڪزن ۾ قلعن جي مرامت ڪرائيندا معلوم ٿين ٿا. بيڪانير- بهاولپور سرحد وٽ، هاڪڙي جي ڪناري تي، مروٽ جو قلعو به سومرن جو مرڪز هو. ان جي مرمت سومري حاڪم سنبت ١٥٤٨ بڪرمي (١٤٩١ع) ۾ ڪرائي آهي. انهيءَ سال جو هندي ڪتبو قلعي جي دروازي تي لڳل آهي(٤). سورهين صديءَ جي اوائل ۾ به محمد نالي سومرن جو ناليرو سردار هو، جو مصر ۽ شام تائين مشهور هو. انهيءَ محمد سومري وٽ، مصري امام جو داعي، شام کان پڄائيندو پڄائيندو اچي سنڌ ۾ پهتو هو. پر محمد سومري ڪيس پير ٿي نه کوڙڻ ڏنا(٥). مٿين حوالن مان ثابت آهي ته سنڌ ۾ سومرن جو زور پندرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين، بلڪ سورهين صديءَ جي شروع تائين باقي رهيو آهي. عام معلومات وارو سال ١٣٥٠ع سومرن جي خاتمي جو نه، پر سندن انتهائي عروج وارو زمانو آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ سومرا دراصل هڪ اهڙي پراسرار قوم آهي، جن جي حڪومت، زماني جي ڪنهن خفيف نشان وٺان شروع ٿئي ٿي، سندن عروج ۽ ڪمال جي ڏاڪ شام ۽ مصر تائين وڃي ٿي، ۽ ستن-اٺن صدين جي ڊگهي حڪومت ڪرڻ کان پوءِ وري به سندن ستارو وقت جي ڪنهن اڻلکي نقطي ۾ غروب ٿي وڃي ٿو. هن هيٺ، انهن

---

(١) "قديم سنڌ" (ان جا شهر ۽ ماڻهو) شمس العلماء مرزا قليچ بيگ ص ٣٧٢.

(٢) "تاريخ ريگستان" رائچند هريجن، ص ٦٩.

(٣) "تاريخ سنڌ" عبدالغني ميمڻ سنڌ مسلم سوسائٽي ص ١٦١.

(٤) "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ" ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ص ٨٣ (۽ فوٽ نوٽ ص ٩٦ جي هيٺان)

(٥) "تاريخ سنڌ" (اردو) مولانا سيد ابوظفر ندوي ص ٣٢٤.

ٽن صدين (ٽين صديءَ جي شروعات کان پندرهين صديءَ جي خاتمي تائين) جي ڊگهي عرصي جي بنيادي ۽ تعميري دور تي ”قديم سنڌي شاعريءَ“ جو جائزو پيش ڪجي ٿو.

مٿي سومرن جي زماني کان اڳي واريءَ اوائلي اپڀرنش ٻوليءَ جي هڪ جهوني ڳاهه (ڳاٿا) مثال طور پيش ڪئي ويئي آهي، ”لجي‌جيِن تہ ونڻ سٽن...الٽ“، جنهن جو ٺلهي ليکي ڪجهه مطلب تہ سمجهه ۾ اچي ٿو ۽ ڪجهه نہ ٿو، پر ان جي ٻوليءَ ۽ اڄوڪي زماني جي ٻوليءَ ۾ فرق آهي. موجوده ’زماني‘ جي ٻولي جو مثال هي آهي:

ڀڳو آءٌ نہ ڇنان، ڄڻ ماريو تہ وسهان،
... ... ... ... ...
تہ پڻ اڄ مران، جي هونس پٽ ۾ (١).

انهيءَ ’زماني‘ جي فرق کي ئي لسانيات جا ماهر ٻوليءَ جي ’تاريخي ارتقا‘ سڏين ٿا. ٻوليءَ جو اهو ’زماني فرق‘ ئي آهي، جنهنڪري تاريخي ورڇ موجب، قديم ٻوليءَ کي اپڀرنش جي دفعي ۾ شمار ڪيو ويو آهي. اپڀرنش جو زمانو جدا جدا ماهرن، لڳ ڀڳ عيسوي سن کان ٻ-ٽي صديون پوءِ مقرر ڪيو آهي. انهيءَ زماني کان ڪجهه پوءِ جي هن قديم سنڌي ڳيت (ڳيچ)(٢) جي ٻولي بہ ملاحظہ فرمايو.

”ڇڻڙيءَ وارو، ڇيرڙي وارو، لوڏ ڳاهيلو ڙي!
سانول ٻائي، ڊوليو ٻالر جهلي، راٺو منڌ سين ڪلي.
ٻاجهڻ پايون ٻنپ تي ڙي (٣).

هي ڳيچ (ڳاچ) اڄ بہ سنڌ ۾ مروج آهي ۽ شادين مرادين ۾ عام طرح ڳايو پيو وڃي، پر اڄوڪي زماني جي عام استعمال واريءَ زبان مان مٿين جهوني ٻولي خارج ٿي چڪي آهي.

مٿين ڳيچ (راڳ) جهڙا پيا بہ ڪئين ڪُهنا مثال موجود آهن، جن مان ئي جهوني سنڌي ٻوليءَ جا آثار ملي سگهن ٿا. هي رسمي ۽ روايتي راڳ (ڳائڻ) ئي (Traditional Singing) آهن، جيڪي سنڌي ٻوليءَ توڙي سنڌي شاعريءَ جو پراڻي ۾ پراڻو نمونو پيش ڪري سگهن ٿا؛ يعني سنڌي شاعريءَ جو بہ اوائلي ۽ ابتدائي نمونو اهي ئي لاڏا (سهرا) آهن. انهيءَ ڳائڻ (ڳانچ) کان وڌيڪ جهوني جنس ٻي ڪابہ سنڌي شاعريءَ ۾ باقي نہ رهي آهي. ڪن قديم ڳيچن ۾ تہ سنڌ جي اوائلي بدوياڻہ ۽ جهنگلي زندگيءَ جا يادگار بہ موجود آهن. جڏهين اڄ وانگي شهري چلامان ڪونہ هو. عام ماڻهو مارو ۽ مالوند هئا ۽ جُوءِ جي سانگي سان، لٽ لئين ويڙهہ وسائيندا هئا. ان ويڙهہ ۾ ئي ويڙهيچن جا وهاڻ واڏاڻا ٿيندا هئا، جتي سنڌن وقتي ڏيرو

(١) ڪيڏارو، داستان ٣

(٢) لوڪ ادب سلسلي جي سورهين ڪتاب ”ڳيچ“ مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مان سڀ مثال ورتل آهن.

(٣) ”ڳيچ“، مرتب ڊاڪٽر بلوچ، جلد ١- باب ٥ ص ٣٢١

بسيرو هوندو هو. ’ويڙهه‘ لفظ گهڻن ئي گيتن ۾ ويڙهي، واهڻ يا وسيع جي معنيٰ سان عام طرح اچي ٿو: ”ونهيل تنهنجيءَ ويڙهه ۾ آيا پانڌيڙي“. جديد سهرن ۾ وري هيءَ ”حاڪم ٻنرا، تنهنجي محلي آيا مهمان“ جي برابر آهي. اهڙا ڳانڇ سنڌ جي ڪهني قبائلي تهذيب ۾ خانه بدوشيءَ واري دؤر جو يادگار آهن. گيتن جي قديم ترين هجڻ ۾ ڪنهن به شڪ جي گنجائش نه آهي. سندن سادي سٽاءَ ۽ مضمون جي اندروني ڪيفيت ئي گيچن جي قديم هجڻ جي چٽي پڌري ثابتي آهي. گيچن جي ڪَهري مطالعي مان به معلوم ٿئي ٿو ته قديم زماني جون مذهبي ۽ معاشرتي حالتون، سماجي لاڙا، ذهني ڪيفيتون ۽ نفسياتي رجحان، عقيدا ۽ عادتون، رسمون ۽ رواج، وهم ۽ وِسوسا، ڀرم ۽ منسا ۽ انهيءَ قسم جا ٻيا ڪئين ڪهنا تاريخي يادگار ۽ قديم آثار گيتن جي مضمونن ۾ محفوظ آهن. اڄڪلهه رواجي طرح شادين مرادين ۾ اهي گيت محض وڏن جي ٻر ۽ ابن ڏاڏن جي پيرويءَ (Tradition) ۾ يا رسمي طرح خوشيءَ ۽ وندر خاطر ڳايا وڃن ٿا. پر اڳئين جُڳ ۾ اهي هڪ قسم جا بامعنيٰ ۽ بامقصد منتر جنتر، دعائون ۽ ڦيڻا يا منڊ ۽ ڪامڻ مڃيا ويندا هئا. ’ڪامڻ‘ لفظ ته اڄ به انهيءَ ساڳيءَ معنيٰ سان ئي، سانـگيتن جو خاص نالو آهي.

ڪامڻ ٻولان ٻول لڳي، ڪامڻ زوران زور لڳي،

رتڙيءَ ميندڻيءَ وانگ لڳي، چُوئي چندن وانگ لڳي(١).

وهاڻءَ ۾ سوڻ ساڻ، توٽا ٽيڪڙ، سڳا ڌاڳا ۽ واس ڌوپ اهي سڀ لازمي عمل يا ضروري ’ڀريپ‘ مڃيا ويندا هئا.

ويهي ڏيوس لائون، هيءَ ’ڀَريپ‘ سڳورو،

ويهي ڏيوس لائون، ڙڙي، نڪت سدورو(٢).

هي سڀ قديم زماني جي ٻالن ٻولن انسانن جا حيلا وسيلا، هنر ۽ حرفتون آهن، جن مان ڪي اڄ تائين ’مائٽاڻيءَ ڀر‘ جي نالي سان باقي آهن. انهن مان گهڻا ساڻ سوڻ جيتوڻيڪ هاڻي رواج ۾ نه آهن، ته به انهن جون يادگيريون ۽ ثابتيون اڄ به سنڌي گيتن ۾ محفوظ ۽ جيئريون جاڳنديون موجود آهن. ”لاڏل ڪر ڪهنبڙو ويس، ٻڌ ڪهنبڙي ڀاڳ“. اڄڪلهه گهوٽ، زنانا (ڳاڙها) ڪپڙا پائي ۽ ڪهنبو مٿي سان ٻڌي، ته اسان کي اهو جيڪر ڏاڍي عجيب ڳالهه لڳي، پر انهيءَ وقت ۾ اها وڏي فخر ۽ شان واري ڀر هئي. اڄ به اڪثر سماٽ قبيلن ۾، لائُن مهل گهوٽ کي ڪهنبو يا ريٽو ڏڪائي، مٿان موڙ ٻڌايا ويندا آهن. ڀر-پوڄا جو ڀريپ، هند-سنڌ جي تمام جهوني ۾ جهوني چال آهي، جيتوڻيڪ، اڄڪلهه خود هندستان ۾ به انهيءَ کي ڪا اهميت نه رهي آهي، ليڪن پراڻن سنڌي گيتن ۾ هيءَ ”ڪنَليِ“ (گيچ جي مصرع) وري وري ڳائبي آهي ته.

---

(١) ”گيچ“: مقدمو، ڊاڪٽر بلوچ، ص ١٧.

(٢) ”گيچ“: جلد ١ ص ٣١٥.

”ھر تنهنجا ھن، وري ھر تنهنجا ھن،
آءُ سيئي سڙھايان سون ۾......(۱)“.

اھڙيءَ طرح قديم عقيدو ته ڪي پکي مثلاً ڪانءُ، ڪبر، طوطو، تتر ۽ مينا وغيره سياڳا يا نياڳا آهن ۽ اهي پنهنجيءَ ٻر ۾ ڪنهن نحس ساعت يا شيءِ سوڻ جي ڏاهي ڏين ٿا وغيره. اهي ڪتابن جا ڪهنا وهم ۽ وسوسا، ڀرم ۽ سنسا به ڳيچن ۾ موجود آهن - ”امڙ! بس نه ڪريو، ڪانڪل چا ٿو چئي!“.

ھو ڳيچ... وراڻي:- اديون! منهنجو ڪالھونڪر، ٻوڄاڙيءَ ڪانگ لنوي،

ڪتلي:- ٻن درياھن وچ ۾، تتر تنواري، اديون ڪالھونڪر،

ٻوڄاڙيءَ ڪانگ لنوي (۲).

ڳيچ جي وصفن ۾ ھيءُ ھڪڙي مُک وصف آھي ته ھر زماني ۾ ان جو ڪو نه ڪو لفظ منجهي نئون ٿيندو پئي آيو آھي. هاڻوڪن چاهي اڳين ڳيچن جو عام مضمون آهي، گهوٽ توڙي ڪنوار جي ويس وڳن، گهڻن زيورن، سندن لڇڻ توڙي سونهن سوڀيا ۽ شاديءَ جي ٻئي سامان ۽ انتظام وغيره جو فخر سان اعلان ڪرڻ، ۽ جنهن لموني سان ٿيڙن ٿاڻين جو بندوبست ڪيو ويو ھوندو آهي، ان کي تفصيل سان ڳائي ٻڌائڻ، ۽ گهوٽ ڪنوار کي آسيسون ۽ دعائون ڪرڻ، وغيره. ڳيچن جو اِھو مک مقصد ھوندو آھي. جيئن اڄڪلهه ڳائين ته

ڌھريءَ ڏير مَ لاءِ، سونارل! ڌھريءَ ڏير مَ لاءِ،
ھيءَ ويل لاڏي اچڻ جي،......................(۳).

يـا

بينسر گهڙي ڏي، ادا ڙي سونارا،
گهوٽ سوداگر.............(۴).

پراڻن ڳيچن ۾ ان جي بجاءِ چئبو ھو ته،
”آڻ، آڻ، ڪوري! سهاڳڻ چُنڙي (۵).“

اهي ڳيچ انهيءَ زماني جا اهڃاڻ آهن، جڏهن اڳوات سوٽي ڏيني، ٻوءِ مهينن جا مهينا ڪورين وٽ پنڌ ڪبا ھئا ۽ مهل سر چُني آڻي ڏيڻ لاءِ ڪين منٿون ايلاز ڪبا ھئا. ڪوريءَ جي ڪان مان مس جنڊ چنڊي هيئي، ته وري ’پانڌڻ‘ پڌائڻ لاءِ ’پانڌاري‘ کي ڳولي گهر وٺي اچبو ھو، جو ته شاديءَ رات گهوٽ ٻـ پانڌڻ ڪلهن تي ٿيلائيندو، انهيءَ ڪري پانڌاري جي به خوشامد ڪري ڪيس ماھيا ڪير پيارپا ھئا، يا مينهن ڪاهي ڏبي ھئي.

(۱) ”ڳيچ“: جلد ۲ ص ۲۱.
(۲) ”ڳيچ“: جلد ۱ باب ۶ ڳيچ نمبر ۱۳۵.
(۳) ”ڳيچ“: جلد ۱ باب ۵ ص ۲۸۲
(۴) ”ڳيچ“: جلد ۱ باب ۲ ص ۷۷
(۵) ”ڳيچ“: جلد ۲ ص ۱۳

ٻانڌڻ ٻڌائيندو، سي تہ ٽلائيندو،
ٻانڌارو گهر آيو ڙي، مينهڙو ڪير پيار يوس (١).

۽ هي وري اهڙي ڪنهن قديم زماني جا اهڃاڻ آهن، جڏهن جتي کهڙائي ٻانڌڻ ٻہ ڪو راجائي ٺاٽ ڪان گهٽ ڪارنامو نہ هو.

"جتيءَ وارو لاڏو، منهنجو ٻاءُ، ساهرين گهر آيو (٢)."
"مون تہ جتي کهڙائي سيم سان، ڙي لاڏل...... (٣)".

الهيءَ قسم جا ڪوڙئين ڪهنا آثار ڳيچن ۾ ڳالهائي رهيا آهن. خود ڳيچن ڳائڻ جو امولو بہ اهڙي ساک ڀري رهيو آهي تہ هي سنڌي تهذيب جو قديم يادگار آهن. جڏهن شادي وهانءَ جو سعيو ٿيندو آهي ۽ ٻہ-چار ساهيڻيون ٻاڻ ۾ جوڙ ڪري، ٺهي جڙي ڳائڻ ويهن، تڏهن 'ٿالهي' وڄائينديون آهن ۽ انهيءَ جي چرٺات تي ئي مکهن ٿيو وڃن. سکهڙين جي اهڙي وڏي انبوهہ ۾ بعضي وڏو 'ٿالهہ' بہ پير والـگر ٻرندو آهي.

"وڄن ٿالهہ کهڙيال، اچي ڏسو رائل جا،
وڄن ڀيربون، چمڪن چيربون، هلي ڏسو... (٤).

دراصل اهو 'ٿالهہ کهڙيال' ئي ڳانچ جي سنگت لاءِ بنيادي ۽ مڪمل سازينہ Orchestra آهي. ڍولڪ (دهلڙي) ہوءَ جي پيشيور ڳائڻين جي ايجاد آهي، نہ تہ 'ٿالهي' ئي ڳانچ جو شروعاتي ساز آهي. مطلب تہ ڳانچ ڪنهن اهڙي پراڻي زماني جو يادگار آهن، جڏهن ٿالهيءَ يا جهانجهہ کان سواءِ ٻيو ڪو ساز ئي اجا ايجاد نہ ٿيو هو.

ڳيچن جي ٻوليءَ جي اپڀرنش سان قريبي مناسبت; مضمون ۾ منتر، ڪامڻ، ٻرپ ۽ نڪت; وٺن ۽ پکين جي طلسمي حيثيت; گهوٽ کي زالاٺو ويس ۽ ڪانڌ ۽ ٿالهيون وڄائڻ; ۽ ٻيا اهڙا اپوجهانيءَ واري دؤر جا اهڃاڻ ۽ بدوياڻي قبائلي زندگيءَ جا آثار، تمام ڪنهن قديم زماني ڏانهن اسان جي تصور کي اڏائي رهيا آهن. پر وري بہ سوال اٿي ٿو تہ آخر ڳيچن جي قدامت ڪڏهن کان ڪٿڻ کپي؟ جيتوڻيڪ "ڳيا" لفظ تہ پراڻن هندو شاسترن ۾ بہ ملي ٿو، پر راوَ گهرائي کان اڳ جي تہ اسان وٽ تاريخ ئي ڪانهي! ڍنڍڻ جي اشاري مان بہ ان کان پوءِ ئي اهڙو سلسلو شمار ڪري سگهجي ٿو. پلا راءِ گهرائي جو ڪو ڳيت جي هولدو بہ ڪٿي، تہ بہ اهو هن وقت تائين نانگ وانگر سٽ ڪلون متائي، جديد ٻڄي چڪو هوندو. تنهن هوندي بہ 'راءِ' جي نسبت وارو هڪ-اڌ ڳاچ اجا باقي آهي. شاديءَ رات گهوٽ کي جيڪي

(١) "ڳيچ": جلد ١ ڳيچ نمبر ٥٠ ص ١٦
(٢) "ڳيچ": جلد ١ باب ٣ ص ١٥٨
(٣) "ڳيچ": جلد ٢ ڀاڱو ١ باب ٨ ص ١٠٧
(٤) "ڳيچ": جلد ١ ص ٤٢

اعزازي لقب ڏنا ويندا آهن، تن ۾ اڳي راجائي نسبت واريون تشبيهون ايندڀون هيون. اهڙي هڪ ڳيچ جي ورائي اجا تائين سالم حالت ۾ ٻڌڻ ۾ اچي: "راڻا رُتو، راڻا رُتو، راول رات." (ج ١، ص ٣٧٨). (جديد ڳيچن ۾ 'سنڌ جو صاحب' 'ناري جو نواب' ۽ 'ولات جو وزير' وغيره گهوٽ جا لقب هوندا آهن.) مٿيون "راڻا" جيڪڏهن راءِ ديوجي (٤٩٥ع) يا ستين صديءَ وارو راءِ سهاسي راءِ (٦٣٢ع) نه آهي، ته انهن مان ڪنهن جو ڀاڃو يا پڙاڏو ضرور آهي. انهيءَ کان پوءِ 'سوم راءِ' يعني سومرا پڳدارن جو به لقب 'راءِ' هو، جو راجا جو مخفف آهي. گهوٽ کي مانَ ڏيڻ لاءِ اڄ تائين 'گهوٽ راجا' چئي خطاب ڪبو آهي. بهرحال، ڳيچن کي لٽيءَ ٿي به سومرن جي بلڪل شروعاتي وقت کان ته انهيءَ شمار ڪري سگهجي ٿو. مٿي سومرا حڪومت جو آغاز ائين صديءَ جي شروعات (٧٢٣ع) کان ثابت ڪيو ويو آهي. انهيءَ وقت کان وٺي سومرن راجائن جا نالا، نشان، لقب ۽ ٻيا تاريخي آثار ڳيچن ۾ ملڻ شروع ٿين ٿا. هيٺين ڳيچ ۾ ڪنهن اوائلي سومري سردار جي عام رواجي ماڻهن جي گهران پرڻجڻ وارو سوقعو هڪ تاريخي يادگار بڻجي ويو آهي.

سنگهارن گهر سومرو ڙي، موتي هاڻي ٿار ۾،
سان سنگهاريون ڪن، موتي هابو ٿار ۾(١).

ائين ءَ ـ نائين ءَ صديءَ کان اڳ، توڻي پوءِ، همير نالي سان سومرن ۾ ڪي ناليرا راوَ ٿيا آهن. هيٺيون ڳيچ انهن مان ئي ڪنهن همير جي نسبت سان شروع ٿيو آهي. "پُڙو همير هلائيو، جنهن تي لڳڙو لک سوا" (ص ٢١٥). سومرن ۾ دودو پهريون 'لهري دودو'، دودو ٻيو توڙي ٽيو، پنهنجن امتيازي ڪارنامن کان نمايان آهن. 'دودو ۽ چنيسر' ته تمام مشهور آهن. انهن ۽ ڪن ٻين سومرن جي نالي سان به گهڻا ڳيچ شروع ٿيا آهن.

(الف) سردار سومرن جو ڙي! اڳ ۾ تي آيو،
ڪَلي: گهوڙو دودل گهوٽ جو، آهي گهڻو اڙٻنگ،
سردار سومرن جو ڙي!.............. (٢).

(ب): ماڻها گهڙائج لهري، والهيان دودل ڙي!
ليلا ماڻ ڀائي چنيسر اچي.
وڏڙي راڄ منجهان، سُرهي راڄ منجهان،
ليلا ماڻ ڀلي چنيسر اچي(٣).

---

(١) "ڳيچ": ج ١، باب ٤، ص ٢١٩.
(٢) "ڳيچ": جلد ٢ ڀاڱو ١ باب ٩ ص ١٦٠.
(٣) "ڳيچ": جلد ١ باب ٣ ص ١٨٦.

(ث): ٻَڇين ليلان جا وَرَ، سونن ڦلن وارو ڪنجرو،
وينڌو گهڙائي آڻ چنيسر(١).

جن ڱيچن ۾ 'جام سمون' يا جام جراڙ' وغيره جي ساراهه آهي، سي يقيناً سمن جي اقتدار جي پيداوار آهن ۽ سندن رسوخ واري دائري (لاڙ) ۾ مقامي طرح رائج ٿيا. بدين پاسي جي هڪ ڱيچ جي وراڻي آهي ته، "توڪي لڪڙيو جام جراڙ" (ج ٢ ص ١٥٩) يا 'سمون جام جهلو، ڙي سمون جام جهلو' (ج ١ ص ٢٢٢). اهڙا ڱيچ به سومرن جي ئي پوئين دؤر (١٣٥١-١٥٠٠ع) ۾ شمار ٿي سگهندا. مطلب ته سومرن جي زوال تائين ڪجهه ڦيرگهير سان نوان ڱيچ ٺهندا رهيا آهن.

ڱيچن جي قدامت ۽ انهن جي دؤر دريافت ڪرڻ کان پوءِ، وري هيءُ سوال ٿو اٿي ته اهي ڪيئن ٺهيا ۽ ڪنهن ٺاهيا؟ انهيءَ جو صاف جواب هيءُ آهي ته اهي ڪنهن به سڄاڻ سگهڙ يا ڪنهن گهير ماڻهيءَ هاسيڪار ڪونه ويهي جوڙيا آهن. اصل ڳالهه هيئن آهي ته اڳئين زماني جا انسان، مرد توڙي زالون، پنهنجيءَ موج جي حالت ۾، يا ڪنهن خاص خوشيءَ جي موقعي تي، پنهنجيءَ دل جون آسون ۽ امنگ، وهم ۽ وسوسا، ۽ ان جي عمل يا ردعمل ۾، منتر ۽ دعائون اڪيلي سر توڙي گڏجي آلاپيندا ۽ ڳائيندا آيا آهن؛ ۽ ڪافي ڊگهيءَ مدت تائين لاڳيتو ڳائبي رهڻ سان انهن باقاعدي ڱيچن جي شڪل ورتي آهي. انهيءَ ڪري، ڱيچن ٺاهڻ ۾ مردن توڙي زالن جو هڪجيترو حصو آهي، جاڪاڻ ته هي جماعتي نوعيت جا راڳ آهن، ۽ اوائل ۾ نه رڳو زالون، پر انهن سان مرد به انهيءَ خوشيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيندا هئا. اهڙي ثابتي خود ڱيچن مان به ملي ٿي. "ياٺر چون ٿا ڱيچ ڳايو هر هر!" (ج ١ ص ١١٩) ظاهر آهي ته کهوٽ جا ويجها عزيز اهڙي خوشي ڪندا هوندا. منگتا ۽ مڱڻهار ته اڄ به ڱيچ ڳائي 'لاڳ' گهرندا آهن. "منگتا مڱن لاڳ، مر پانهن لوڏي" (ص ٣٧٤).

مرد ماڻهن ڪي جيئن ته ٻاهرينءَ دنيا جي هوا لڳندي رهي آهي ۽ ان جو اثر به فوري طرح ٿيندو رهي ٿو، انهيءَ ڪري ڱيچ ڳائڻ ته ڇا، پر پيون به ڪيتريون ئي تهذيبي ڳالهيون منجهانئن اڄ حرف غلط وانگر مٽجي چڪيون آهن. اهي اسان جون مائون ڏاڏيون آهن، جي اسان کي اڳئين جڳ جون آکاڻيون ۽ ڱيت ٻڌائينديون اچن، ۽ اصل 'مادري ٻوليءَ' جو وجود ۽ سلسلو سلامت رکنديون اچن؛ اهي اسان جون مائرون ئي آهن، جن ڪنهن به ڌاريءَ پچار کي چانئٺ جي اندر اچڻ نه ڏنو آهي. (هينئر ڱيچن جا جلد ڇپجي رهيا آهن، سي به انهن سگهورين جي ميڙيل ميراث آهن.)

"ڱيچ" لفظ، جيئن هن وقت مروج آهي، معنيٰ شاديءَ جا 'لاڏا'. پر اهو لفظ ڪنهن پراڻيءَ زبان پالي، پراڪرت، اپڀرنش يا ماڳهين 'زند' ٻوليءَ جو لفظ ڳاٿا (گيتا) آهي. حضرت مسيح کان اڳ، ٻڌ مذهب جي عروج واري زماني ۾، ٻوڌي ڀڪشو ڳاٿائون ڳائيندا هئا،

(١) "ڱيچ": ج ١، ص ٢٥٣.

جن ۾ 'ساڪيا منيءَ' جي مهما ڪيل هوندي هئي. اهي گاٿائون پوڙهي ڪتابن ۾ اڄ بہ موجود آهن. ان کان ڪجهہ پوءِ پڙو 'اوستا' جون گاٿائون وجود ۾ آيون، سي بہ عيسوي سن کان اڳ جون ئي آهن. ايراني مجوسين جون اهي گاٿائون، توڙي ٻہ مذهب جون گاٿائون، سنڌ ۾ بہ ڳايون ويون آهن. ٻنهي جو مک مضمون آهي، بزرگن جون تعريفون نصيحتون ۽ هدايتون. انهيءَ گاٿا جو آچار، سنڌي "ڳاهہ" ۽ "گيچ" ۾ موجود آهي. سنڌي گيچ اسان وٽ پراڻي ۾ پراڻي شاعراڻي صنف آهي، ۽ "ڳاهہ" ان کان جان تان صدي-بہ صديون پوءِ پيدا ٿي آهي. گيچن ۽ ڳاهن جي پيٽ ڪرڻ مان بہ معلوم ٿئي ٿو تہ ٻنهي جي وچ تي هڪ اهڙو دؤر اچي ٿو، جڏهن گيچ اوائلي ٻہ-ٽي صديون گذارڻ کان پوءِ پختہ چمار بنجي وڃي ٿو ۽ ڳاهہ اتان ئي ڦٽي پنهنجي بالجتيءَ جي واٽ تي اچا ابتدا ڪري رهي آهي. ان کان پوءِ ڳاهون ۽ گيچ ٻہ-چار صديون گڏوگڏ هلندا رهيا آهن. انهيءَ وچ واري مخلوط دؤر جون ڳاهون بہ گيچن جهڙيون آهن. 'ليرل راڻيءَ' جي آکاڻيءَ ۾ هيءَ ڳاهہ انهيءَ جي ثابتيءَ لاءِ آهي-

اڇي مڙو ڏاڏي پوليون، ساٺ ڪريو ساري،
ليرل وڃي ٿي ساهرين، عمر آڏاري(١).

گيچ جي مختلف صنفن ۾ جيئن ڪامڻ، ساٺ گيا ۽ لاڏا وغيره ٿين ٿا، تيئن "هيرا" بہ ٿيندا آهن، جي شاديءَ ۾ خوشطبعيءَ خاطر ڳايا وڃن ٿا. ہر انتهائي خوشيءَ جي ڪري هيرن ۾ چڙواڪي ۽ ڪچيون ڦڪيون ڳالهيون بہ اچيو وڃن، جيئن فارسي 'هزل' ۾. ڳاهن ۽ گيچن جي مشترڪ دؤر ۾ هيري جهڙيون ڳاهون بہ ملن ٿيون. مثال وير ويهاس کي همير سومري، ان لڙائي ۾ ماريو، جنهن لاءِ چام پونئري سگ ڏيڻو ڪيو هوس، ہر لڙائيءَ ۾ سندس ڏند ۽ پڇي پيو. شاديءَ ۾ جڏهن راجڪماري ۽ سندس ماءُ سينگارجي آيون، تڏهن هڪڙي مگڻهار، گهوٽ جو ڏلد پڳل ڏسي، هيرو ڳايو تہ

جهڙو انهر ڦٽرو، تهڙو جي ور هوءِ،
تہ ڪڇو نہ ڪري ڪوءِ، سس پلين سينگار ڪري(٢).

مٿيون مثال انهيءَ جو ثبوت آهي تہ انهيءَ عبوري دؤر واريون ڳاهون، گيچن جي مطلب واريون آهن. اهڙيءَ طرح ڪن گيچن ۾ ٻڻ ڳاهن وارو رجحان ڏسي سگهجي ٿو، جنهن جو مثال ڳاهن جي آهتار سان اڳتي ايندو.

آکاڻيون ڳاهن جو بنياد آهن، ۽ ڳاهون آکاڻين جا اهم جزا آهن. انهيءَ ڪري هرهڪ ڳاهہ کي پنهنجو پنهنجو پس منظر ٿيندو آهي. انهيءَ پس منظر جي پچار سان ئي ڳاهہ جو ڪجهہ صاف طرح سمجهہ ۾ ايندو آهي. جيئن مٿين ڳاهن جو مثال ڏنو ويو آهي. "ڳاهہ" لفظ جي معنيٰ

(١) "لوڪ ڪهاڻيون": (ڳاهن سان ڳالهيون) جلد ٧ ص ٢٨٩.
(٢) "لوڪ ڪهاڻيون": (ڳاهن سان ڳالهيون) ص ١١٦.

آهي ڳائڻ. ڪيچن وانگر ڳاهون به ڳائبيون آيون آهن، پر ڳاهن جي لفظي جوڙجڪ، ٽُڪن
جي ٻڌڻيءَ، توڙي ڳائڻ جي ڍنگ ۾ فرق آهي. ڪيچن ۾ لفظي تڪرار يعني ڏُهر
(Repetition) لازمي يا بنيادي شرط آهي: ان جي پيٽ ۾ ڳاهه جي رکو پڇاڙيءَ ۾ ٽيڪ
يا ورائيءَ جي هڪ فالتو 'ٽُنبي تڪ' هوندي آهي، سا نه جهول خاطر ورائي ورائي ڳائبي آهي.
انهيءَ ٽيڪ کي ڇڏي ڪري، خود ڳاهه هڪ سٽ کان وٺي، ٻن-ٽن (يا ان کان وڌيڪ) سٽن
جي به ٿئي. ويرڳاهون ته خاص طرح ڏکيون آهن، جي 'تڪميل' واري دور ۾ جڙي راس
ٿيون آهن. ڳاهن جو واسطو آکاڻين سان آهي.

جهوني جُڳ ۾ ڪن اکين ڏٺل واقعن يا ڪنين ٻُڌل ڪهاوتن ۽ ڪهاڻين جا اهم
پهلو، اول عام گفتگو جو دلچسپ عنوان بڻيا. انهن سان ڪي خاص فقرا ۽ ٻول زبان زد عام ٿيا
۽ انهن تي ٽُڪون ٻڌي، انهن کي آلاپيو ۽ جهونڪاريو ويو. پوءِ اهي ٽڪون ۽ ٻول آکاڻين
جي وچ ۾ ڳائجڻ لڳا، اهڙيءَ طرح ڳاهون رچي راس ٿيون آهن. آکاڻين ۾ ڳاهون واقعات
کي چِٽو ڪرڻ، ڪردارن کي سنوارڻ، ڪجهيون ڏاهپون ڏيڻ ۽ سوال-جواب ڪرڻ لاءِ استعمال
۾ آيون آهن. پهراڙيءَ ۾ ڳاهن سان ڳالهيون ڪڻ وارا گهڻا به، ٿالهيءَ جي وجت تي نه
ڳاهون ڳائيندا آهن ۽ اهو امڪان، ڪيچن وانگر، ڳاهن جي ٻڻ قديم هجڻ لاءِ وڏي سند آهي.
ڳاهن جو رواج لاڙ ۽ ٿر ڏانهن اڄ به عام آهي. ايرندي سنڌ ۽ راجستان ۾ قصا ٻڌائڻ ۽
ڳاهون ڳائڻ وارا اڪثر ڀَٽ ۽ چارڻ (Bards) هوندا آهن، انهيءَ ڪري راجستان طرف ڳاهن
کي 'چارڻي لوڪ گاٿا' (Traditional Ballads) چوندا آهن.

جهوني ۾ جهونيون آکاڻيون توڙي انهن ۾ آيل ڳاهون تمام ساديون آهن. اوائلي
ڳاهون ته بلڪل ننڍڙين ٽڪن واريون آهن، جيئن "ناني ڙي ناني! مون کي ديو جهلي ڏي."
قديم ترين ڪهاڻين سان ڪي ته ڏند ڪٿائن وانگر به آهن، جن جا ڪردار به ديو، راڪاس ۽
ڀوت وغيره آهن. پراڻين آکاڻين سان، انسان جي اڻ ٻوجهه هڻڻ واري زماني جون ثابتيون به
ڳاهن ۾ ملن ٿيون، جن ۾ مبالغي آميز واقعا، ڪائنات جا اڻ ٿيا ڪرشما، جادوءَ جا جڙتو
ڪرتب، توڙي ديوتائن ۽ جوڳين جا پرتا وغيره ڳاهن جي مک مراد آهي. سونل جي هڪ
مقبول عام ڳوريلو آکاڻيءَ ۾، وڏو ڀاءُ شام جو گهر موٽي ٿو ته ديو اچي نه ويچاريءَ ننڍڙيءَ
ڀيڻ کي قيد ڪري چڪو آهي. ڀاءُ ٻاهران سڏي ٿو: "ادي سونل، ادي سونل! در لاهه،
ڏيو ٻار!" ڀيڻ اندران جواب ڏئي ٿي ته "ادا، ڙي ادا! اکيون سُڄيءَ سبيون، چوٽو ٽنب ٻڌو،
راڪاس گوڏڙي ستو!" (جيڪڏهن ڪَنَ ڏيئي ٻڌلدا ته انهن چوٽڙين ڳاهن سان به جهل ۽
تنوار ٻڌڻ ۾ ايندي.) هي به هڪ فرضي آکاڻي، جنهن جي سورمي ڀڻ سونل نالي آهي، جا
ماٺن کان رُسي اگڻ واري وڻ تي چڙهي ويٺي آهي، ننڍڙو ڀاءُ هيٺان پيهي سڏيس ٿو-

ادي سولل، ادي سونل! لهي آءُ، لهي آءُ انهيءَ وڻ تان لهي آءُ،
پنهنجي گهر دهل وڄن، دمر وڄن، وينڊن وارا گهوٽ نچن!
لهي آءُ، لهي آءُ، انهيءَ وڻ تان لهي آءُ (١).

مٿينءَ ڳاهه ۾ به 'دهل، دمر، وينڊو، گهوٽ' ڪيترن جائي ٻڙلاءَ آهن، جو تہ هيءَ ڪيترن ۽ ڳاهن واري عبوري دؤر جي ڳاهه آهي.

تاريخي ۽ نيم تاريخي قصا ۽ انهن سان ملحق ڳاهون اندازاً نائين صديءَ کان شروع ٿين ٿيون، جن ۾ راجائن، مهاراجائن جا خدائي اختيارات، وزيرن جا ڏوهه ۽ لمڪحراميون، ڏوتين جي مڪاري ۽ ٻانهين جي چالاڪي، ڀاري ۽ ٽپي جي مجتا ۽ انهيءَ جو ٻروليءَ ۾ مبهم جواب، عاشقن ۽ معشوقن جا تيرٿ ۽ تڪيا پيئڻ، مندرن ۽ مڙهين ۾ ملاقاتون ۽ اتي رمز سان سوال جواب ڪرڻ — اهي هن دؤر جي ڳاهن جا مک مضمون آهن. هتي مجبوريءَ سبب انهن مان ڪي ٿورا ئي مثال پيش ڪري سگهبا —

ٽپو ٽپيدار هئو، ٻانيڻ ٻوٽيءَ دان،
ڏيءَ دلوراه جي، لڪڙيو مسلمان،
من موهيو ڙي، موهيو سونارن (٢).

راجا دلوراه اول (؟) (٧٢٣-٧٢٩ع) ڏيءَ جمڻ وقت، پنڊت گهرائي ڀارو وجهرايو؛ تنهن چيو تہ ''ڏومڻ سوناري' جي هٿ سان لکيو اٿس.'' تنهن تي راجا، سوناري جا ڇهہ ئي هٿ مارائي ڇڏيا؛ ستون 'سُهائيءَ' جو سهاڳ ٻوءِ جائو، جنهن کي ٻڌس سمجهائي ڏني —

اڪ نہ ڪجي ڏنڊڙو، سپ نہ ڪائجي ماس،
اتي نہ لائجي نينهڙو، جتي ٿئي جيءُ وٽاس،
تن سونارن ڙي، سولارن...الا.

سُهائي، مڙسائي ويس ۾ آٽ تي چڙهي، رات جو ڏومڻ جي هٿ سان ملڻ ويندي هئي، تہ وات تي 'ٽيڏو' (رقيب) ٽيٽ رکڻ ۽ حجائتو ٿيڻ لڳو، ۽ ڪماريءَ نڙڪ جواب ڏنس تہ

ٻابي سندا واڻيا، تون ويڻ نہ اولو آل،
سج اڀري سنئون ٿئي، تنهنجي ٻڌهہ پرايان ڪل،
سون من موهيو، وي سونارن.

سهائيءَ جو مڱڻو ڪاڇي سان ٿيو، جنهن ڪهاڻي ٽيڪر پڪا ۽ وڙ وڄايا، پر سهائي چوي تہ 'صفا راند سؤلتي جي، ٻوڙي ٻڌي ڪوني جي' —

---

(١) ''لوڪ ڪهاڻيون'' ص ٢٣.

(٢) ''لوڪ ڪهاڻيون'' جلد ٧ صفحہ ٥ کان ١٢ تائين.

سچ تہ ھيٺو نچ ڪاڻاڻ ڪارو منھن آھي ڪوڙ،
سچن ملندو سچ سکھو، ڪوڙن ھوندي ڏوڙ،
سون سوھيو، من ڙي سونارن (١).

اھڙين ڳاھن ڏيڻ لاءِ ھيءَ مجبوري آھي تہ ڪھاڻيءَ جو اختصار ۽ ھر ڳاھ جو پس منظر بہ ڏيڻو ھوي ٿو، نہ تہ ھر ڳاھ جو مطلب سمجھ ۾ نہ ايندو: جيئن تہ ڳاھن ۾ ڀي تہ ڪابہ اونھي فلاسافي يا طريقت جي رمز رچيل آھيئي ڪانہ، پر تنھن ھوندي بہ ڀـنڀي تاريخي ڳاھون اشاري ۾ ڏجن ٿيون. ڪاٺياواڙ جي مھاراجا ھوناراءِ (ڏائين صديءَ) ۽ ڀيٽ جي سندري ليلا ديويءَ جي ڳالھہ ۾ 'مکڌر' منتري جي ويساھ گھاتي، نوڪرياڻيءَ جي نمڪحرامي ۽ ڏوتين جي دولاب جي نندا ڳايل آھي. ڪنھن برھمڻ ھوھي ڀٽ تي ليڪا ڪيدي ليکو ھئي جوڙيو، تہ متان راجا اچي نڪتو. ڀانيڻ ڀارو ھندي ٿي ڦاٽ ڪاڏو تہ

ويري ڀانئين واھرو، ڪلر ڪاڏيءَ ڪوٽ،
جوٺو ڪاڀو جکون ھٿين، ايا تون اڀوت!
ڀر ڀارا، ھئون ڀارھن ... (٢).

اتي راجا کي بہ کو ھسڻ ھيو، سو ھڪدم ڪوٽ ڏي سوٽ ڪاڏائين. ھڪ چنڊالڻ، جيڪا چاري ھيٺل ھئي، تنھن راجا کي اوچتو ايندو ڏسي ڳاھ ڳائي تہ

ھوناراءُ ھلتيو، آيو ھنھنجي ديس،
مکڌر ليلا چڏ کٿي، متان ڪات ڪٽيس،
او متان ڪات ... (٣).

جيسلمير جي ھدمٽيءَ آيل ڪماريءَ تي ڪنراھ سوھت ٿي، رڻ جھاڳيندو اچي انھيءَ کوھ تي ھتو، جتان آيل جون سھيليون ۽ ڀانھيون ۽ گوليون راند رونشا ڪنديون ۽ کھٽ وڏ ھاٿي بہ ڀرينديون رھيون. ڪنراھ سڀ ساڳئي نظاري ۾ ڏسي، منجھي ھيو. سو سيني جي ھڪجھڙي خوشامد ڪندي، ھدمٽيءَ ھڻ لاءِ ڳاھ ڳايائين تہ

ڳھاتي ڳھاتي جل ڀريو ۽ آھيو بہ ھڪڙيءَ نھا!
ھوءَ ڪھڙي آيل جي ڀانھي آن ۾، ڪھڙي لال ڪنوار؟
اوڀئي، ڪھڙي آھہ ڪنوار (٤).

---

(١) "لوڪ ڪھاڻيون": جلد ٧، ص ٥ کان ١٢ تائين.
(٢) (ڳاھن سان ڳالھيون) ص ٦٠.
(٣) "لوڪ ڪھاڻيون": (ڳاھن سان ڳالھيون) ص ٦٣.
(٤) "لوڪ ڪھاڻيون": ص ١٤٩.

مثي جن ڳاهن جا مثال ڏنا ويا آهن، تن جو دائرو ائين-ڏهين صديءَ جي درميان آهي.

ڳاهن جو تاريخي دؤرُ ٻارهين صدي عيسويءَ کان شروع ٿئي ٿو، جو ٻـتي صديون اڳتي هلي ٿو. هن زماني کي سورهيائيءَ جو عهد سڏيو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته هن کان پوءِ ٻـ-چار صديون لاڳيتو لڙاين جو سلسلو جاري رهيو آهي، جن ۾ اهي ويرجيکي ميدان ملهائي ويا، يا جن ويرن پاڻ موکيو، تن کي سنڌ جي پٽن آياري آياري آئي آسمان تي چمڪايو آهي. راجستان ۾ هن جڳ کي 'ويرگاٿا ڪال' يعني 'سورمن جي سوپ وارو سمون' (Minstrel ballad age) قرار ڏنو ويو آهي. "ويررس ڪوَت" جي شروعات راجستان جي 'ڊنگل' شاعريءَ کان ٿي آهي. ويرڳاهن جا وري ٻـ جدا جدا نمونا آهن. ٻهريون، ڇوٽيون ۽ منتشر ڳاهون، جيئن 'آلها اودل' جي بهادريءَ جا ڳيت، (هي ڳاهون سنڌي ڳيچن جهڙيون آهن.) ٻيو قسم ڊگهين ڳاهن جو آهي. جن جو مثال 'پرٿويراج راسو' آهي، جنهن جا سٽر (٧٠) باب آهن. محقق چون ٿا ته هيءُ چندبردئي ڀاٽ (١١٩١-١١٩٦ع) ڏانهن منسوب آهي. اهڙا پيا به جنگناما آهن، جي سڀ 'راسو' ڪوٺجن ٿا. "راسائيه" معنيٰ جنگي نظم ۽ "راهسه" معنيٰ جنگي واقعات. ("هندي ادب" ص ٣٢.) سنڌيءَ ۾ دودي-چنيسر جو ڪيڏارو "دودل-راسو" به انهيءَ ٻئي قسم (Form) جو مثال آهي. ويرڳاهن جي ٻجڙيءَ ۾ فالتو ٽڪ (Coda) ڇهتل نه هوندي آهي. ٻارهين صديءَ جي هن تاريخي دؤر کان راجائي گهرائن ۾ سڱن-بندن جي ڇڪتاڻ، لڙاين جا تفصيل، بهادرن جي تعريف ۽ سخين جي ساراهه، ڪائرن ۽ ڪنجوسن لاءِ ڪُوار ۽ سيئون، شهيدن جا پار ۽ اوسارا، منگتن ۽ مڱڻهارن جي ڊگهي پهچ ۽ هلندي وغيره، انهيءَ زماني جي ڳاهن جا نمائندا موضوع آهن. هن دؤر ۾ سنڌ ۽ راجستان جا پاڻ ۾ سياسي ۽ سماجي توڙي تمدني ۽ تاريخي تعلقات تمام گهرا ۽ گهاٽا آهن، جنهن جو اثر سنڌ جي گهريلو زندگيءَ تائين به پهتو آهي. ڏارين جي آڏ نه مڃڻ، پنهنجي خودداري قائم رکڻ جو جذبو نيائين ۾ به اتم درجي تي پهتل هو. "منهنجي ٻاٻل پول پڌا، سڱ ڏارين کي نه ڏيندو" (ڳيچ ص ٣٩٥.) هن دليريءَ جي دؤر جو اثر عورتن ۾ به عام طرح نظر اچي ٿو. هن دؤر جي ڳيچن ۾ 'ويرڳاهن' جو روح متحرڪ آهي—

سرويچ لشڪر ۾، آءُ دودا راءِ،
سو ته سونهي لاڏل امر سان.

جوهردار ترار سان، آءُ دودل چار،
سا ته سونهي لاڏل هٿ ۾.

سونيءَ مُٺ ڪاتيءَ، آءُ دودا راءِ،
سا ته سونهي لاڏل پيٺ سان.

ورائي: دودل دودل ڪـــن، آءُ دودا جـــام،
اسان جو دودل وڏڙيءَ جمارا(١).

’چوتيون ويرڳاهون‘ بہ سنڌيءَ ۾ سوين تڙيل پکڙيل ملنديون. هتي انهن سڀني جا مثال ماڻي سگهون، سو ممڪن نہ آهي، البت ڪجھ نمونا پيش ڪري سگهجن ٿا. تيرهين صديءَ ڌاري، ابڙو ’اجيت‘ وڏسر جو والي هو، جو جنگ ۾ شهيد ٿيو. سندس لاش لڪائي اچي ڪوٽ ۾ قابو ڪيائون. ويري سندس سر وڍڻ لاءِ آيا تہ ڏنائون تہ ’ابڙي ابڙائيءَ‘ جو ننڍو پٽ، ڏهن سالن جو ’ڏونگرراءِ‘ پالا بڙيچيون ڪنيو، پٺس تي پهرو بيٺو ڏني. سندس ڏٺا ڏسي دشمن دهلجي ويا. هڪڙي ڀارت سنگتي پريان ئي پڪاري چين تہ

ڏوران ڏونگر ننڍڙو، اوران ٺـئـي آفـت،
هيءُ ڀهاڙيءَ پيتان جٽيو، پيءُ جنهين پربت(٢).

همير سومرو (عرف خفيف) جنهن ١٠٣٣ع ۾ منصوره مان چڙهائي ڪري، ڀنڀل جي راه دوساجيءَ ڪان عمرڪوٽ هٿ ڪيو، تنهن جو همعصر ڄام ڀونئرو سمون ڪڇ جي پڌرڳڙھ ۾ رهندو هو. انهيءَ سمي ڄام کي ڪيرتي ڳڙھ جي ماڪوائي راءِ، ويروڀهاس (گجر)، اهڙو تہ اچي سوڙهو ڪهنيو، جو ان کان جند ڇڏائڻ لاءِ، انهيءَ (مٿي ذڪر ڪيل) راجڪماريءَ جو سڱ همير کي ئي ڏيڻو پيس. سومري ڏانهن اهڙو سنيهو پڻ موڪليائين —

مـاڙهـو هلايئين مٿر، ڪوٺيئين سنڌ همير،
سڱ ڏيانءِ سومرا، پيو پڌر ڏيانءِ وير(٣).

—

پيائيءَ پيائيءَ لسک ڏيان، ڪهوڙا ڏيـان ڳچ،
سـمي ڪارڻ سومرا، تون تان وهلو اچ(٣).

همير رئي لت آڏائيندو اچي اوڏو ٿيو. رائي جا آن اوسيڙي ۾، آڪنديون اکيون ڳڙڪيءَ ۾ وجهيو ويٺي هئي، تنهن جڏهين لت اڏامندي ڏٺي، تڏهن پيٽ ۾ ساھ پيس.

اچــي ســاڻ آلـتـهـو، اڏائـي پـٽــي،
راجئين نهاري ڳوک مـان، آيو سنڌ ڌئي(٣).

همير سومرو ستت ئي اچي سهڙيو. ڀونئرو ڄام آجيان لاءِ اڳتي وڌي آيو ۽ ڪيس ڪوٽ اندر حفاظت سان رات رهائڻ جي آڇ ڪيائين، پر سنڌ جي سومري جواب ڏنو تہ

---

(١) ”ڳنج“ جلد ٢ ڀاڱو ١، باب ٩، (ڳنج نمبر ٨٣) ص ١٥٩.

(٢) (سگهڙن کان ٻڌل).

(٣) ”لوڪ ڪهاڻيون“ (ڳاهن سان ڳالهيون) ص ١١٤.

واڙي وڃون پورجن، پاڏا لـ پورجن پساه،
اسين پڊرجا بادشاهه، ڏڃون نه ڪنهن جي ڏاهه.

ٻئي صبح، همير ٻڙ ۾ ٻهريائين ويرو ٻهاس کي وار ڪرڻ جو وارو ڏنو. جنهن گرز سان همير جي سر تي گهاءُ هنيو. راڻيءَ سمجهيو ته همير پورو ٿي ويو، پر هو ڏڪ پچائي آئي ڪڙو ٿيو —

گهاءُ لڳو گهڻج جـو، ڇڙيو ڇٽ مسٽان،
راڻيءَ ائين پڪاريو، تـہ همير ويو هٽان(١).

آخر همير سوپ ڪئي، سگـ ڪٽيو ۽ ڪڇ جو ملڪ ڪٽيو. ”گهات همير وارا“ جو ٿيو تڏهن کان ڪڇ جي سرڪاري ڪاغذن تي لکڻ شروع ٿيو. (ڇيو وڃي ٿو ته مٿيون هيرو الهيءَ همير جي شاديءَ ۾ مڱڻهار ڳايو هو.) اهي جنگي ڳاهون ترقي ڪندي، دودي-چنيسر جي عهد ۾ اچي عروج تي پهتيون، جي موقعي سر ايندڀون.

**ڳاهن جو آخري دؤر (١٣٠٠-١٥٠٠ع):** هيءُ ڳاهن جو تڪميلي زمانو آهي، جنهن کي ڳاهن جو ’ادبي دؤر‘ يا (Literary ballad age) چوڻ کپي. چو ته هيل تائين جيڪي ڳيت ۽ ڳاهون مٿي اچي چڪيون آهن، تن ۾ ڪنهن بہ سگهڙ جو نالو لـ آهي: جيڪڏهن ڪنهن جو نالو پڌڻ ۾ آيو بہ آهي، ته ان جا پول موجود نه آهن، ۽ جي ڪي ڳيت مليا آهن ته الهن جا ڳاهيندڙ معلوم لـ آهن. هينئر تاريخ ۾ پهريون ئي دفعو اهڙن سگهڙن جو تذڪرو هلندو، جي چاتل سڃاتل ۽ مڃيل ادبي شخصيتون آهن. اهڙن سڃاڻن جا سرواڻ، سُمنگ چارڻ ۽ پاڳوپان ئي آهن. انهن ڪان پوءِ سلسليوار پير پٺو ديبلي (شاهه حسين اهلائي)، درويش نوح هوٿياڻي (ڪيبرن وارو)، شيخ حماد جمالي (گجي وارو) ۽ اسماعيلي تحريڪ جا پرچارڪ ۽ داعي ستگرنور، صدرالدين وغيره جا نالا قابل ذڪر آهن، جيڪي ڳاهن جي هن سلسلي تي آخري مهر لڳائي ويا آهن. مٿين سگهڙن يا ڳهيرن جي تذڪري ڪان پوءِ، قديم سنڌي شاعريءَ جو تذڪرو بہ پورو ٿيو. مٿين روشن زماني جا اهي امله رتن، نمبروار هت ڏجن ٿا.

سُمنگ چارڻ ۽ پاڳوپان جي احوال ڏيڻ ڪان اڳ هيءَ پڌرائي ضروري آهي ته جهڙيءَ طرح سما ۽ سومرا هڪٻئي جا حريف رهيا آهن تهڙيءَ طرح ڀٽ (٢) ۽ چارڻ بہ فريقين جي حمايت ۾ هڪٻئي جا مخالف ٿيا رهيا. چارڻ، سمن جي سخا جا ثناخوان رهيا آهن، ۽ ڀٽ سومرن جي سورهيائيءَ کي ساراهيندا آيا آهن. سومرن جي سورهيائيءَ کي چارڻن ڏاڍمڙسيءَ ۽ ارهه زوراڻيءَ سان تعبير ڪيو آهي، ته سمن جي سخا کي ڀٽن وري ڀانيڊين کي لبڻ جي رمز ڪوٺيو آهي. انهيءَ ڪري چارڻ هروڀرو بہ سومرن جي ننڍا ڪندا آيا ۽ ڀٽ بيگناهه بہ سمن جي ننڍائي ڪندا

---

(١) ”لوڪ ڪهاڻيون“ (ڳاهن سان ڳالهيون) ص ١١٥.

(٢) ڀانڊ، ڀنڊ، ڀان، ڀاٽ، ڀارٽ.

رهيا آهن. انهيءَ مختصر سمجهاڻيءَ مان اڳواٽ پتو پئجي ويندو ته سمنگ کهڙا ٻول ٻڌايا ھولدا ۽ پاڳ فقير ڪهڙي ٻات ٻيان ڪئي هوندي.

(۱) سمنگ چارڻ (اندازاً ۱۲۰۰-۱۳۰۰ع) جي حياتيءَ ۽ سندس ڪلام تي اڳي ئي تفصيلي مضمون "مهراڻ" ۱، ۲-۱۹۶۶ع ۾ ڇپجي چڪو آهي. تنهنڪري هتي سندس ڳالهه اشاري ۾ ڪجي ٿي ته سمن جي ٽيهن گهراڻن مان ڇتايل مڙس چونڊيو، انهن مان 'ڏهه ڏاتار' ۽ 'ست سورهيه' مقرر ڪيا، ۽ هرهڪ تي هڪڙي ڳاهه ٻڌائين. اهي ڳاهون سُر ۽ تار ۾ وپهاري، هليو همير سومري ڪي گهر وڃي ٻڌائڻ، جنهن ٽوڪي هنيس ڪاٿ ۾. جي 'سُورمن جي صف ۾ اڳواڻ منهنجو نالو آئي، انهن جو انداز ان تي بيهار، يا ڏهن ڏاتارن ۾ مون کي ٻه ڪٿي ٻڪا پارهن ڳائي ٻڌاءِ، نه ته نه ڇڏيندو سانءِ. ؟ جيلن حرفتن سان جند ڇڏائي پڳو، ۽ پوءِ ساري ڄمار سومرن تي سيٺون جوڙيندو رهيو.

سپر ٽيا سومرا، ڏپر تن پرجاءِ،
همير جس ماتاءِ، چارڻ چوندو ايترو.

انهن سٺن ڪان سواءِ، سمن جي ساراهه ۾ سندس سترهن ڳاهون اڄ ٻه سنڌ ۾ عام طرح هلندڙ آهن. (سندس زمانو لاکي ڦلاڻي، وڪٽي ڏاتار ۽ همير سومري وارو آهي، جو اٽڪل ٻارهين صدي عيسويءَ ڪان آهي.)

(۲) پاڳوپان (۱۳۰۰ع): "پاندِ" لفظ "پاندو" جو بدل آهي. هيءَ گروهه سنڌ ڪان ئي راجائي درٻارن سان وابسته آهي، تنهنڪري شاهي شجرن ۽ نسبنامن تي سَند آهي. راجائن جا وفادار ثابت ٿيڻ ڪري، سنڌن وڏي هلندي ٿي، ۽ سفارت، سڱابندي، ۽ سياسي معاملن تي مامور رهيا. سومرن جا ٻه خاص معتمد پاند ئي هئا. پاڳوپان ته سنڌن ست پيڙهيو گهرجائو پاٽ هو، جو سنگيت ۽ راجنيتيءَ جو وڏو ڄاڻو هو. علاؤالدين، گجرات ڪان ڪڇ جي وڳهه ڪوٽ (روپاهه) تي وار ڪيو، قيامت خيز جنگ لڳي، جنهن ۾ سومرن جي سورهيائي توڙي پاڳوپٽ جو ڪردار لاثاني آهن. پاڳ فقير هت چندبردئي جي 'پي جوڻ' يا نئون روپ لڳي ٿو. دودل وير جي شان ۾، 'پرٿويراج راسا' جي نموني تي ئي 'دودل راسو' ڳايائين، جو هڪ وڏو جنگي داستان آهي. غالبا پاڻ هن کي اڌورو ئي ڇڏي ويو، جو سندس پٽن پورو ڪيو هجي: پر سندس ڳاهن ۽ پوين جي جي ملايل ڳاهن ۾ سنڌو ڪيڻ مشڪل آهي. سومرا درٻارن ۾ هيءَ ڪيڏارو، چوڏهين - پندرهين صديءَ تائين سنڌ جا پٽ ڳائيندا رهيا آهن، پو سورهين صديءَ ڪان بند ٿي ويو. هن ۾ ڏکيون ڳاهون آهن، جي پڄاڙيءَ ۾ ڏنيون وينديون.

(۳) شاهه حسين اهلائي (عرف پير پٺو ديبلي) هيءُ ملتان واري غوث بهاوالحق زڪريا (۱۲۶۷ع) جو خليفو هو. نؤرسيتن ۽ لاکانيا قوم وارن گڏجي، غوث جو پيارو مريد شيخ جيؤ شهيد ڪري وڌو. پير پٺي انهن جي نندا ڳائي ته

لورسيا لـ رسيا، لـڌو ليکو لاکـائـين،
سَدي رکـي مـن ۾، جيئـو کَنُـو جـن،
ٻُجو بهاؤالدين جو، تـوڙ ڻـون لڳو تن (١).

هيئنءَ ڳاهه ۾ ديبل تي ويـر چڙهڻ ۽ ماڻهن جـو مکليءَ مٿان پکڙجڻ وارو واقعو ڳايو اٿس:

ديـبـل پـاس ڏکـيلـجـي، آيو آب اپـار،
مکليءَ ماگ مٿاهينءَ، ٿياسون ڏاروڏار(٢).

(٤) مخدوم نوح هوٿيائي (کيبرن وارو): ١٣٨٨ع ۾ جوڻي جام جي خلاف ۽ تماچيءَ جي حق ۾ هوکو ڏنائين ته

جوڻو وڃي جهوري ماريو، جام تماچي تختين چاڙهيو(٣).

(٥) شيخ حماد: (١٣٨٨ع) مٿين تماچي جام جي والده کيس روئي دالهن ڏني ۽ کانئس دعا گهريائين. مائيءَ جي حال تي کيس رحم آيو ۽ بلند آواز سان هيئيون ڳاهون آلاپيائين:

تـمـاچـي صلاح‌الدين، ايـنـدا سيگهه سِري،
جـوڻـو جهُڙ جيبو، پس کوٽ کِـري(٤).

--

جـوڻـو مـت اوٺـو، جـام تـمـاچـي آءُ،
سپاجهي ٻاجهه پئي، تـو سـين ريڊوراهُ(٥).

٦ کان ٩ تائين اسماعيلي تحريڪ جا داعي ۽ پارٽيءَ جا پرچارڪ.

اسماعيلي تحريڪ جا داعي:

(الف) 'ستگر نور' ١٠٧٩ع ۾ هندستان آيو ۽ سنڌ ۾ اچي پنهنجو 'ستپنٿ' جاري ڪيائين.

(ب) پير شمس (سبزواري) اسماعيلي فرقي جي اٺيهين گادي‌نشين، امام شاهه قاسم جي زماني (١٣١٠--١٣٣٧ع) ۾ پرچار ڪرڻ آيو. سندس پول غنائي لوعيت جا آهن، جي چند جي جهنجهٽ کان آزاد آهن.

هه دل خالق الله سوئي وسي،
جتي قائم قدرت چلائي؛

(١ ۽ ٢) "قديم سنڌي شاعريءَ جا ڪي نادر نمونا" (مضمون): محمد خان غني: 'ماهي مهراڻ' جلد ١١ نمبر ٤- آڪٽوبر، نومبر، ڊسمبر - ١٩٦٢ع، ص ٩٥.

(٣ ۽ ٤) "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ"؛ ڊاڪٽر بلوچ، ص ١٠٦ ۽ ١٠٤.

(٥) ماهي "مهراڻ"؛ محمد خان غنيءَ جو مضمون، ص ٩٥.

حق تون، پاڪ تون بادشاهه،
مهربان پڻ يا علي تون ئي تون؛
رب تون رحمان تون؛
يا علي اول آخر قاضي تون ئي تون(۱).

(ج) پير صدرالدين عرف 'پارڪر' ۱۴۰۹ع جا ناهيل "گنان" اڄ تائين ڳائبا اچن، جن ۾ عروضي تڪلف ۽ تصنع کان وڌيڪ موسيقيءَ جي 'غنا' موجود آهي ۽ جن جو مضمون هدايت ۽ نصيحت وارو آهي. ڪي ٻول هيٺ ڏجن ٿا:

ڪيڙيون اڏائيين ڪَنڌ ماڙيون، تين تي ڪيڙا رکائين چٽ،
نيهي ليندءِ ڏوڙ ۾، توتي لتون ڏيندا مٽ؛
سڻ ونجارا، هو يار! من هرولڙو ٿو جهولي.

هتي 'ونجارا هو يار' ورائي (burden) آهي، جا لئه ۽ سُر جي پار لاءِ هڪ ضروري ٽيڪ آهي.

(د) ان بعد پير حسن ڪبير (۱۴۹۰-۱۴۵۰ع) پڻ مٿين قسم جا گنان چيا آهن. اهي به اڄ تائين بدستور جهونڪاريا ۽ آلاپيا وڃن ٿا. مطلب ته پندرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ سوڌو، ڪن شاعرن جو اهڙو ڪلام ملندو رهي ٿو، جنهن جو مضمون مذهبي، سياسي ۽ تبليغي وغيره آهي.

پڇاڙيءَ جو دودي-چنيسر جون ڳاهون، پاڳوپان جي زبانيءَ ڏجن ٿيون. هي ڳاهون 'ڪبت' جي هيئت (form) ۾ آهن، جي راڳ همير (۽ ڪيڏاري يا سورٺ) ۾ ڳائبيون آهن. ڳاهن جو انداز به گهٽو آهي، ۽ انهن مان ڪهڙي موقعي جون ڳاهون ڏجن ۽ ڪهڙي موقعي کي نظرانداز ڪجي، سو به هڪ مسئلو آهي. تنهنڪري قصي جي منڍ کان ڪٿي، وڃان وڃان ٻه-ٽي ڳاهون ڏجن ٿيون:

(۱) پولنگر جي وفات، ۽ پڳ لاءِ چڪتاڻ:

ٻاٽي ٻاٽي ڏينهڙا، لنگها پولنگر راوَ سنٽي،
مڙدن اچي مامرو پڌرو پڳ سٽي(۲).

—

(۲) چنيسر جو پڳ تان بگڙڻ:

ڪاوڙجي ڪارو ٿيو، وري چڙيو چنيسر راءِ،
بگڙيو ديو وڳهه سندو، جو جهليو اچي نا جاءِ.

---

(۱) "سومرن جي دور جي سنڌي شاعري"- (مقالو)؛ خواجا غلام علي الانا. (رسالو 'مهراڻ'، جلد ۹، نمبر ۱ ۽ ۲، سال ۱۹۶۰ع، ص ۱۴۸ کان ۱۵۱ تائين.

(۲) ميراثي فقير نوازعلي ۽ دوست علي جي زباني.

..........................................

هول ڪنڪول ۽ ڏو وجهي ۽ زره وجهي چولا،
سولي سيڱ ڪماڪري، ٻڌي ڪانن هٿ وچا.

—

(٣) علاؤالدين جي لشڪر جو 'ويرا واهه' تي پهچڻ، نوجوان ننگر راه جو غنيم تي چوڪسي رکڻ لاءِ مقرر ٿيڻ. (ويرا واهه، ننگرپارڪر ۽ ڍٽ جي پريان آهي):

آلادين ۽ آئيو، جت آلا ڪاٺ پرن،
پوربي ۽ پڇمي آهي الت نه امرائن،
ڪارا، ڪڪا، ڪابلي، ڪوهستاني ۽ ڪڏن،
ڳاڙها ڏينيو ڏولڳري جيئن چيلاڻا چهنن،
ايران ۽ توران جا، ڪنا خوب ڪڙن،
(ادا) نوَلک ڏهه چليون (وو)، اچي سنڌ وڪوڙي تن.

—

(٤) ننگر راو جو ڪٽڪ کي اَڏو روڪڻ، ۽ پٺاڻن جي سائس ڪوٺس ڪرڻ:

..........................................

ماڪڙ وانگي سيڻهن جي، آت اچيو ڪانَ ڪرن،
مردن مٿان رڪ جون، ٿيون تاوَ تراڙيو ڪن،
ڏڄ جنين جا ڏوڙ ۾، سپ للهنگ پيا ليٽن،
مرسي مائن جائيا، جي اوراڪهيو ۽ اچن،
(اداڙي!) سان وڙهن ائين سومرا، جيئن ڳوڏا ڳاهه وهن.

—

(٥) ننگر نوجوان جي ثابت قدمي:

..........................................

آت ارڙهن ڏڪ تراڙ جا، لڳا ننگر مٿڙي تان،
ته ۽ تَڪر آريو ڪينڪي، پيو جبل ڪونه سماءُ.

..........................................

—

پاڳوپان جي واتان ويررس اچا ۽ ان وقت آڏميو ڏڏڪا ڪري، جڏهن دودو راءِ پاڻ سر پڙ تي پلٽيو آهي—"آت ڌرتي ٿي ڌان ڌان ڪري!" افغان اڪٿين دوزخ ڏسن ٿا، جن لاءِ دودي قيامت ڪري ڇڏي. مسو پرڳڙيءَ جا ميرائي، هيءَ ڳاهه سُرحسينيءَ ۾ ڪٿندا آهن، ۽ ٻڌندي، حساس طبع وارن کي آسمان لرزندي محسوس ٿئي ٿو. جن ۽ هيءَ رزم ڳائيندي ٻڌي هوندي، تن کي لکيل ڳاهون ڪجهه بيجان ۽ ڦڪيون لڳنديون.

هن سربستي ڪيڏاري ٻڌڻ کان پوءِ، اعتراف ڪرڻو پوي ٿو ته پاڻَ جو گهر هن سڄي دؤر جي سکهڙن (توڙي پوءِ جي ڪن رزمگو شاعرن) ۾ اتانهون آهي. سنڌس ڪٿين تڪون،

جن ۾ جنگي محاورا ۽ رزمنامي جا اصطلاح آهن، پوءِ جي شاعرن وٽ ضرب‌المثل آهن. مطلب ته 'پاڳو' سومرن جي دؤر ۾ عظيم‌الشان هستي آهي.

## ٻچاڻي.

پندرهين صديءَ جي خاتمي سان گڏوگڏ، سومرن جي ستن-اٺن صدين جي ڊگهي حڪومت به ختم ٿي، ۽ انهيءَ سان گڏ ٿي ''قديم سنڌي شاعري'' جو لڳ ڀڳ هزار سالن جو پراڻو عهد پڻ پورو ٿيو.

سنڌي شاعريءَ جو هيءُ اوائلي دؤر، موضوع توڙي مفهوم جي لحاظ کان، سڌو سنئون ۽ سادگيءَ وارو دؤر آهي. هن ۾ نه الاهي راز آهن، ۽ نه باطني رمزون؛ نه عشق مجازيءَ ۽ حقيقيءَ جي ڇڪتاڻ، ۽ نه وري شريعت ۽ طريقت جو بحث. هن دؤر جي شاعريءَ ۾ اهي ڳالهيون ڳولڻ ئي اجائي خوشفهمي آهي. هن دؤر بابت ٻي ڳالهه هيءَ به ڌيان ۾ رکڻ کپي، ته پراڻي سنڌي شاعري 'سنگيت رس' جي ئي اصولن تي ٻڌل آهي. ڪيترا گيت جڙيل ئي ائين آهن، جيڪي ڪائڻ وديا جي لئي تال ۾ بلڪل پورا ٺهڪي اچن ٿا. هن ۾ ڇند وديا کي به ڪو دخل ڪونهي. تنهنڪري هتي ڇند جا اصول آزمائڻ ۽ ماترائون ڳڻي ليکو پڌڻ، سگهڻ سوداءُ ٻچاڻي آهي. ڇند جو پنهنجو الڳ دؤر آهي، جنهن ۾ ئي اهي قاعدا قانون ۽ پابنديون عائد ٿين ٿيون. اجا هيءُ راڳ رس جوئي دؤر آهي، جنهن ۾ شاعريءَ کي پنهنجي آزاد حيثيت آهي، ۽ اهڙي آزادي پندرهين صديءَ جي ختم ٿيڻ تائين قائم رهي آهي.

سورهين صدي عيسويءَ جي شروع ٿيڻ سان ئي، سنڌي شاعريءَ ۾ هڪدم ڦيرو اچڻ شروع ٿيو آهي. سادن ۽ بيترتيب گيچن ۽ ڳاهن جي جڳهه تي دوهي ۽ سورٺي جهڙيون ماپيل ۽ تڇريل پڪيون پختيون صنفون اڀري آيون ۽ لڪري اروار ٿيون، جن ۾ پوريءَ طرح ڇند جا لم نيابل آهن. هن دؤر جي موضوع ۽ مضمون تي، سينگار رس يا عشقيه شاعري (تغزل) جو رنگ غالب آهي. سنڌي شاعريءَ جو هيءُ 'ٻيو' دؤر شروع ٿيو آهي، جنهن کي 'دل جي سجاڳيءَ' يا 'روحاني بيداريءَ' وارو دؤر چئي سگهجي ٿو — ''جوڳيءَ جاڳايو، ستو هوش نند ۾!'' انهيءَ جڳ جا جوڳي آهن: سنڌلو سالڪ (سيوهڻ طرف جو)، اسحاق آهنگر (لُهار)، درويش راڄو 'دل'، ڪامل مجذوب، سيد علي ثنوي، قاضي قاضن، وغيره. اهي صاحب سڀ پندرهين صديءَ کان پوءِ جا آهن: هنن کان اڳ مٿين مضمون جو دائرو محدود ٿي چڪو آهي، تنهنڪري هي سالڪ ۽ تارڪ پنهنجي علحده روحاني دؤر جوئي افتتاح فرمائيندا.

هيڪيو جو اڪر ولکڙو، جوڳر تُسي ڏي،
المذاري ڪهر ڏيولا، ڦرڦر جوت ڪري.

---

فضل الاهي انصاري

# آڪا

درياهه شاهه ۾ آڪن جو اڇلائڻ، جتي جيون جي آجيان ليکي ويئي آهي. انسان جي دنيا بي انت ساگر سمان آهي. علمي اڇلن مان ماڻڪ ڳا ميڙجن. انسان جو ڳولا ۾ رهڻ وڏي وٿ آهي. پيڙا وڏي عبادت آهي. مسٽر فضل الاهي انصاري، سيشن جج، ”مهراڻ“ ۾ پيار جا ”آڪا“ پيٽ ڪيا آهن. پيارن لاءِ انهن ۾ ورونهن جو وکر آهي. هڪ ۽ ساڳاهه جا اهي آڪا، شال قبول پون. —غ. م. گ.

## شعر.

شعر هڪ آزاد روح جو نغمو آهي، جنهن کي راڳ جي پڃري ۾ قابو ڪيو ويندو آهي. جڏهن ته هن يتيم جسم کي لوهه جون تارون وڪوڙينديون آهن، ۽ سازندو انهن کي پيڙ ڏيندو آهي، تنهن مهل ويچارو پروَس پکيئڙو هڪ آهه ڪڍي ٿو، جا موسيقيءَ جي محفل ۾ ”آ“ جي صورت اختيار ڪري ٿي. اهڙو آلاپ نهايت درديلو ٿئي ٿو ۽ بي انت جذبات کي اڀاري ٿو.

انسان، هر نا انصافيءَ تي اعتراض ڪرڻ جو عادي ٿي چڪو آهي. ”رڙ“ بزدلي نه آهي، پر ظلم ۽ تشدد جي خلاف، نفرت ۽ بغاوت جو اظهار آهي. رڙ، نه هجي ته هوند اها ڪٿ ئي نه پوي، ته ڪو ظلم ٿي رهيو آهي! اهو اظهار، آدم ذات کي چتائي ٿو ته اي انسان! تون ڏس ته سهي، تون پنهنجي پاڻ سان ڇا ڪري رهيو آهين؟ تنهنجو وجود هڪ آهي، پر ٻاڙو جدا جدا آهن. پوءِ تون پنهنجي ئي هٿن سان، پاڻ کي ڇو ٿو چيرين ۽ لوڙين!

جيئن تارن کي ڪز رڙاري ٿو، تيئن ساڻهو، ماڻهوءَ کي چيري ۽ ڦاڙي کائي ٿو. انسان، لنر به آهي ته ساڳئي وقت ساڃهه به رکي ٿو. ڪن وقتن تي اهڙو ته بي اثر ۽ نٽر ٿيو پوي جو:

مون ۾ آهين تون، مٿان تنهنجو ئي توکي لڱي!

جو لطيفي سبق وساريو ويهي.

## پڪار.

معصوم روح، هينيون ڦاڙي، ڌيل ڏاري، پنهنجي گڏدام پڪار، آڪاش مٿان اڏائيندو، پرميشور تائين پهچائي ٿو. اها درديلي داڻهن، ويچاري انسان کي ته گهائل ڪري، چڪنا چور

ڪريو ڇڏي، پر ايشور نہ پڌي ٿو ۽ نہ مٿس اثر ٿو ٿئي. سندس اک نڪا ٿي ڪُلي ۽ نڪا ٿي ڇپجي! جڻ دڦ ماريو ويٺو آهي. بيشڪ انسان، ويچارو، مجبور ۽ معذور آهي؛ ڏاتار ڏاڍو بہ آهي ۽ ڏاهو بہ آهي. ان جي مقابلي ۾ دانهن ۽ ڪوڪ، رڙ ۽ واڪو، سڏڪو ۽ سيائپ، سڀ بي تاثير آهن؛ تڏهن تہ انسان جون آهون ۽ دانهون، بي اثر ٿي، هن آڪاش جي محلات ۾ پڙاڏي وانگر وتن رلنديون ۽ رلنديون!

## دل.

بيشڪ دل آهي هڪ گوشت جو ٽڪرو، پر آهي ڏاڍي نازڪ ۽ نفيس! سندس حفاظت لاءِ انسان جو سينو بہ سخت ٺاهيو ويو آهي. قدرت ڪيس ڄڻ نون ڪوٽن ۾ قابو رکيو آهي، پر اتي بہ حملن کان بچي نٿي سگهي. الفت جا تير، اهي لوها ڪوٽ پچيو، وڃي وڻنس! بس ڦاٽي تہ پوءِ ڦٽڪڻ ڪونهين! ڳالهہ اها آهي تہ دل آهي انساني جذبن جي کاڻ، ۽ نہ رڳو گوشت ٽڪرا! دل طاقت بہ آهي، ۽ عظيم دولت بہ آهي. پرکي بہ ٿي ۽ پرکجي بہ ٿي. پر جي وڃي تہ وڃڻ جي ناهي!

## شمع.

شمع جي نسبت سڙڻ سان آهي. اهوئي سندس وجود جو بهانو آهي. هن جي زندگيءَ جو اهم راز آهي پرڻ! هن جي جلڻ سان روشني ٿي پيدا ٿئي، جا جلائيندڙ لاءِ سهارو ٿي بنجي. هن جو موت سوجهرو آهي. هن جو ڳرڻ، سندس ڳاريندڙ ۽ قاتل لاءِ اجالو ٿو بنجي. پنهنجو آشيانو جلائي، رک ڪري، غير جي محفل کي رونق ٿي بخشي- تڏهن تہ پارڪو پروانو مٿس فدا آهي. اونده، دنيا جي بدترين لعنت آهي. مظلوم ۽ معصوم شمع پنهنجي جان جلائي، پنهنجي سڀني دشمن کي نجات ڏياري ٿي. عجيب ڳالهہ آهي، جو هڪ جي تباهي، ٻئي جي حياتي بڻجيو وڃي! دنيا جا رنگ عجيب ۽ نرالا آهن. ڇا موت ڇا روشني! ڇا تباهي ڇا حياتي! ظاهر ٿيو تہ 'موت' بہ بي معنيٰ فعل نہ آهي. 'موت' جي خواهش بہ هرهنڌ تي بزدلي نہ آهي. پنهنجي خوديءَ کي ميسارڻ، بهادريءَ جو نادر نمونو آهي. جرائتمندانہ قدم آهي. هونءَ بہ وڏڙن جو ويچار آهي، تہ انساني حياتيءَ ۾ 'صدقو' بہ وڏي اهميت رکي ٿو. ان بنا، آدم جو جيئڻ جنجال ۽ بيمقصد آهي. شمع جي جيوَن، جوت جاڳائي، روشني ٿي ڦهلائي، تان تہ سوپيا قائم ۽ دائم رهي.

شمع جي اها جوت هرجاءِ تي آهي: مسجد هجي يا مندر، بتخانو هجي يا ميخانو! منجهانئس ڪافر ۽ گنهگار بہ حصو پيا وٺن، تہ پرهيزگار ۽ نيڪوڪار بہ فيض پيا پرائين.

## پيت.

هيرو، جيترو صاف ڪبو، اوترو چمڪندو؛ پر هڪ انلڪي ۽ معمولي رَهتڙ، لکن جي لعل کي بلڪل بيڪار بنايو ڇڏي. انسان جي دل بہ هڪ املهہ مائڪ جي مثال آهي. ان جي

بيقدري، رَهزَنُ آهي، جا ڪيس ٿوڙيو وڃي! محبّت چمڪ آهي، جنهن سان مٿس اوجر ٿو اچي. زمرّد، پهاڙ جي گود ۾ پلجي ٿو؛ دل، سيني ۾ سانڍجي ٿي. پيشي نازڪ به آهن ته سخت به آهن. نازڪ آهن ته شيشي کان به سَرس، ۽ سخت آهن ته پٿر کان به وڌيڪ! انسان، انسان کي تباهه ڪري رهيو آهي؛ جهڙيءَ ريت، هيرو، هيري کي ٿو ڪاٽي، ۽ زهر، زهر کي ٿو ماري!

## سونهن.

'سونهن' جي سوپياوان 'سُندري'، هرهنڌ حاضرناظر آهي. پردي ۾ پياري آهي، پر گُجهه ۾ ڳارينڌڙ آهي. پيار سندس وندر، آرس ۽ انگڙائي سندس آدا، سچائي سندس صفت، ۽ جلوو سندس جَلال. جت ڪِٿ پَلَڪ پُسائيندي وتي! پَلن کان پِلا، وتس اچيو سِٺ نوائن! سهندي آهي تہ حُسُن ۽ جمال مٿس پهرو ڏيندا آهن. دلير ۽ داناءُ به، ڪيس ويجهي اچڻ کان پيا ڪنبندا آهن. پري کان پيا اونائيندا، پر رڙهي ويجهي اچڻ جي منجهن طاقت به ڪانہ آهي. سندس پَل به عجب جهڙو آهي. سندس نگاهه ۾ جادو آهي. ڏنگا ۽ ڏاڍا مڙس، ڏهيسر ۽ جوڌا جوان به ڪنڌ نمايو بيٺا آهن. ڪڏهن به هارَ ڪانہ ڪاڏي اٿس، جَڳَ موهيو اٿس. سندس پاڇو به سوجهرو آهي! سندس نغمو نوازيندڙ به آهي، تہ ڏنگيندڙ به آهي!

## ڀم ڀاسا.

ڪارڻ جي هرهنڌ ڪمي ڪانهي. ڪاري آک، ڪارا وارَ، ڪارا ابرو، ڪافي شهرت حاصل ڪري چڪا آهن. ڪاري مَس، ڪاڳر ڪارا ڪري، انسان سان رس رهاڻ ڪري ٿي. ڪاري چادري، حسن کي چشم-بد کان بچائي ٿي. ڪارو ويس، وري ماتم جو نشان. ڪاريءَ رات ۾، ڪاريهر کان ڪنبڻي وٺيو وڃي. دانگي ڪاري بہ تہ ڪوجهي بہ. ڪارو ڪڪر، اولڙهه ۽ انڌوڪار، وحشت ۽ دهشت ٿو ڦهلائي!

سهاڳ رات، ڪنوار ڳاڙهو وڳو ڍڪيندي آهي. ان لاءِ تہ ڪيس 'لال ڪنوار' جو درجو حاصل ٿيندو آهي! کهوٽ ۽ ڪنوار کي ميلاپ لاءِ، ڳاڙهي مينڌي مکيندا آهن. شاديءَ جو هي بہ هڪ اهم سانگ آهي. هي سُڳَڻ سياڳو سمجهيو وڃي ٿو. مينڌي هٿ پير ڳاڙها ڪري ٿي. لال لبن تان ڪيئي، اچا ۽ ڪارا، ٻاڻ کي گهوري چڪا آهن. 'لال پٿر' لٽ ۾، اصل موتين جي ميڙي ۾، امير ٿي گذاري ٿو. ڪهنبا بہ ڳاڙها، تہ هوڏانهن وري رَت بہ ڳاڙهو! خوف جي نشاني بہ ڳاڙهي! چِڙَ جو تاثير لالائي! عام چئبو آهي: 'تپي تپي لال ٿي ويو!' باهه بہ ڳاڙهي ۽ آلا ۽ ٽانڊا بہ ڳاڙها؛ يارَ جو خَدُ بہ ڳاڙهو، تہ معشوق جي اک بہ ڪَڪُڙي!

قرآن جو جِلد ڳاڙهو تہ اکر ڪارا. ڪعبي جي غلاف جو رنگ ڪارو تہ جلال ۽ جمال ڳاڙهو. معشوق جا وِسَ ۽ ڪيسَ ڪارا، تہ خَدَ ۽ اک ڳاڙها! فرشتي جو لباس اڇو تہ ڪفن بہ اڇو! گلاب جو ڦول ڳاڙهو تہ ڀونئر جو رنگ ڪارو! مرجان ڳاڙهي ۽ موتي اڇو! مشڪ

ڪارو ته زعفران پيلي! شراب ارغواني ته پنگ سائي، آسمان نيرو ته سج سهائو! ماکَ اڇي ته مينهن ميرو! ٻلي! ائين ته نه آهي ته هت هرشئي آهي ئي ٻهُروپي!

## احسان فراموشي.

احسانفراموشي، وڏو گناهه ٿو ليکجي. ڏي-وٺ جو مسئلو نهايت پراڻو آهي، آدجڳاد کان پيو هلي. دستور آهي، قربانيءَ قدم جي جواب ۾ ڀلائيءَ جو پيرو پرٻو آهي. ان قسم جي سچائي، ڏاڍا پيارا امنگ آياري ٿي، جي روح کي تسڪين بخشين ٿا. انسان جي اها فطرت ڏاڍي ڪارائتي آهي. اهڙو احساس، اسرارخوديءَ کي رموز بيخوديءَ ٻنايو ڇڏي! هن جذبي جو بنياد، حقيقت تي ٻيٺل آهي. ڪئين الله جا سنواريا، هن راز کي محسوس ته ڪن ٿا، پر ان کي عملي ويس نٿا ڍڪائي سگهن. اهڙن موقعن تي ئي 'شناس' پرکجي ٿي. هونءَ ته ڪُڏ هلڻ ۽ ڪُڏ ڪائڻ، سيني جالدارن جو شيوو آهي؛ پر قدرداني ڪرڻ، موت ۾ تيز رفتار ٿير پرڻ، انسان جو پيشو آهي.

'امتياز'، ماڻهپو آهي. معشوق جي بيدرديءَ واريءَ نشتر هڻان عاشق جو اچڻ به مجذوبي آهي، پر ٻئي فعل آهن انسان جا.

فرق فقط ناز ۽ نياز جو آهي. ٻئي رخ هڪٻئي جو ضد آهن. منجهن فرق وڏو آهي ۽ اهو ظاهر آهي. هڪ کي شوخي ته ٻئي کي وفا ٿو ڪونجي. شوخيءَ جو پيو نالو جفا آهي. وفا، جفا ۾ جذب ٿيو وڃي، ائين جيئن ڪنڊ کير ۾.

سختيءَ جو پيو پاسو صدقو آهي. مقصد نڪتو ته جو به قدر، اثر ٿو پيدا ڪرائي، ان کي ئي اهميت ۽ عزت حاصل آهي. طالب جو جواب حجاب آهي، ته ليڙي جو جواب گهاءُ پڻ. طالب جي منشا، صدا جي آواز رسائڻ تائين آهي، ۽ نه تاثير پيدا ڪرڻ. ان موجب، جو به عمل، سوز ٿو پيدا ڪري، اهو دلڪش ۽ نظير ٿو بنجي. مارَ ۽ نانءَ ۾ فرق آهي ڪونه! 'مون کي ماري ٿي مٺي ماٺ!'

## هڪ نظر.

بيوفائيءَ، يعني ستمظريفيءَ کي لاڪيٽي لطيف، ڪيئن نه بيلقاب ڪيو آهي. چوي ٿو: 'جنين ڪاڻِ مياس، سي ڪانڌي ڪيچ نه هليا!' هاءِ بيدردي! 'ات ٿو رکان اميد، جت نالو محبت ناهه ڪو!'

موتَ ممنون آهي، تلاش زندگي آهي — اهو سبق پڻ لطيف سيکاريو آهي. چوي ٿو: 'جي ليلائي نه لهين، تان پڻ ليلائيج'. پرچائڻ ۽ پريت، انساني ڏاتيون آهن، جي امڙ حوا کي ڏاجي ۾، ڏاڏي آدم کي پڙوٺي ۾ مليون آهن.

جوڳي، پنهنجي مرليءَ سان الانگ ريجهائي ٿو. لطيف ٿو چوي: "تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهي، ڪانهي ويلَ وهڻ جي." ڳولهيندو ورتَ، هلندو رهي، 'جوڳي رمتا ڀلا!' حرڪت ثواب، غفلت عذاب! جستجو اها حقيقت آهي، جا تڙپ کي مانو ڪريو ڇڏي. تڏهن ته لطيف ڳايو:

ڏوريان ڏوريان مَ لهان، شال مَ ملان هوت،
مَن اندر جي لوچ، مچڻ ماڻ سان ماني ٿئي.

ماني وري آرزوءَ جي آهه ۽ لطيف جي واتان ٻڌون:

آءٌ نه ڳڌيس پرينءَ کي، پويون ٿيم پساهه،
سڪان پئي سڪرات ۾، روئو پڇان راهه،
شال مَ وڃين ساهه، پسڻ ڌاران پرينءَ جي.

سِڪَ کي ڪيئن نه بي‌نقاب ڪيو اٿس. نقلي پوش لهڻ سان، وجهو اصل آشڪار ٿئي. پوءِ ٿي پروڙ پوي ته هوش ڪٿي، ۽ بيهوشي ڪنهن جاءِ؟

ازل اچي ٿو ته گهڙي پڻ گهايو وجهي. 'رتيءَ جي رهاڻ، جيءُ اڙايم جنتَ سين!' هڪ لحظو، ساريءَ زندگيءَ تي غالب ٿي، انسان جو قالب ئي بدلايو ڇڏي. پلڪ جو سهاڳ، عمر پر جو ڏهاڳ بڻجيو پوي! پر اهو نشو نينهن وارو ۽ ڏاڍو مٺو آهي، سُرورَ ۾ اچڻ سان، سورَ سندا ڪيو وڃن!

## تون.

تون سپاجهو سائين، احسان پرپو تاج، هڪ انسان آهين. تو ۾ احساس جي جوت دائما برندي رهي ٿي. اخلاق جو باني، حسن ۽ پيار جي خوشنما مکڙي آهين، جا پنهنجي سڳنڌ سان دل ۽ دماغ معطر ڪريو ڇڏي: تنهنجو هر ڪم حسين آهي، تنهنجي هر ادا رنگين آهي! خوبصورت، خوشخلق، خوشفهم، توکي جا چوان! سنگتراش تو وٽ سر نمائين ٿا. گلفروش تو اڳيان دامن وڇائين ٿا. چاهه سان جهوليون ڀريندو رهين، چاهين ته جنت ۾ کيرائي ڇڏين، پر تون ته هميشه پناهه جو پاند پکيڙيندو رهين ٿو. سچ پچين ته حاتم کي ئي لڄائي ڇڏيو اٿئي: تنهنجي ته اها منشا ٿي رهي ته پريميءَ جي ٻوتي ڀالهي نه ڇڏيان، ڪو پاند خالي نه وڃي. اهائي خواهش ٿو رکين ته ٻنا ڏيکاءَ جي طالب جي طلب پوري ڪري، مطلوب جو منهن مٺي ڪريان، پر افسوس خالي پلاند حسرت ڀريا هٿ مهٽيندو، ارمان جون آهون اڏائيندو، لتَ ۾ لڙهندو وڃي! تنهنجي معصوم دل الفت ڪان اڪيلي آهي. هيءَ سوغات تون اڳيئي ورهائي چڪو آهين. هن مهل تنهنجي دامن واندي آهي، ڀالهي آهي، تون خود گهرجائو آهين. ڏين ته ڇا ڏين ۽ ڇا مان! پاڇائي پيدائش، ڪڏهن نه رڪاوٽ ٿي پيدا ڪري. جذبو پاسيرو رکي نيڻ نوايو ڇڏين. تنهنجي سخا جا در سدائين کليل رهيا، سي منهنجي اچڻ ڪان

ڪڍيو اڳ پاڻھا ٿي ويا. مون ڪان اڳي ئي سڀڪجھ. لڪي چڪو ھو. منھنجي اکين اڳيان ڪارا ڪڪ وچايل آھن. صدا پڌي ڪوڙا ڪاغذ ڪيڏين ٿو, اڻاوا نقش چٽين ٿو, سيني ڪي ھٿر جي پيڙا ۾ پيڙين ٿو, پر ولوڙ واھر نٿي ڪري. تنھنجو مقصد اعليٰ آھي. مون ڪي خالي ھٿين ۽ اڳھاڙي لڱين موٽائڻ نٿو گھرين. تنھنجي احسانمندي بجاءِ خود پر عمل بي تاثير رھجيو وڃي. بناوت ڪنھن به روپ ۾ اصليت جي جاءِ والاري نٿي سگھي, تنھنجي قربانيءَ قدر لھڻون, پر رسمي نوازش پيار جو پيالو بڻجي نٿي سگھي. منھنجون اوڻايون اگھاڙين ٿو لڪائين, پاڻ ڍڪيو ڇڏين, ته متان ڏنگو ڏيھ سھڻو نه ڏسم. سوين عيب مون ۾ مگر واه سھڻا, وڃھي پاند تن تي لڪائي ڇڏيو اٿئي! اکين سان نڪتل انگوري رس ھرشراب ڪان مٺي, پنبڻين ۾ پوتل موتي ھرخوراڪ ۾ مڪمل, اھو الميو آب ڪو بختاورني ڀي سُرور وٺي, باقي سڌڙين لاءِ ته اھو دونھي جو دولاب ٿو رھي. احسان درياھ آھي ۽ الفت ھڪ بي انت ساگر. محبت مڇتا ڪي جذب ڪري سگھي ٿي, ليڪن احسان پيار ڪي بي ڪين سگھندو. بناوت ھرحال ۾ ڏکوئيندڙ ٿي ٿئي. تنھنجون نقلي ڪروتون, تنھنجي زبان تي قلف ۽ ڪڙا چاڙھيو ڇڏين. ويچاري بولڻ ڪان محتاج ٿيو پوي, اکيون ڏوکڙ ڏيو وڃھنس, تنھنجون مصنوعي انگڙايون بي نقاب ٿيو پون, ھيري ۽ شيشي جو فرق ظاھر ڪري واڇي. نتيجي ۾, سائل ڏکوئجيو پوي. جنسيات روح جي غذا ناھي, جيتوڻيڪ پنھنجي جاءِ تي نفس پڻ ھڪ اھميت رکي ٿو. روح ۽ نفس ٻئي ھڪ سانچي ۾ ڍليل آھن. انھيءَ مرڪب کي انسان جو لقب مليل آھي. ھڪ جو وجود ٻئي بنا بيڪار ۽ اجايو آھي. ھنن جو ميلاپ ائين آھي جيئن ساز جو, ڳائڻي جو پيچو ڪرڻ. اصلي آلاپ پيدا ڪرائڻ, يا جذبہ دل جي رھنمائي ڪرڻ. جڙتو جڙاءُ پاسيرو رکي, صاف ۽ شفاف پھراڻ پائڻ سان انسان پنھنجي مقبوليت ۾ اضافو ٿو آڻي. ملائم ململ, کھري ڪاڏيءَ جي جاءِ وٺي, ته جيڪر زخم عذاب ڪان عاجز ٿيڻ بجاءِ آجو ٿي پوي. انسان اورچ آھي, ڪوشش کي ڪاميابي سمجھي ٿو. ڪيس اھو سبق پينگھي ۾ پڙھايو ويو آھي, ان کي ڪين ٿو وساري يا ستائي سگھي. ڪشش ۽ ڪوشش ٻه جداگانہ شيون آھن, ھرھڪ جو معيار پنھنجو آھي. ٻه-روپي روش اعتقاد ٽوڙيو وجھي, ايمان ڪمزور ڪيو ڇڏي. انسان جون اکيون آھن ڦنڊڙيون, پر نھايت تيز ۽ تمام اونھين گھرائين تائين وڃيو رسن. وري جو اٿل ڪاٺين ته سڌو سطح تي. فرق جو امتياز اڌير مچايو وجھي. بس دل ۾ ماتم مچيو وڃي! ميان ٿو ته تون ڪنڌا ڪين ٿو اچلين, تون ته ڪک ڪين پاسيرا ڪيو, راھ پھاريندو ٿو وتين, ته رستو اوجر رھي. تاھم اھي پاسيرا سڪل ٻن پنيٽ پاريو وجھن, جن جي جيي ساري جسم کي آلاڻيو ڪارو ڪيو ڇڏي. لڱ سڙيو خاڪ ٿيو وڃن, دونھون اکين جي آلاڻ ۽ بينائيءَ کي سُڪايو ڇڏي. تنھنجي دلجوئيءَ ۽ دستگيريءَ ڪيرون لھڻيون, پر اھو عمل درد جو دارون نٿو بڻجي سگھي. منھنجي سڪ جي اڄ آڃھائي ڪين سگھندو. تون ستو "مھراڻ" آھين,

جنهن جي لذت پنهنجي معنيٰ خيز وهڪري سان، هر خواهش جي خلاف زندگي ختم ڪيو ڇڏي.
هي سيلاب عاشق کي لوڙهيو ڇڏي، ويچارا وڃيو ڏيڻ ۾ ڏسجن. انجام بي ڪفن موت ٿو
بڻجي. محبت جي واهڙ ۾ ڪوڙ ۽ ڪافت جا "اڪا" نه اڀلاهه. ڪوڙ ويري آهي، دوکي
ڏيندي ويرم ڪين ڪندو! ان مطلب پرست امير تي اعتبار نه ڪر ۽ نه ڀروسو رک، ڪڏهن
ساٿ ڪين ڏيندو. ڪوڙ جي قلمي نهايت تيز ۽ تکو زهر آهي، ڪيس اجل سڏيندا آهن. دل
جا داغ سچ جي صابڻ سان صاف ٿي سگهن ٿا ۽ نه رمزن جي رهڙن سان. الفت ۽ احسان
هڪ ناهن: ٿورائتو ٿيڻ ويچي وسارڻ جي برابر ناهي. احسان ته فرق جي ديوار ۾ دروازا
بنائي اجورو رسائڻ گهرندو آهي. عشق سڀ در ديوارون ٽوڙي هڪ هيڪڙائي ٿو ڪري.
اصليت اختيار ڪر ته نراسائي نابود ٿئي!

## ماڻ.

ماڻ مجبور ۽ محتاج، هڪ ويران، تاراج، قتل ۽ ذليل واهڙ آهيان، جو ڪڏهن آباد هو.
جنهن ۾ ڪنهن زماني ۾ زندگيءَ جون لهرون لڙهنديون هيون، جنهن ڪجهه گلشن آباد به ڪيا آهن.
اڄ دليا اهو وهڪرو بند ڪري، مون کي سڪائي ڇڏيو آهي. هيٺر منهنجا اڀيا سڪل، سيرون
ٿيل چپ، ڏورانهينءَ کان ساوڪ ۽ سيڪ کي مغموم نگاهن سان ڏسندا رهن ٿا! ماضيءَ جي
گلشن جي ويرالي ڏسي، هرين آبادي پسي، نراس نغما ڳائي، پنهنجو پراڻو وجود ياد ڪري ڳوڙها
ڳاڙڻ ۽ هنجون هارڻ گهري ٿو، پر ويچارين اکڙين ۾ آب ڪونهي. واجهائيندي ولوڙجيو
وڃن. منهنجي سوز جو چشمو سڪل، منهنجو ساز بي آواز، منهنجو نغمو بي اثر: زمانو منهنجي
بيڪسيءَ تي مرڪي ٿو، دنيا منهنجي عاجزيءَ تي ٽچرون ڪري ٿي، پر تون منهنجي مشڪل
تي پشيمان آهين! همدرديءَ ڪري پنهنجو هٿ ڏيا سان، مون ڏانهن احساس جي اظهار لاءِ
وڌائين ٿو. سڪ جي ساڻائيءَ ۽ بدني هيڻائيءَ منهنجا بازو بيزور ڪري ڇڏيا آهن. تنهنجي
ٻانهن منهنجو هٿ وٺي نٿي سگهي. تون تعجب ۾، آءٌ غم ۾ - هڪٻئي جي ويجهو هوندي به
هڪٻئي کان پري پيا لڳون! ويجهن کان وڇڙڻ جلائي ٿو، جيءَ کي! پنهنجو نستو هٿ ڍگهيري
تنهنجي دامن ڇهي نٿو سگهان. تون گهٽوٽي همٿائين ٿو، پر تنهنجي شفقت اٽي آهي. بهرحال،
تنهنجي غمخواريءَ کان آشنا آهيان، عاجز پر احسانمند آهيان. تون اڃا منهنجي سڪل ڪناري
تي بيٺو هئين، ته تو کي پنهنجي پانڌيڙن پڪاريو. تو ڪن ڦڙڪايا، اوچتو تنهنجا پير ترڪڻ
لڳا. تنهنجي دل جا اڳيئي انهن جي دست چڙهي چڪي هئي، اوڏانهن سرڪڻ لڳي، ۽ تو کي
به سڌريو ته تون اوڏانهن هڪجي وئين. اوچتائيءَ ۾ تنهنجي پيرن پند پٽيو. اداسي وڃائي
ٽڪرا ٽڪرا پير ڪندو پنهنجي ماڳ موٽئين، تان جو مفاصلي تو کي منهنجي قرب پرئل نگاهن
کان لڪائي، پري ڪري ڇڏيو. زمانو ڪيڏو نه ستم ظريف آهي! تنهائي منهنجي دل ۾ خوف
پيدا ٿي ڪري. مون کي ڊيڄڙو ٿي پيو آهي. دماغ تي دهشت ڇانئجو وڃي. من ته اڳيئي
پاروچل پنيان دشت ۽ صحرا جهاڳيندو وتي، اڀانڪو آهيان. چپ ٿڪن ٿا، ڏند ڏڪن ٿا،

لُڙهءِ لُڙهءِ ڪاندارجيو وڃي. پاڻيان تہ رڙ ڪريان، پر دانهن نڙيءِ ۾ئي گهُٽجيو وڃي. ويچارو
آدم جو اولاد ڪيڏو نہ بيوس آهي! اونده، انڌوڪار اندر اوچتو بيهوش بيوس ترڪيو، وڃيو
حسد جي ڪُن ۾ ڪران. اتان اڻل ڪانئي اچي ذهن ۾ دسيو آهيان. حسد تہ هڙ جي حصي
۾ بہ رهيو آهي، نُور موسيٰ ڏٺو، سڙي طور ويو! جيئري ٿو جند چڏائڻ جي ڪريان، اوترو
ٿو اونهون گهيرجان. سارو جسم وڪوڙجي چڪو آهي. سيسي آهي، جا ساه ڪڍڻ لاءِ پاهر
رهجي ويئي آهي. حياتيءِ جو حرص ۽ هوَس توکي ٿو سڏ ڪرائي. پاڏايان ٿو، پڪاريان ٿو:
مڻ سونهيءِ جا سڏڙا! منهنجون ڪوڪون پڌي ڪَن ورائين ٿو، لظرون ڊوڙائين ٿو، مگر
توکي ڏيکائي لٽو ڏيان. گپ ۾ ڪتل پلا ڪيئن ڏسين! جواب ۾ دلداريءِ جا جملا اچلين ٿو.
تنهنجن لفظن جو پڙلاءُ فقط ڪَنَن کي ڇُهيو واپس وريو وڃي. هاڻي تہ ڪو وسيلو ڪونہ رهيو
آهي. مهر پريون نگاهون اچلائيندو ٿو رهين، پنبڻيون ڦڙڪائيندو ٿو وڃين. مهر خاطر، پر
تنهنجون لظرون مون تائين نٿيون رسن، نراس ٿي مادي ۾ جذب ٿيو وڃن. مون کي غائب
سمجهي موت ڪائين ٿو. تنهنجو پيچرو مون ڪان پري ٿيندو وڃي. تون پيار جي وهڪري
مان تار تري، مهر واري پيڪ وٺي، وطن ورين ٿو. پرديسي آهين نہ! عشق جي راه ڏاڍي
اڙانگي ۽ ڪٺن آهي، تنهنجو هيڏانهن لاڙو ٿي نٿو سگهي. تنهنجو مڪان پٺي پاسي ۽ پري.
هيڏانهن هيبتناڪ اڻل ڪانا ۽ ڪنڊا اچين بہ ڇو؟ ڪو حيلو وسيلو نہ ڏسي، واجهائيندو وتان.
جو بہ واتهڙو ملي ٿو، ان جي دامن پڪڙيان ٿو، جهولي جهليان ٿو. ڪو ست ڏيئي چنايو وڃي،
ڪو سرڪ پياري آج آجهاڻي، دعائون وٺندو رمندو رهي. پڏندڙ کي تہ ڪک بہ ٿو جهلي.
آخر مان بہ تہ آدم جي اولاد مان آهيان ۽ اهائي نسبت رکان ٿو، تون ڇڙبن ٿو مان مران ٿو.
ڏيو پري ٿو، تيل سڙي ٿو، ۽ وٽ جلي ٿي. تيل کٽو وَٽ اجهامي ويئي. جسم ديپ آهي،
پيار تيل آهي، ان بنا وَٽ، جا زندگيءِ جو روح آهي، بيڪار ۽ اونده. دور ڪرڻ ۾ قاصر
ٿيو پوي. تنهنجي پيار جو پيالو پرپور، منجهس رتيءِ جي جاء بہ خالي ڪانهي. ڳل تہ نہ
آهيان، جو سڀ تي ترندو وتان. مان هڪ بيمقصد طوفاني لهرن ۽ زهريلي پاڻيءِ اندر اچلون
کائيندو ٿو رهان. وڙين وسيلي واڪاريندو وتان! ڇولي ڪناري لڳي ٽڪر کائي، پٺي
وڃائي، پازي هارائيندي موٽندي ڇوڪ ٿي تہ: ساحل وٽ سڪ ناهي! غلطفهميءِ ۾ مبتلا نہ ٿي.
اميد وڏو دوکو آهي، تمام وڪ گهاٻي ٿي رمي. جذبات جنون آهي. مجنون بي ميار آهي.
عشق، خودڪشي آهي. خودڪشي، عالم بيخوديءِ ۾ ڪري، پاڻ گهوري، فنا ٿي، نجات حاصل
ڪرڻ آهي، يعني پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيڻو آهي. آکير سان رشتو قائم ٿئي يا نہ ٿئي،
پر اهو پراڻو رواج سدائين جاري رهي ٿو.

---

# ”مهراڻ“ جا موتي

● الله سڀ کان بهتر رزاق آهي. ـ قرآن

● جو الله کان ڊڄي ٿو، خدا ان جي رزق جو سامان پيدا ڪري ٿو، ۽ ڪيس اهڙي هنڌان رزق پهچائي ٿو، جو سندس خواب-خيال ۾ به نه آيو هوندو. ـ قرآن

● کائو-پيئو، ۽ چوڙيو-پائيو، پر فضول خرچي ۽ تڪبر کان پاسو ڪريو.
ـ سرور ڪائنات

● فريب ۽ دوکي سان حاصل ڪيل ماني، ماڻهوءَ کي مٺي ٿي لڳي، پر آخرڪار سندس منهن مٽيءَ سان ڀريو وڃي ٿو. ـ حضرت سليمان

● کائڻ، پيئڻ ۽ پهرڻ جو هروڀرو ايترو فڪر ڪرڻ نه گهرجي. هوا ۾ اڏامندڙ پکين کي ڏسو، جي نڪو پوکالهائين ٿا، نڪو ٻج ڇٽين ٿا، نڪي هَرَ هڻن ٿا، نڪي لاپارو ڪن ٿا، ۽ نڪي اناج کي کوٺين ۾ گڏ ڪن ٿا، تنهن هوندي به خدا کين رزق رسائي ٿو.
ـ حضرت عيسىٰ

● تون دنيا ۾ هميشه رهڻ جي ڳڻتيءَ ۾ ڳري رهيو آهين، پر دنيا توکي لوڏڻ ۽ ٽڙڻ جي فڪر ۾ آهي! ـ ابوبڪر صديق

● اُچو طعام ۽ لذيذ کاڌو کائڻ به هڪ قسم جو اسراف آهي. ممڪن آهي ته ان قيمت جي سادي کاڌي مان، ڪنهن ٻئي بکئي جو پيٽ ڀرجي سگهي ها! ـ حضرت عمر

● مال ۽ دولت فتني جو ڪارڻ، حادثن جو ذريعو، تڪليف جو سبب ۽ رنج ۽ ملال جو موجب آهي. ـ حضرت علي

● زياده پيٽ ڀرڻ، عبادت کان دور ٿو رکي. ـ حضرت جعفر صادق

● اگر فرعون بکيو هجي ها ته ائين نه چوي ها ته، مان اوهان جو وڏو رب آهيان!
ـ بايزيد بسطامي

● دنيادار وڏي مصيبت ۾ گرفتار آهن. هو دنيا جي عارضي خوشيءَ کي ته ڏسن ٿا، پر دنيا جا دائمي رنج ۽ عذاب سندن نظرن کان اڪل آهن. ـ مجدد الف ثاني

● دولت جي بکئي انسان کي، ڪڏهن به حقيقي راحت نصيب نٿي ٿئي. ـ معروف ڪرخي

● خدا رزاق آهي ۽ بندو قزاق (چور) آهي. ـ فيثاغورث

● جڏهن تنهنجي روزي، ٻئن جي رزق کان جدا آهي ته پوءِ اجائي ڳڻتي ڇو؟ ـ اقليدس

● هرحال ۾ خوش رهڻ تونگري آهي، ۽ زياده طلب نه ڪرڻ درويشي آهي. هرحال ۾ خوش رهڻ وارو، غربت ۽ مسڪينيءَ ۾ به تونگر آهي؛ پر زياده طلب ڪرڻ وارو ماڻهو، ساري دنيا تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ به ڇيو ۽ سڪڻو آهي. ـ مامون رشيد

● اگر ماڻهو پنهنجي پنهنجي حق تي راضي رهن، ۽ انصاف سان وقت گذارين ته پوءِ کنهن به 'مَلڪ' کي 'مَلڪ' (بادشاهه) جي ضرورت ئي نه ٿيندي. ـ ڪيخسرو

● نهايت خوشحالي ۽ نهايت بدحالي، ٻئي بُرائيءَ ڏانهن وٺي ويون ٿيون. ـ بوعلي سينا

● کائڻ ايترو گهرجي، جيترو هضم ٿي سگهي؛ پڙهڻ ايترو گهرجي، جيترو جذب ڪري سگهجي. ـ بوعلي سينا

● غريب ماڻهو اگر دولتمند بڻجڻ گهري، ته پوءِ ان لاءِ سچائي ۽ سادگي، ايمانداري ۽ حق پسندي کان وڌيڪ ٻيو ڪو به سولو ۽ سهڻو ذريعو ڪين آهي. ـ فرينڪلن

● جڏهن ڪو جاهل، عمدو لباس ٿو پهري، تڏهن لباس خود شرمسار ٿو ٿئي. ـ غزالي

● امير کي ان وقت کائڻ گهرجي، جڏهن کيس گهرج محسوس ٿئي. پر غريب ان وقت کائي، جڏهن کيس جيڪي ملي. ـ جينز

● بيوقوف ماڻهو دعوتون ٿا ڏين، ۽ عقلمند انهن کي کائين ٿا! ـ فرينڪلن

● ماڻهن جو چوڻ آهي ته 'بادشاهه' الله جو پاڇو آهن. اگر سچ پچ ڳالهه اِئين ئي آهي ته پوءِ الله جي حالت رحم جوڳي سمجهڻ گهرجي؛ جنهن جا 'پاڇا' ظالم به آهن، فاسق به آهن ۽ منافق به آهن! ـ فريڊرڪ اعظم

● مان سولائيءَ سان، 'سقراط' کي 'سڪندر' تصوّر ڪري سگهان ٿو، پر 'سڪندر' کي 'سقراط' سمجهڻ ناممڪن ٿو سمجهان. ـ يوناني ـ چوڻي

● جو بادشاهه عاليجاهه، ڪالهه دنيا جي وسعتن ۾ نٿي ماپي سگهيو، سو اڄ 'قبر' جي سوڙهي ڪوٺڙيءَ ۾ آرامي آهي. ـ يوناني ـ چوڻي

● مان آزاد ٿي ڪري، اَن جي ڪُهري ڪٽي کي پهري، گهمڻ پسند ٿو ڪريان؛ پر ان جي مقابلي ۾، زربفت ۽ قيمتي ڪمخواب جي وڳي کي پهري، غلام رهڻ نٿو گهران! ـ ٿوريو

● برداشت ۽ محنت، انسان جي ڏکن جي دوا آهي. ڪم ڪرڻ سان بک وڌي ٿي، ۽ برداشت ڪرڻ سان ڏکن ۽ ڏولاون تي غالب پوڻ جي قوت پيدا ٿئي ٿي. ـ روسو

● بي خلوص ماڻهوئي، ظاهري عظمت ۽ شهرت حاصل ڪري سگهي ٿو. ـ آسڪروائلڊ

● عظمت جي صحيح نشاني، گمنامي آهي. مينهن جو ڦڙو، سپ ۾ گم ٿي موتي بڻجي ٿو! ـ غزالي

● دنيا ۾ جيتري جڳهه ترقيءَ لاءِ آهي، اوتري ٻي ڪنهن به چيز لاءِ ناهي. ـ آلبرٽ

● هر ڏکيءَ ۽ منجهائيندڙ دليل جي پردي ۾، ڪنهن نه ڪنهن جي جهالت لڪل رهي ٿي. -جونس

● مون کي اها شڪايت ناهي ته ماڻهو اڪثر ڪري چيزن کي ڇوٽا سمجهن، پر شڪايت اها اٿم ته هو جن چيزن کي ڄاڻڻ جا دعويدار آهن، انهن کي به غلط نموني ۾ ڄاڻن ٿا. -جوس بلنگز

● جاهل اهو آهي، جو انهن چيزن جو علم لڪو رکي، جن جي ڄاڻ اوهان کي آهي؛ ۽ جاهل انهن چيزن جو علم ٿو رکي، جن جو علم اوهان کي ناهي. -برنارڊ شا

● پڙهيل-لکيل بيوقوف، پنهنجي حماقت ۽ جهالت کي سهڻن لفظن جي پردي ۾ ته لڪائي ٿو سگهي، ته به آخرڪار احمق ۽ جاهل ئي رهجي ٿو وڃي. -غزالي

● جهالت تي هرڪو حملو ناڪامياب ثابت ٿيو آهي: ڇو ته ماڻهو پنهنجي ان قيمتي ۽ پياري خزاني کي حفاظت سان سانڍڻ ۾ هروقت هوشيار رهن ٿا. -جيفرسن

● ڪو ماڻهو جاهليت ۽ جهالت، کان مطمئن رهيو هجي، اسان ڪونه پتو آهي؛ -ڊسرائيلي

● اگر اوهان غور ڪريو، ته پوءِ اوهان کي پتو پئجي ويندو، ته سوَ تي پنجهتر ماڻهن کي اهو به پتو نه آهي، ته سندن وقت جو گهڻو حصو ڪٿي ٿو گذري ۽ ڪيئن ٿو گذري ۽ ڪنهن سان ٿو گذري؟ -برگس

● پنهنجي جهالت کان بيخبري، جاهل لاءِ لاعلاج بيماري آهي. -اسڪاٽ

● رڳو جاهلن کي ئي علم کان نفرت آهي. -ليرس

● علمي جهالت، سڀ کان خطرناڪ فتنو آهي- -گوئٽي

● جي جهالت کان خوشي ٿي حاصل ٿئي، ته پوءِ سڀ کان بهترا ماڻهو عقلمند چئبا. -پرائر

● تخيل جو پکي، جڏهن آسماني خلائن ۾ پرواز ڪري، زمين تي لهي ٿو، تڏهن مايوس به ٿئي ٿو ۽ شرمسار به! -هربرٽ

● ناقص انسانن جو تخيل، شترمرغ وانگر آهي: جو ڊڪي ڊوڙي ته سگهي ٿو، پر اڏري نٿو سگهي. -ميڪالي

● علم کان سواءِ، تخيل اهڙو آهي، جيئن پکيءَ کي پَرَ ته هجن، پر کيس ٽنگون نه هجن. -جوزف

● زندگيءَ ۾ ٻن قسمن جي ماڻهن سان پلوَ اٽڪي ٿو: پهريان اهي جن جو انتظار پين هنڌن تي ڪيو ٿو وڃي، ۽ پيا اهي جيڪي سندن انتظار ٿا ڪن. -بهرام

● قبرستان به ماڻهن سان ڀريا پيا آهن. انهن کان سواءِ هوند دنيا جو انتظام هلي چلي نه سگهي ها. -جان ڊيوي

● افسوس اهو آهي ته اسان هن دنيا جي مختصر زندگيءَ کي ٺيڪ صحيح طور استعمال ڪرڻ نه ٿا ڄاڻون. باوجود ان جي هڪ اهڙي زندگيءَ جي سڌ ۽ تمنا ٿا رکون، جا غيرفاني ۽ دائمي به آهي، رنگين ۽ لذيذ به آهي. — اينانول

● ايترو ڪوڙ ۽ فريب، سون ۽ چانديءَ ڪان پيدا نه ٿيو آهي، جيترو انڪم ٽئڪس ڪان پيدا ٿيو آهي. — راجرز

● ٻن قسمن جا ماڻهو نظر آيا آهن: هڪڙا اهي جي يقين نه ڪرڻ جهڙن مسئلن تي يقين ٿا رکن، ۽ ٻيا اهي جي ناممڪن کي ممڪن ٿا ڄاڻن. — آسڪروائلڊ

● مؤرخ هڪ اهڙو قاصد آهي، جنهن جون نگاهون ماضيءَ ۾ کتل آهن.
— آگسٽ ڪومل

● مورخ جڏهن جنگ جا اسباب ٿو لکڻ ويهي، تڏهن سڀ کان وڏي سبب کي نظرانداز ٿو ڪري. اهو سبب، سندس اهو يقين آهي ته پاڻ، پنهنجي قلم سان، ٻين کي ذليل ڪري سگهي ٿو. — هربرٽ

● سون کي وڻ جي ڇانوَ هيٺ، نهر جي ڪناري تي، ماڌو اوچڻ، ۽ هڪ ڪتاب ڏيو، آءٌ هرطرح خوش رهندس! — سمٿ

● اوهان خوش هجو يا رنج، ٻنهي حالتن ۾ اهو ڏسڻ گهرجي ته اوهان جو وقت اجايو ۽ بيڪار نه گذرڻ گهرجي. — ڊگلس

● مسرت ۽ روحاني خوشي ڪا اهڙي وٿ ناهي، جا دڪانن تان خريد ڪجي. اها ته پنهنجي محنت سان حاصل ٿيندي آهي. — ابن رشد

● موجود چيزن ۾ رغبت رکڻ ڪان چڱو آهي، ته انهن چيزن لاءِ محنت ڪئي وڃي، جيڪي پاڻ وٽ ڪين آهن. — هينري

● ماڻهن سان نفرت ڪرڻ ائين آهي، جيئن ڪو جاهل ماڻهو، ڪوئن ڪان بچڻ لاءِ گهر کي جلائي ڇڏي. — ايمرسن

● جاهل جي زبان ٻنهي ڏندن جي وچ ۾ آهي، ۽ عالم جي زبان، سندس دل جي هيٺان آهي. — حضرت علي



# سنڌي نثر مان مثالي ٽڪرا

— ڪفر، اسلام جي جهيڙن کان ڇٽاسين وه واه!
قيد مذهب جي کان ڪيو، عشق اسان کي آزاد.

سچل فقير به چوي ٿو ته:

ڏسو عشق جو انصاف، مڙئي مذهب ڪيئين معاف!

هاڻي اها ڪهڙي عشق ۽ ڪهڙي مذهب جي تعريف آهي؟ اهو عشق به حق جو ۽ اهو مذهب به حق جو. لکيل آهي ته:

”از شيخ منصور حلاّج پرسيدند ڪ در مذهب ڪيستي؟
گفت ڪ در مذهب حق.“

انهيءَ حقيقي عشق ۽ حقيقي مذهب جو ضد آهي مجازي يا دلياڻي عشق، رياڻي يا رواجي مذهب. هي به مخالف شيون ٿيون. هڪڙي خود پرستي، ٻي خداپرستي؛ هڪڙي حق پرستي يا حقيقت پرستي، ٻي صورت پرستي يا ظاهر پرستي. حافظ جي بيت ۾ انهيءَ جو اشارو آهي:

زاهد ظاهر پرست از حال ما آگاه نيست،
در حق ما هرچ گويد، جائے هيچ اڪراه نيست.

هڪڙي جي ڪوشش وصل لاءِ ۽ ٻئي جي فصل لاءِ؛ هڪڙي جي خواهش ته محبوب جهڙو ٿجي ۽ ان کي ويجهو ٿجي ۽ انهيءَ ۾ محو ٿجي، ٻئي جي خواهش ته انهيءَ کان پري رهجي.

امام احمد غزاليءَ جو قول آهي ته:

’فريضه ما خدا بودن است و سنت ما رسول بودن.‘

سچل فقير جي به هڪڙي ڪافيءَ جو ٿل آهي:

ايجها ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٿيجي!

اهڙيون به ضد ۽ مخالف شيون، هڪ هنڌ ڪيئن گڏ رهي سگهنديون؟ هڪڙي هٿ ڪبي ته ٻي ڇڏي ڏيڻي پوندي:

دنيا عقبيٰ جي آهي پيش سڳي،
شرع ۾ گڏ رکڻ، ٻنهي جو، غلط.

خوديءَ جي ڪري، خدائيءَ کان جدائي ٿيندي:

ڏسين جيسين خوديءَ کان پنهنجو مُنهن،
نہ ڏسين تون خدا، خدا جو سُنهن؛
جڏهن هردو ڪجي جدائيءَ جو،
حال تڏهين ڪُلي، خدائيءَ جو.

[شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ: "جپ صاحب" جي ترجمي: "ستنام سوکڙيءَ" جي تقريظ،
١٥-مارچ ١٩١٥ع.]

- ذوالنون مصريءَ لاءِ، چون ٿا تہ چاليهہ ورهين تيڪ نہ ڏنائين، هميشه گوڏن ڀر ويهندو هو ۽ چوندو هو تہ خدا تعاليٰ جي روبرو، پاڻهن وانگر نہ ويهڻ کان مون کي شرم ٿو اچي!

جيسين جيئرو هو، تيسين مصر جا ماڻهو، کيس "زنديق ۽ ڪافر" چوندا هئا. 'متوڪل' خليفي جي وقت ۾، سندس حڪم سان، کيس قيد ڪري، زنجير وجهي، بغداد ۾ وٺي آيا. چاليهہ ڏينهن قيد ۾ هو. پيٽ، ماليءَ جي ٽڪي آٽي، ڏيندي هيس. جڏهن قيد مان ٻاهر ڪڍيائونس، تڏهن چاليهہ ئي مانيون لڪيون!

موت جي وقت پڇيائونس، ڪنهن شئي جي سڌ اٿيئي؟ چيائين هائو، مَنَ مرڻ کان اڳ، "هُنَ" کي هڪڙو لحظو سڃاڻي وٺان! پوءِ شعر چيائين: "خوف مون کي بيمار ڪيو، شوق مون کي جلايو، محبّت مون کي ڏيرو ڪيو ۽ خدا مون کي جيئرو ڪيو!"

وصيت کان انڪار ڪندي چيائين: "مون کي نہ ڇڏيو، مان سندس احسان ۾ حيران آهيان!"

[شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جو ڪتاب، "حالات اولياء"- شيخ ذوالنون مصري ص ٢٠،
چونڊيندڙ نواب نوراحمد خان لغاري، خانپور]



# علمي خط

**پنيور:** زماني جي گردش ۽ ان جي بيرحم هٿن، خبر ناهي ته ڪيترين قابل قدر تهذيبن کي حرف غلط وانگر ميساري ڇڏيو آهي. ماضيءَ جون ڪيتريون ئي عظيم تهذيبون، جيتوڻيڪ فنا ٿي چڪيون آهن، پر انهن پنهنجا گهرا نقش ڇڏيا آهن، جيڪي انسان کي غور ۽ فڪر ڪرڻ جي دعوت ڏيئي رهيون آهن، ته اسان سوچ ۽ ويچار ڪريون، سبب ڳوليون ته آخر انهن جو زوال ڪيئن ٿيو ۽ ڇو آيو؟

اسان جي وطن، 'وادي مهراڻ' ۾ ڪيتريون ئي تهذيبون، ماضيءَ ۾ پنهنجي عروج تي پهچي، ميٽجي چڪيون آهن، پر عبرت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪي شيون ۽ اهميت نقش ضرور ڇڏي ويون آهن، انهن مان پنيور به هڪ آهي.

پنيور، عربي سمنڊ جي ڪناري تي موجود هو. ڪراچيءَ کان چاليهه ميل پري، اوڀر جي طرف، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ واري شاهراهه تي، دابيچيءَ ۽ گهاري جي درميان آهي.

جڏهن مارچ ۱۹۵۸ع ۾ آثارقديمه جي ماهرن، انهيءَ قتل شهر جي کوٽائي ڪئي، تڏهن ابتدا ۾ انهن کي يقين نه هو ته ان هنڌ تي ڪو مڪمل شهر آباد هوندو!

جڏهن کوٽائي پايهءِ تڪميل تي پهچي ويئي، تڏهن خبر پيئي ته هي شهر ڪو قديم شهر هو، جو ڪنهن حادثي جو شڪار بنجي، زمين ۾ مڪمل طرح سان دٻجي دفن ٿي ويو.

هاڻي کوٽائي جڏهن تقريباً مڪمل ٿي چڪي آهي، تڏهن دفن ٿيل شهر، پنهنجي پوري حسن و جمال ۽ خدوخال سميت نمودار ٿيو آهي. گهٽيون، رستا، گهٽيون ۽ عمارتون، پنهنجي دؤر ۽ تهذيب جي مڪمل شاهدي ڏيئي رهيا آهن. شهر جو نقشو، گهرن جي جوڙجڪ، رستن جو تناسب، گهٽين جي ساخت، شهر جي ديوار جي مضبوطي، پٿرن تي اُڪَر، پٿرن تي مورتون، عبادتگاهن جي زيبائش، بندرگاهه جي وسعت، لوهي اوزارن جي موجودگي ۽ پيا اهڙا ڪيئي آثار ۽ نقش، جي هڪ زندهه ۽ شاندار تهذيب لاءِ ضروري آهن، سي "پنيور" ۾ موجود لڌا ويا آهن: جنهن مان ثابت آهي ته 'وادي مهراڻ' جو ماضي، هردؤر ۾، هرهنڌ تي، تهذيب جي اعليٰ معيارن تي پهتل هو. 'وادي مهراڻ' پنهنجي گوناگون تهذيبي ارتقا جي سلسلي ۾، فضيلت واري رهندي آئي آهي. سنڌ سان معاصر تهذيبن ۾ اهڙو دم نه آهي، جو هو همسريءَ جي دعوا ڪري سگهن.

ان کان پوءِ، اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته اهڙي عظيم ۽ قديم تهذيب ناس ڪيئن ٿي؟ ان مسئلي کي حل ڪرڻ جي سلسلي ۾، اڃا تائين عالمن ۽ ماهرن ڪا آخري راءِ قائم نه ڪئي آهي. تحقيق جاري آهي. ممڪن آهي ته ڪو پتو پئجي وڃي.

هن وقت جي آثار قديمه ۽ کنڊرات کي جاچڻ کان پوءِ، اهو نتيجو ڪڍي ٿو سگهجي ته 'ڀنڀور' جو شهر اوچتو ڪنهن حادثي جو شڪار ٿيو آهي، ۽ اکڻس ۾ سارو شهر دفن ٿي ويو آهي. اهي آثار به موجود آهن، جن جي بنياد تي چئجي ٿو ته ڪيترن اپائن تائين، سمنڊ به ڪيس پنهنجي سيني سان سانڍيو آهي. هاڻي جڏهن سمنڊ جو پاڻي هيٺ لٿو آهي، تڏهن شهر، خاڪ جي ڍير وانگر ظاهر ٿيو آهي.

مختلف سِڪن، پٿرن تي اڪريل عبارتن، ۽ ٻين ڪيترن سامانن جي مشاهدي مان، اهو پتو ٿو پوي ته ڀنڀور، اوائلي دؤر ۾ مسلمانن جي قبضي ۾ آيو.

ڀنڀور جي کوٽائيءَ مان جي سڪا مليا آهن، اهي خليفي هشام بن عبدالملڪ جي دؤر جا آهن. سندس حڪومت ۱۰۵هه کان ۱۲۵هه تائين قائم هئي.

سڪي جي هڪ طرف هي لفظ اڪريل آهن.

"لا إله الا الله وحده لا شريک له"

۽ ٻئي طرف مسلمان خليفي جو نالو درج آهي.

مسلمان کان اڳ ان شهر تي ڪير قابض هئا، ان جي خبر نه ٿي پئجي سگهي. البت ٿانوَن جي بناوت مان، آثار قديمه جي ماهرن اندازو لڳايو آهي ته، هي شهر مصري ۽ شامي تهذيب کان گهڻي حد تائين متاثر به هو، پر انهن کان گهٽين ڳالهين ۾ ٻانڌ به هو.

شهر جي وچ ۾ هڪ جامع مسجد به موجود آهي، جنهن جو نقشو عربن جي فن تعمير سان ڪافي ملي ٿو. سچي مسجد سنگتراشيءَ جو بهترين نمونو آهي. بندرگاهه توڙي شهر جي عالمپناهه ۽ ديوارن کي جاچي، آثار قديمه توڙي تاريخ جي ماهرن، اها راءِ قائم ڪئي آهي ته اهو مشهور بندرگاهه 'ديبل' ئي چئي سگهجي ٿو.

ان ۾ شڪ ناهي ته مختلف هٿ آيل شين جي جاچ جوچ مان جلدي يا دير سان، اهو پتو پئجي ويندو ته ان شهر جي تاريخي حيثيت ڪهڙي آهي؟ اهو شهر ڪنهن ٻڌايو؟ ۽ ڪڏهن تعمير ٿيو؟ منجهس ڪهڙا ڪهڙا انقلاب آيا؟ سندس ان پراڻي تهذيب جي شروعات ڪيئن ٿي ۽ ڪڏهن ٿي ۽ شهر جي ترقي ۽ ڪمال جو دؤر ڪٿي پهچي ختم ٿيو؟ مسلمانن جي دؤر ۾ سندس اوج ۽ عروج ڪهڙي مرحلي تي پهتل هو؟ ان طرح اهو به پتو پوندو ته اهي ڪهڙا حادثا هئا، جن جي ڪري، هيڏو عظيم ۽ قديم شهر دٻجي ناس ٿي ويو!

ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو ڪو محقق انهن مسئلن تي توجهه ڪرڻ فرمائي.

— پير بخش بلوچ، ڪراچي.

**سنڌي سپاجهڙا نالا:** سنڌ سونهاريءَ جي سپاجهڙن سنڌين جا نالا، سنڌن ذاتيون ۽ سنڌن قديم ڳوٺن جا نالا: ڪيترا عجيب ۽ غريب، انوکا ۽ نرالا آهن. ظاهر آهي تـه انهن عجيب نالن جي پويان بـه ضرور ڪا عجيب ۽ غريب تاريخ لڪل هونـدي. روزمره جو مشاهدو آهي ته ڪن لفظن جا اُچار، ڏينهون ڏينهن بگڙندا ۽ بدلجندا رهن ٿا.

ضرورت آهي تہ سنڌي سماجهڙن جي انهن ڳالهين کي جمع ڪري، زيرنـ-زبرن سان ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيو وڃي، جيئن وڏڙن جو اهو ثقافتي يادگار، زماني جي دستـ-برد کان محفوظ ٿي وڃي.

انهيءَ مقصد جي پيش نظر، پڙهندڙن کي گذارش آهي تہ جيترا ٿي سگهن، اوترا سنڌي ڳالهہ جهڙوڪ: آڪُ، ٻگهڙ، وسايو وغيره، ۽ سنڌي ذاتيون، جهڙوڪ: ابڙيجا، آنڙ، سومرا وغيره، ۽ سنڌي ڳوٺ جهڙوڪ: اگهمڪوٽ، اروڙ، ساولدي، سمہ وغيره، زيرنـ-زبرن سان لکي موڪلڻ جي نوازش ڪن، جيئن انهن کي گڏ ڪري، ترتيب ڏني وڃي.

عجيب ۽ انوکا ڳالها ۽ انهن بابت تحقيق لکي موڪليندا، انهن لکندڙن جا نالا ان ڪتاب ۾ شڪرئي سان شايع ڪيا ويندا.

— سليم هالائي، پرنسپال، 'سروري اسلاميہ ڪاليج' هالا نوان.

**آثارقديمہ جي حفاظت:** تازو، خيرپور ڊويزنل ڪائونسل جي اجلاس ۾، صوبائي وزير خوراڪ، ملڪ خدابخش بچہ، جي موجودگيءَ ۾، 'موهن جي دڙي' جي حفاظت جي سلسلي ۾ سوالـ-جواب ٿيا.

'موهن جي دڙي' متعلق ظاهر ڪيو ويو تہ، موهن جي دڙي جي آثارقديمہ جي ابتدائي حيثيت بہ اجا مڪمل طرح سان ظاهر نہ ٿي آهي. زمين جي هيٺان لڪرندڙ پاڻيءَ ۽ سيمَ جي ڪري، اهو امر ناممڪن ٿي چڪو آهي، تہ هن کان وڌيڪ کوٽائي ڪري، هيٺين سطح متعلق ڪا وڌيڪ معلومات حاصل ڪئي وڃي.

پر تہ موجوده کوٽائيءَ کان پوءِ، اڪثر آثار بہ ڪلَر ۽ سيمَ جي ڪري، جوکائتي مرحلي تي پهچي چڪا آهن. ماهرن ان تي تشويش ظاهر ڪئي آهي تہ اگر سيمَ ۽ ڪلَر جي اها حالت رهي تہ پوءِ، 'موهن جو دڙو' ختم ٿي ويندو.

اها بہ حقيقت ظاهر ڪئي وئي تہ، ماهرن جي هڪ جماعت ان سلسلي ۾ 'يونيسڪو' جي مدد سان، تحقيق ۽ تفتيش ڪري رهي آهي. انهن جو چوڻ آهي تہ معلومات کي تڪميل تي پهچائڻ کان پوءِ، موهن جي دڙي کي سيمَ ۽ ڪلَر کان بچائڻ لاءِ ڪي عملي اپاءَ سوچيا ويندا، ۽ ڪي مناسب فني تجويزون ناهيون وينديون. ان سان گڏ، ان گروهہ، خرچ جي تخميني لڳائيندي، ظاهر ڪيو آهي تہ دنيا جي هن قديم ۽ عظيم تهذيبي ورثي کي بچائڻ جي سلسلي ۾ اربين ڊالر خرچ گهرجي. ان خرچ ۾ 'يونيسڪو' جي امدادي رقم کان سواءِ، باقي دنيا کي بہ امداد لاءِ اپيل ڪئي ويندي.

موجوده 'موهن جي دڙي' جي حفاظت جي سامان پيدا ڪرڻ کان پوءِ، وڌيڪ کوٽائيءَ لاءِ، ماهرين جي سفارش آهر ڪم ڪيو ويندو.

ماهرن اهو بہ خيال ظاهر ڪيو آهي، تہ واديـ-سنڌ جي قديم 'رسم‌الخط' جي پڙهڻ ۽ پروڙڻ جي سلسلي ۾ بہ اجا ڪا آخري ۽ علمي تحقيق، تڪميل تي ڪانہ پهتي آهي. ان سلسلي

۾ ملڪي ۽ غيرملڪي ماهرن جي ڪوشش بين الاقوامي سطح تي تسليم نہ ڪئي ويئي آهي. ان سلسلي ۾ 'يونيسڪو' پاران قديم زبانن جي ماهرن ۽ عالمن جو هڪ گروهہ مقرر ڪيو ويندو، جن جي لاءِ خرچ-پکي جو انتظام پاڪستان سرڪار منظور ڪيو آهي.

ان طرح 'موهن جي دڙي' کان سواءِ، 'اروڙ' جي تاريخي مسجد جي مرمت متعلق بہ ڳالهہ ٻولهہ ڪئي ويئي. اها تاريخي مسجد محمد بن قاسم جي تعمير ڪرايل آهي. پر ان متعلق بہ ڪو آخري فيصلو نہ ٿيو آهي.

"موهن جي دڙي" لاءِ صدرمملڪت فيلڊ مارشل محمدايوب خان جا تاثرات، جي تازو ٥- ڊسمبر ٦٦ع تي، معائني وقت ظاهر ڪيائين، سي دلچسپيءَ کان خالي نہ ٿيندا، چيائين:

"مون کي آثار قديمہ سان بيحد دلچسپي آهي، ان ڪري، تفصيلي معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ دوباره اوچتو آيو آهيان. اسان هن تاريخي يادگار کي بچائڻ جي هرممڪن ڪوشش ڪنداسون."

قديم زماني جا پڪ ڏرم جا آثار، مندر، حوض، تلاءُ، غسلخانا، نيڪال جون ناليون، ٿانوَ، ٺڪيون، بزارن جا نشان، پراڻيون سرون ڏسي، انهن جي قدامت ۽ عظمت جي تعريف ڪندي چيائين:

"اسٽريٽ پلاننگ ۽ ڊرينج سسٽم جي هھڙي بهترين ۽ مثالي نظام مان اسان جي انجنيرن کي سبق حاصل ڪرڻ گهرجي. ڪين ڏسڻ گهرجي تہ اڄ کان ٥-٧ هزار سال اڳ، سنڌ ۾ فن تعمير ڪهڙي نہ ڪمال تي پهچي چڪو هو. اهي اهل سنڌ، ڪيترو نہ نفاست پسند، نازڪ مزاج، پرهيزگار ۽ صاف دل هئا؛ جن ايترا تہ غسلخانا ٺاهيا آهن، جن جو تصور بہ هن وقت ڪري نہ ٿو سگهي. هي قديم سرون، اڄ بہ استعمال ٿي رهيون آهن."

حفاظت جي سلسلي ۾ چيائين: "مون هڪ غيرملڪي ماهر مقرر ڪيو آهي، جنهن جي رپورٽ جي روشنيءَ ۾، موهن جي دڙي کي سم ۽ ڪلر کان بچايو ويندو، ۽ اهو سارو خرچ سرڪار ڪندي."

ان سلسلي ۾ سنڌ جي عالمن ۽ اديبن، محققن ۽ آثارقديمہ سان دلچسپي رکندڙن کي گهرجي، تہ هو ان سوال تي نہ فقط پاڪستان سرڪار جو ڌيان ڇڪائين؛ پر ان سان گڏ، بين الاقوامي سطح تي، ماهرن جي خدمت حاصل ڪرڻ لاءِ، تعلق رکندڙ، بين الاقوامي ادارن ۽ 'يونيسڪو' جي ماهرن کي پڻ توجهہ ڇڪائين.

ائين نہ ٿئي، جو اسان جي ڏسندي ۽ سنبرندي، دنيا جي عظيم ۽ قديم تهذيب جو شاهڪار 'موهن جو دڙو' سيم ۽ ڪلر جو کاڄ ٿي، ناس ٿي وڃي، ۽ وادي-سنڌ جو اهو عظيم نشان ميٽيءَ ۾ ملي وڃي! — محمدعلي 'جوهر' لاڙڪاڻي، سيڪريٽري جمعيت الشعراءِ سنڌ.

**بڪ سيلرز ۽ عوام:** پاڪستان جي 'نيشنل بڪ سينٽر' جي فيصلي جي باري ۾، اخبارن ۾ گهڻو ڪجهه اچي چڪو آهي ته هنن، سنڌي زبان ۽ ٻين علائقائي زبانن کي اردو ۽ بنگله جي ڀيٽ ۾ نظرانداز ڪيو آهي.

سنڌي ڪتابن سان، جو ٻه-اکيائيءَ وارو ورتاءُ ڪيو وڃي ٿو، ان متعلق مان سمجهان ٿو ته اردو وارن کي ڪتابن جي خوبصورتيءَ جي معاملي ۾، ڪافيءَ ڪان زياده ڪمتريءَ جو احساس آهي.

ٽائيپ جي مقبول نه هجڻ جي ڪري، هنن جا ڪتاب گهڻو ڪري، ليٿو پريس ۾ ڇپجن ٿا. ان ڇپائيءَ جي سلسلي ۾، اردو ليٿو ڪتاب، بدزيبا ۽ بدنما ٿين ٿا، ۽ نفاست پسند طبيعتن تي بار محسوس ٿين ٿا.

سنڌيءَ جي ٽائيپ ته تمام سهڻي ۽ من موهيندڙ ٿئي ٿي. ڪم از ڪم پاڪستان جي ڪابه ٻولي، ان ڏس ۾، سنڌيءَ جو مقابلو لئي ڪري سگهي.

"سنڌي ادبي بورڊ" جا ڇپيل ڪتاب، سٺائيءَ ۽ سهڻائيءَ ۾ دنيا جي ڪنهن به ٻوليءَ جي ڪتابن جي ڀيٽ ۾ اچي سگهجن ٿا.

'نيشنل بڪ سينٽر' کي گهٽ ۾ گهٽ پنهنجو فرض وسارڻ نه کپي. هنن کي انعام ڏيڻو آهي، ڪتاب جي سٺائيءَ ۽ سهڻائيءَ جي بنياد تي، ۽ نه ٻوليءَ جي بنياد تي.

سنڌي اخبارن، 'عبرت' ۽ 'هلال پاڪستان'، بڪ سينٽر وارن جو ڌيان، ڪافي دليلن سان ڇڪايو آهي، ۽ هن علائقي جي رهاڪن جي جذبن جي ترجماني ڪئي آهي. اميد ته ان تي جوڳو توجهه ڏنو ويندو. — ڊاڪٽر نجم الدين عباسي، گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ.



# پڙهندڙن جا پيغام

محترم ايڊيٽر صاحب

السلام عليڪم: 'مهراڻ' جي هن جديد دؤر جي ڪاميابيءَ تي مبارڪ هجيوَ. نهايت معياري ۽ معلومات افزا، تاريخي، تمدني، لساني ۽ فڪري مقالا شايع ڪيا اٿوَ. انهن جي مطالع سان، هڪ طرف اسان کي پنهنجن سنڌي عالمن جي تحقيق ۽ مطالع جو اندازو ٿئي ٿو، ۽ ٻئي طرف پنهنجي سنڌي ادب جي شاهوڪاريءَ جو ثبوت ملي ٿو. هرهڪ مقالو، پنهنجي جاءِ تي شاهڪار جي حيثيت رکي ٿو.

منهنجو مضمون، جو صادق فقير جي سوانح ۽ ڪلام تي مشتمل، 'مهراڻ' جي ٻن پرچن (۳-۴/۶۵ع ۽ ۱-۲/۶۶ع) ۾ شايع ٿيو آهي، ان کي عالمن ۽ ڄاڻن پسندگيءَ جي نگاهه سان ڏٺو آهي. ان سلسلي ۾ ڪيترن بزرگن حوصلا افزائيءَ جا خط لکيا آهن، جن جو نقل ڪري اوهان ڏانهن موڪلڻ ۽ ڇپائڻ، غيرضروري ٿو سمجهان.

تازو سنڌ جي محقق ۽ عالم، جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، صدر شعبهءِ تعليمات سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد، هڪ نوازشنامو موڪليو آهي، ان ۾ 'صادق فقير' جي مقالي متعلق لکن ٿا:

"فقير محمد صديق بابت، اوهان جا مضمون، جي 'مهراڻ' ۾ ڇپيا آهن، سي قابل تعريف آهن."

اها هڪ راءِ ئي اسان جي حوصلا افزائيءَ لاءِ ڪافي آهي. اصل ۾ اهو داد به اوهان ۽ رسالي 'مهراڻ' لاءِ آهي. اوهان جنهن عرقريزيءَ ۽ تحقيق سان منهنجي مقالي جي تصحيح ڪئي آهي، ان جو اعتراف اٿم.

ٻي ڳالهه ته صادق فقير جي حالات ۾، هڪ واقعو لکيو ويو آهي ته پاڻ، جهوڪ شريف جي سجاده نشين ميان عبدالستار اول جي پڳ تي اچڻ ۽ سجاده نشين ٿيڻ ۾ مدد ڪيائون، ان متعلق، تاجپور جي نواب صاحبن ٻڌايو آهي ته اهو واقعو اصل ۾ تاجپور جي نواب صاحبن جي وساطت سان ٿيو هو. بهرحال، ان مسئلي جي صفائي اڃا تحقيق طلب آهي. ان متعلق، آءٌ صوفي صادق فقير جي گادي نشين حضرات ۽ متعلقين کان پڇا ڳاڇا ڪري، آخري حقيقت لکي موڪليندس.

اوهان کي ان متعلق ڪا معلومات حاصل ٿئي ته ان کان به واقف ڪندا. والسلام

- راج محمد ٻلي

ڳوٺ خانصاحب عطامحمد ٻلي، وايا ڏورونارو، ضلع ٿرپارڪر سنڌ.

مکرمي و معظمي گرامي صاحب

السلام عليڪم: "مهراڻ" جو ڏهه-ساله نمبر ۽ جديد دور جو ١-٢-١٩٦٦ع جو پرچو، نظر مان گذريا. اوهان جنهن محنت ۽ عرقريزيءَ کان ڪم ورتو آهي، انهن پنهي رسالن کي هڪ علمي ۽ تاريخي شاهڪار جي حيثيت ڏني آهي، ان جي جيتري تعريف ڪجي، اوتري گهٽ آهي، ٻئي پرچا، ساهه سان سانڍڻ جهڙا، تاريخي ۽ دستاويزي يادگار آهن.

پيو ته ههڙن پرچن، خاص طرح سان، ڏهه-ساله نمبر کي جيڪڏهن مجلد ڪرائڻ جو انتظام ٿي سگهي، ته هوند پرچي جي عمر ۽ افاديت ۾ اضافو ٿئي.

اسان جون دعائون آهن ته "اوهان ۽ مهراڻ"، شال سنڌي زبان جي هميشه خدمت ڪندا رهو. اميد ته خيريت سان هوندا. -والسلام

-سليم هالائي

پرنسپال، 'سروري اسلاميه ڪاليج' هالا نوان

مکرمي و محترمي جناب گرامي صاحب

السلام عليڪم: 'مهراڻ' جو ڏهه-ساله نمبر، ۽ ١-٢-١٩٦٦ع جو رسالو، اسان ۽ اسان جي سنگت کي نهايت پسند آيا. بيشڪ 'مهراڻ' جي علمي ۽ ادبي خدمت، نه فقط سنڌي ادب ۽ زبان لاءِ هڪ تاريخي حقيقت بنجي چڪي آهي، پر ان سان گڏ، سنڌي ادبي بورڊ جي عظمت ۽ مقبوليت لاءِ به هڪ روايت ۽ هڪ علامت بنجي چڪي آهي. دعا آهي ته شال اڃا به وڌيڪ خدمت ڪري سگهو! سلام سڀني سنگت جا رسن. والسلام

-'نذير' الصاري

ڳاڙهي موري، ضلعو خيرپور ميرس، سنڌ

پيارا ادا

'مهراڻ' جو ڏهه-ساله نمبر ۽ اوهان جو قربنامو مليا. شڪريو. 'مهراڻ' بابت تفصيل سان راءِ موڪلڻ ۾ ته وقت لڳندو، شايد ڪجهه دير سان واقفيت ڏيندس. 'مهراڻ' جا پرچا، اڄ تائين، جنهن معيار تي لکتا آهن، اهي هڪ ثبوت آهن ته اسان جي سنڌي زبان ۽ ان جو ادب، زنده آهن، ۽ زنده رهندا. 'مهراڻ' جي هر اشاعت اسان لاءِ مسرت ۽ فخر جو پيغام ٿي پهچائي، ان لاءِ بورڊ ۽ ان جي ڪارپردازن کيرون لهڻيون. قرب مان

-ڪيرت ٻاٻاڻي

ايڊيٽر "سنڌو ڌارا"، فورس روڊ، ممبئي -٨

محترمي گرامي صاحب

السلام عليڪم: 'مهراڻ' جي جديد دؤر جو تازو پرچو، ۽ ان کان اڳ نڪتل، 'ڏهه سالہ نمبر' مطالع ڪيا ويا. 'ضخيم نمبر' ڪي، جنهن ترتيب ۽ فني حيثيت سان، سينگاريو ويو آهي، ان کي ڏسي، تسليم ڪرڻو ٿو پوي ته 'مهراڻ' هر لحاظ کان، سنڌي ادب جو روح-روان آهي. علمي مضمونن ۽ معياري مقالن جي پڙهڻ سان، جا روح کي تازگي نصيب ٿي آهي، ان کي بيان ڪري نہ ٿو سگهجي. فن ۽ ادب، تصوف ۽ اخلاقيات، تاريخ ۽ سوانح تي مشتمل مقالا، اسان جي ادب ۾ مفيد اضافو چئي سگهجن ٿا. دعا آهي تہ اوهان ان سلسلي ۾، اڃا بہ وڌيڪ ڪامياب ٿيو.

البت افسانن ۽ حصہ نظم جي نہ هجڻ ڪري، ڪجهہ تشنگي محسوس ٿي آهي. ان جو ڪو علاج سوچڻ گهرجي.

آءٌ تہ سنڌي ادبي بورڊ جي چيئرمن، حضرت قبلہ مخدوم محمد زمان صاحب 'طالب المولا' ۽ معزز ميمبرن کي عرض ڪندس، تہ هو اسان شاعرن جي ان تقاضا کي ضرور قبول ڪرڻ جي عنايت ڪن. اخبارن ۾ تہ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٿيل ادبي ڪانفرنسن جا ٺهراءَ بہ شايع ٿيا آهن، جن سڀني متفقہ طور تي، گهر ڪئي آهي تہ افسانن ۽ حصہ نظم کي دوباره جاري ڪيو وڃي. والسلام

-عبدالڪريم 'ڪريم' پلي

ڳوٺ خانصاحب عطامحمد خان پلي، وايا ڏورونارو، ضلعو ٿرپارڪر، سنڌ

عزيزم گرامي صاحب

السلام عليڪم: 'مهراڻ' جي تازي پرچي جا سڀ مضمون معياري نظر آيا. مان هن وقت سنڌ جي مختلف قومن، ذاتين ۽ انهن جي مختلف پاڙن تي، ڪم ڪري رهيو آهيان. ان سلسلي ۾ ڪيئي ڪتاب پڙهيا اٿم. ان سان گڏ، ڪيترن وڏڙن کان صدري روايتون بہ حاصل ڪيون اٿم. في الحال منهنجي اڳيان، بلوچن جي تاريخ جو مسئلو آهي. ان متعلق بہ هڪ مقالو 'مهراڻ' لاءِ موڪلي چڪو آهيان. تازي 'مهراڻ' ۾، مرحوم علي محمد سيال، جو مختصر مضمون، "سمات قوم جو اصل نسل" ڏاڍو دلچسپ نظر آيو. ان مرحوم، لغوي حيثيت سان واهہ جا چنبڙا ڇاڻ ڪئي آهي، پر آخر ۾ بلوچن ۽ سيدن کي بہ 'سمات' ۾ چئي ويو آهي! اها هڪ تحقيق طلب ڳالهہ چئبي. بلوچ، ۽ سادات برابر سنڌ ۾ صدين کان آباد رهندا آيا آهن، پر انهن اباڻي تهذيب کي اڃا نہ وساريو آهي! اميد تہ خوش باش هوندا.

-نواب حاجي جان علي خان لغاري، تاجپور

عزيز گرامي صاحب

'مهراڻ' جا مختلف ضخيم توڙي تازا پرچا پڙهيا ويا. 'مهراڻ' واقعي جنهن مخلصاڻه انداز ۾، ڪنهن به نمائش ۽ شهرت جي خبط کان سواءِ، خاموش نموني ۾ خدمت ڪري رهيو آهي، ان جو داد هرڪو ڏيئي رهيو آهي. منهنجي راءِ اها آهي تہ 'مهراڻ' جي خدمت جو احساس ۽ اعتراف، صدين کان پوءِ ٿيندو. اڄڪلهہ تہ "جيئرن سان جهيڙو ۽ مئن سان محبت" وارو دؤر آهي!

- نواب حاجي نوراحمدخان لغاري، خانپور

گرامي سائين

اوهان جي 'مهراڻ' جو 'ڏهہ-ساله نمبر' (٣-٤/١٩٦٥ع) مليو چڪو آهي، مهرباني. 'مهراڻ' جو هي ضخيم نمبر، اسم بامسميٰ، واقعي علم ۽ فن جو 'مهراڻ' آهي. مقالات جي تنوع ۽ افاديت، معيار ۽ مرتبي جو داد تہ علم وارا ئي ڏيئي سگهن ٿا. اسان وٽ اردو، انگريزي، فارسي ۽ عربي، ڪيئي مخزلون اچن ٿيون: انهن جي پيٽ ۾، اسان جي منڙي ۽ سلوڻي سنڌيءَ جو هيءُ شاهڪار، هرخيال کان ممتاز جڳهہ والاريو بيٺو آهي. اوهان جنهن مخلصاڻه انداز سان، ايتري ضخيم رسالي کي ڇاپي چڪا آهيو، ان کي هڪ علمي معجزو سمجهڻ گهرجي.

هڪ مضمون، هندستان ۽ بين‌الاقوامي حالات تي تفصيل سان لکندس، ۽ اهو 'مهراڻ' لاءِ موڪليندس، "جهڙو حال، پريان نال" جي مصداق. ان طرح تازو 'مهراڻ' بہ مطالع ڪيو اٿم. هرحال ۾ تعريف جي لائق آهي.

- ذوالفقار راشدي

پير جو ڳوٺ، لاڙڪاڻہ

محترم مولانا گرامي صاحب

'مهراڻ' مطالع ڪيم، نهايت دلي سرور ۽ حظ حاصل ٿيو.

محترم، اوهان جي رسالي جو جهڙو اسم شريف 'مهراڻ' آهي، ۽ 'مهراڻ' جيئن هماليہ جي سرسبز ۽ شاداب واديءَ مان، ٽڪر ٽاڪي، ڪشالا ڪڍي، ساري وطن کي سيراب ڪندي، اچي عربي سمنڊ ۾ جوڙ ڪري ٿو؛ تيئن 'مهراڻ' بہ، 'مهراڻ' جي نقش قدم تي هلندي، علمي هماليہ، "سنڌي ادبي بورڊ" مان نڪري، ادبي دنيا کي سبزه زار بنائي ٿو ڇڏي، ۽ سنڌي ادب کي آباد ٿو ڪري. اوهان جهڙن عظيم فرزندن تي اسان کي فخر حاصل آهي. اسان لاءِ اوهان جي خدمت هڪ روايت ۽ مشعل راه بڻبي. خداوند ڪريم شال اوهان جي قلم کي وڌيڪ توفيق عنايت فرمائي. آمين

- درمحمد ولد ملهہ‌خان

سري، ٿاڻو بولاخان

جناب گرامي صاحب

السلام عليڪم: 'مهراڻ' جو تازو پرچو، نهايت پسند آيو. رسالو قريباً سارو مطالع ڪيو اٿم. مضمون معياري ۽ چوٽيءَ جي لکندڙ اديبن جا آهن. نهايت خوشي ٿي ٿي ته اسان وٽ، اهڙن مسئلن کي لکڻ ۽ سمجهڻ وارا، صاحب مطالع اديب اڃا تائين موجود آهن، جن جي علمي خدمت جو اعتراف هرڪو ڪري رهيو آهي.

نظم جو حصو شايد اڃا تائين بند آهي. اگر گنجائش ٿي ته پوءِ پنهنجو ڪلام موڪليندس.

—نياز ڪيش، حافظ محمد احسن چنا، دادو.

حضرت گرامي صاحب

تسليم و آداب: 'مهراڻ' جا ٽئي پرچا، پنهنجي روايتي حسن، نزاڪت، زيب زينت سان نظر مان گذريا. يقيناً هرڪو پرچو، پري کان پڌائيندو آهي ته هو اوهان جي عرق ريزيءَ ۽ جانفشانيءَ سان لبريز آهي.

'مهراڻ' جا خاص پرچا 'ڏهه سالہ نمبر' ۽ ۱-۲/۱۹۶۶ع، فڪر و فن، ادب ۽ لسانيات، ۽ مختلف علمي ۽ ادبي ڪاوشن سان سينگاريل آهن. اهي رسالا، پنهنجي مخصوص ۽ معياري مقام جي لحاظ سان، سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان جي ارتقا جي سلسلي ۾، محققانہ شاهڪار آهن. سنڌي ادب ۾ اهي پرچا، هڪ تاريخي دستاويز جي حيثيت سان يادگار رهندا.

'مهراڻ' جي ڪارڪنن جي هيءَ ڪاوش، قدر جي قابل آهي.

'مهراڻ' اسان جهڙن طالب علمن ۽ نوآموز ۽ سيکڙاٽ اديبن لاءِ رهنما ۽ رهبر آهي. سچ پچ، 'مهراڻ' مان اسان کي اهو ڪجهہ حاصل ٿئي ٿو، جيڪو وڏن وڏن ڪتابن ۽ پستڪن مان ملڻ مشڪل آهي. مهراڻ جي پڙهڻ کان پوءِ، ادب ۽ فن جون لڪون راهون کلن ٿيون. بيشڪ 'مهراڻ' علم ۽ عرفان جو مهراڻ آهي، جيڪو پنهنجي ڇلن سان، اڃايل ادبي زمين کي سيراب ڪري ٿو.

تازي پرچي ۾ آيل سڀ مقالا، نهايت محققانہ آهن، جي مشهور عالمن جا لکيل آهن، ۽ اهي ڪنهن بہ تعريف ۽ تعارف جا محتاج ڪين آهن.

تازن پرچن ۾، محرم خان جي مقالي مان، سومرن جي دؤر کان اڳ جي هڪ سگهڙ جو پتو پيو. ان طرح راڄ محمد پليءَ، هڪ صوفي شاعر ۽ نامور بزرگ جو ڪلام، نهايت تحقيق سان پيش ڪري، سنڌي ادب جو هڪ تاريخي خال پريو آهي. سچ آهي ته هن 'مهراڻ' جي مائيٽي موج ۾ ڪيترائي جواهر لڪل آهن.

مهراڻ ۾ افسانا، نظم ناولٽ بہ هجن ها تہ چڱو، اهي جديد ادب جي اسرڻ لاءِ ڪارائتا ذريعا آهن.

پيو تہ علامہ دائود پوٽي جو ايڊٽ ڪيل رسالو، جو نظرثانيءَ لاءِ، مولانا غلام مصطفيٰ صاحب قاسميءَ جي سپرد ڪيل هو، اهو ۽ "الوحيد" جو "سنڌ آزاد نمبر" بورڊ جي پاران شايع ٿين تہ بهتر. اها صلاح، مهراڻ جي وسيلي 'بورڊ' تائين پهچائيندا تہ شڪرگذار رهندس.

—دادا سنڌي، ميرپور ماٿيلو، حال سکر.

آديسي اُٿي ويا، مڙهيون مون مارين!

(شاهه)

(غ.م.گ)

## رئيس ضياءالدين. ايس. بلبل "ضيا" مرحوم



هيءَ خبر ادبي ۽ علمي حلقن لاءِ نهايت ڏک پهچائيندڙ ٿيندي ته سنڌي ادب جي مشهور عالم ۽ اديب، شاعر ۽ قومي ليڊر، مرحوم رئيس شمس الدين، 'بلبل' جي فرزند ارجمند جناب رئيس ضياءالدين 'ضيا'، ايس. بلبل، ١٤- سيپٽمبر ١٩٦٦ع تي دادوءَ ۾ وفات ڪئي.
انا لله و انا اليه راجعون.

رئيس ضياءالدين، ايس. بلبل، پنهنجي شخصيت ۽ وجاهت، توڙي علمي ۽ ادبي معيار ۽ خدمت جي لحاظ سان، هڪ عزيز ۽ متعارف هستيءَ جو مالڪ هو. رئيس مرحوم جي وفات حسرت آيات سان، هڪ طرف مرحوم بلبل جي علمي آشياني جو چراغ اجهامي چڪو آهي، ته ٻئي طرف علمي ۽ ادبي دنيا ۾ اهڙو خال پيدا ٿيو آهي، جنهن جو پورجڻ مشڪل نظر پيو اچي.

مرحوم رئيس صاحب، سنڌ جي مردم خيز خطي، ميهڙ ۾، ١٥- ڊسمبر ١٩١٠ع تي تولد ٿيو. سندن ولادت به ان دور جي مشهور عالم دين، اهل الله ۽ مجذوب درويش، مولانا غلام محمد سوڍر رحه جي دعا سان وابسته آهي. مرحوم رئيس ضيا کان اڳ، مرحوم 'بلبل' کي ڪوبه ٻانهو اولاد ڪونه هو. مرحوم ضيا، مولانا مجذوب جي دعا سان، ٿئين گهر سان پيدا ٿيو. سندن نالو، سندن والد ماجد جي نالي، شمس الدين، سان نسبت قائم رکندي، ضياءالدين رکيو ويو. سندن اخلاقي ۽ روحاني، ظاهري ۽ باطني تربيت ۽ پالنا به ان درويش بزرگ ۽ مجذوب عالم مولانا غلام محمد جي زيرسايه ٿي، جنهن بزرگ کي عام طرح سان "ڏاڏو سائين" سڏيو ويندو هو.

رئيس ضيا، ننڍي وهيءَ ۾ ئي يتيميءَ جا ڏکيا ڏينهن ڏٺا. سندن والده ماجده سندن

لادت کان پوءِ جلدي وفات ڪئي، ۽ ٻاڻ اچا ۽ سالن جا مَس ٿيا تہ مرحوم بلبل بہ ڪين داغ مفارقت ڏيندي، ڪين يتيم ڪري انتقال فرمايو.

والدين جي وفات کان پوءِ، سندن تعليم ۽ تربيت جو ذمہ دارانہ فرض، جنهن خوش اسلوبيءَ سان ڏاڏي مجذوب ادا ڪيو، اهو حيرت جهڙو آهي.

ڏاڏو مجذوب ظاهر ۾ تہ نهايت مجذوبانہ ۽ درويشانہ انداز ۾ گوشہ گير رهندو هو، تنهن هوندي بہ رئيس مرحوم جي تعليم ۽ تربيت، خوراڪ ۽ پوشاڪ تي تمام گهڻو خيال ڏيندو هو.

ڏاڏو مرحوم ان دور جو وڏو عالم، فقيه ۽ صوفي هو. سندن علمي ڪمالات کان جتي مرحوم بلبل مستفيد ٿيو، اتي ڪيترا هندستاني عالم بہ سندن رهاڻ لاءِ ڪهي ميهڙ ۾ ايندا هئا، ۽ دقيق ۽ لاينحل ديني مسئلن تي سائن تبادلہ خيالات ڪندا هئا.

ان سلسلي ۾ مولانا ابوالفتح پاڻيپتيءَ جو نالو مشهور آهي، جنهن ڪيترن مسئلن، مثلاً بهشت ۽ دوزخ، آدم جي پيدائش ۽ بهشت مان خروج، وحي ۽ رسالت متعلق ڪيئي مسئلا ڏاڏي مجذوب کان حل ڪرايا هئا.

ڏاڏو مجذوب هميشہ گوشہ گير رهندو هو ۽ هفتي ۾ ٻہ-ٽي پيرا مس سڪل ۽ رُکي ماني کائيندو هو. صبح جو پنهنجي ڪوٺڙيءَ مان ٻاهر نڪري، بنگلي جي دروازي تي ويهي، مرحوم ضيا ۽ سندس سنگتين سان راند ڪيڏندو هو. ان ٻاراڻي مشغلي ۾، ڏاڏو مرحوم ٻارڙن کي جوئر جي ڪانن سان ٻاراڻا رانديڪا ناهي ڏيندو هو، ۽ ڪڏهن ڪڏهن گهوڙو بنجي، ٻارڙن کي پاڻ تي سواري ڪرائي ولدرائيندو هو. خاص طرح سان رئيس ضيا کي ڪلهن تي چاڙهي هروقت ڪڏائيندو گهمندو هو.

مرحوم بلبل جي وفات وقت، ڏاڏو مجذوب، رئيس ضيا کي ڪلهن تي چاڙهي، ميهڙ شهر کان ٻہ-ٽي ميل ٻاهر ڪٺي ويو. ان وقت فرمايائين:

"بابا! اڄ هت اهو آيو آهي، جيڪو ٻارن کي يتيم ڪندو آهي، جيڪو مائرن کي رنڙ زال سڏائڻ تي مجبور ڪندو آهي، جيڪو ڀيڻن کان ڀاءُ کسي وٺندو آهي، جيڪو مائرن کان پٽ کسيندو آهي، جيڪو گهرن مان خوشين جا چراغ وسائي ويندو آهي، جنهن جي اچڻ سان هر ماڻهو بيقرار ۽ اشڪبار ٿيندو آهي، جنهن جي اچڻ سان غم ۽ اندوه جي فضا طاري ٿي ويندي آهي، جنهن جي اچڻ تي ڪوبہ حيلو ڪارگر نہ ٿيندو آهي، جو ڪنهن بہ منٿ-منت ۽ سٽ-سٽاءَ تي هتان خالي واپس نہ ويندو آهي، جنهن هزارين گهر ويران ڪري ڇڏيا. بابا ضيا! اڄ، پاڻ هن گهر مان نڪري هلون، جيئن اهو پنهنجو ڪم پورو ڪري هليو وڃي!"

ڏاڏي مرحوم جي زير تربيت رهندي، اپريل ۱۹۲۱ع ۾ رئيس ضيا پنهنجي والد مرحوم بلبل جي برپا ڪيل انگريزي سڪول ۾ داخل ٿيو. اهو اسڪول اڄڪلهہ هاءِ اسڪول بنجي

چڪو آهي. رئيس ضيا مرحوم ميهڙ جي اسڪول ۾ فقط پنج درجا انگريزي پڙهيا، سي بہ ڏاڏي مجذوب جي ترغيب ڏيارڻ سان. سندس تعليم بہ ڏاڏي البيلائيءَ سان ٿي. صبح جو ساجهر نورن ڪان فارغ ٿي، ڏاڏي مجذوب جي ڪلهن تي چڙهي، اسڪول پهچندو هو: اتي موڪل ملڻ تائين، ڏاڏو مرحوم ڪلاس ۾ ويٺو هوندو هو. گرميءَ جي موسم ۾ مجذوب کين وِچڻو هڻندو هو.

ڪڏهن ڪڏهن ڪلاس ۾، اگر ڪو ماستر، اجايو سجايو، ڪنهن شاگرد کي چڙ ڀيندو هو، تہ پوءِ کيس ڏاڏو مرحوم سخت تنبيه ڪندي چوندو هو:

”ماستر صاحب! هي گلن ڦلن جهڙا ٻارڙا، ڪو ماءُ جي پيٽان علم ۽ ادب ڪونہ سکي آيا آهن. اگر سکيل ۽ پڙهيل هجن ها تہ پوءِ هوند هت اچڻ ئي ڪين ها! اوهان هنن کي سيکاريو ۽ پڙهايو، پر نڪو هنن کي ماريو، نڪو هنن کي گارگند ڪريو. هنن جي آه عرش تي وينديءَ آهي. ان کان بچو!“

رئيس ضيا جي تعليم جي سلسلي ۾، جڏهن اهو مسئلو پيدا ٿيو تہ رئيس ضيا انگريزي پڙهڻ ۾ ڪابہ دلچسپي نٿو وٺي، نڪو سبق ياد ٿو ڪري، تڏهن ڏاڏي مجذوب ان جو اهو حل پيدا ڪيو، جو پاڻ سنڌي-انگلش ڊڪشنري گهرايائون. ان کي ڏسي ۽ سمجهي، پوءِ مرحوم ضيا کي پاڻ سبق ياد ڪرائيندا هئا. ان لغت ۾ ڏاڏي مجذوب ايتري تہ مهارت حاصل ڪئي، جو پاڻ مرحوم ضيا کي آخر تائين پڙهائيندا رهيا، ايتريقدر جو اسپيلن لکڻ وقت اسڪول ۾ خود ماسترن کي بہ سمجهائيندا هئا. سندن ايتري رغبت ۽ توجهہ ڏيڻ سان مرحوم ضيا هميشه چڱا نمبر کڻي پاس ٿيندو هو. مزو اهو آهي تہ ڏاڏو مجذوب لغت هميشہ ابتي جهلي پڙهندو هو!

مرحوم 'ضيا' پنج درجا ميهڙ ۾ پاس ڪري، ڇهون درجو گورنمنٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي سان پاس ڪيو، ۽ ان کان پوءِ ميٽرڪ بہ اتيئي ڏنائين. ان کان پوءِ ڪاليج جي تعليم لاءِ مسلم يونيورسٽي، عليگڙهہ ۾ آگسٽ ١٩٣٠ع ۾ داخل ٿيو. اتي ١٩٣٨ع ۾ ايم. اي. ايل. ايل. بي جا امتحان، فرسٽ ڊويزن ۾، امتياز سان پاس ڪيائين.

عليگڙهہ ۾، ڏاڏي مجذوب جي تربيت ۽ تعليم تي، ان دور جي مشهور عالمن ۽ محققن ڊاڪٽر سيد ظفرالحسن ۽ پروفيسر محمد حبيب جو ڪافي اثر پيو.

ڊاڪٽر سيد ظفرالحسن هڪ جڳ-مشهور فلسفي ۽ عالم هو. ڊاڪٽر صاحب خاص طرح سان هيگل جي ”فلسفهءِ جدليات“ تي، الهن ٽن مشهور عالمن سان هڪ ليڪيو ويندو هو، جي ان دور ۾ پوري دنيا ۾ سَنَدَ طور تسليم ڪيا ويا هئا. رئيس 'ضيا' ان کان 'فلسفہ' ۾ تڪميل ڪئي. اهوئي سبب آهي جو سندن خيالات ۽ جذبات، تقرير توڙي تحرير تي، فلسفيانہ رنگ هڪڙي طرف، تہ ڏاڏي مجذوب جي اثر ڪري، مجذوبانہ ۽ قلندرانہ اثر ٻئي طرف، آخر تائين قائم رهيو.

ان سلسلي ۾ پروفيسر حبيب ۽ فلسفہ سياست تي عالمي شهرت جو مالڪ ۽ وڏو عالم هو، جنهن جي صحبت ۽ تعليم سان، پاڻ فلسفہ سياسيات ۾ تڪميل ڪيائين.

عليگڙهہ ۾ رئيس ضيا، نهايت شان ۽ عزت سان، تعلم پوري ڪري، جڏهن پنهنجي وطن، ميهڙ ۾ واپس آيو؛ تڏهن پنج سال ڪن، هتي جي مقامي مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ گذاريائين. سندن اهي پنج سال، سنڌ جي مشهور جيّد عالم، استاذ العلماء حضرت مولانا عبدالڪريم ديروي رحہ، جناب سيد حاجي علي اڪبر شاهہ صاحب، ۽ ٻين ميهڙ جي عالمن ۽ اديبن جي عارفانہ ۽ ادبي صحبت ۾ گذريا. اهو دور اسان ٻنهين جي شاعرانہ لو مشقي، مطالع ۽ تبادلہ خيالات جو سنگ بنياد ثابت ٿيو. انهن پنجن سالن جي عملي مشاهدي، ۽ وسيع مطالع جي دور ۾، سندن شاعرانہ طبع ۾ هڪ قسم جو نئين سر ذوق پيدا ٿيو. ان ذوق جي تڪميل جي سلسلي ۾، پاڻ پنهنجي والد ماجد جي نسبت سان 'بزم بلبل' کي قائم ڪيائون. ان 'بزم بلبل' جي مشاعرن ۾، سنڌ جا وڏا وڏا عالم ۽ شاعر شرڪت ڪندا رهيا، جن ۾ طرحي ۽ غير طرحي ڪلام پيش ڪيو ويندو هو.

رئيس مرحوم ضيا جي توجهہ ۽ انتظام هيٺ جمعيت الشعراء سنڌ پاران آل سنڌ ادبي ڪانفرنس بہ ٿي.

١٩٤٣ع ۾، سنڌ مسلم لا ڪاليج ڪراچيء ۾، منطق ۽ سنڌي ادب جا ليڪچرار ٿيا ۽ ان سان گڏ، ڪين بورڊنگ هائوس جو سپرنٽينڊنٽ ٿي ڀڻ ڪم ڪرڻو پيو؛ پر ڪجهہ وقت ڪان پوء، ڪن هنگامي ۽ سياسي اختلافن جي پيدا ٿيڻ تي، پاڻ استعفا ڏني، واپس ميهڙ ۾ آيا.

ڪجهہ وقت ڪان پوء، دادوء ۾ پهريائين اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر ۽ پوء ١٩٥٣ع ۾ دادو ضلعي جو پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو.

رئيس مرحوم اهو عهدو آخر تائين، مثالي نموني ۾ ماڻيو ۽ پنهنجي وفات کان اڳ ان تان استعفا ڏيئي، سال ـ اڌ آرام سان گذاريائين.

رئيس ضيا جي علمي ۽ ادبي خدمتن جي سلسلي ۾ ايترو چوڻ ڪافي آهي، تہ پاڻ "بزم بلبل" جو باني هو، ۽ ماهنامہ "اديب ـ سنڌ" جو ايڊيٽر رهي چڪو هو. دادوء ۾ "انجمن آفتاب ادب" جو صدر هو ۽ بارايسوسيئيشن ميهڙ ۽ دادوء جو سرگرم رڪن. "جمعيت الشعراء سنڌ" جو نائب صدر ۽ قلندر لال شهباز ميموريل ڪميٽيء جو سرگرم سرڪردو هو. آخري وقت ۾ هڪ هفتيوار اخبار "تنظيم عوام" (دادو) پڻ هلايائون.

رئيس مرحوم فلسفي ۽ دينيات جي فاضل هجڻ سان گڏ، هڪ مثالي نثر نگار پڻ هو. پاڻ سنڌيء سان گڏ، انگريزيء تي بہ استادانہ دسترس رکندو هو. سندس سنڌي ۽ انگريزي مضمون، سنڌ جي سيني روزانہ، سنڌي توڙي انگريزي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن.

سندن انگريزي مضمون "ڊان" ڪراچي ۽ "انڊس ٽائمس" حيدرآباد ۾ نهايت دلچسپيءَ سان پڙهيا ويندا هئا. ڏاڍي ضرورت آهي، اگر ڪو صاحب، اهي انگريزي ۽ سنڌي مقالا جمع ڪري، ڪتاب تيار ڪري.

رئيس مرحوم پنهنجي وجود مسعود جي حيثيت سان، هڪ انجمن هو. ونس هروقت عالم ۽ فاضل، اديب ۽ شاعر ايندا رهندا هئا، جن سان علمي ۽ ادبي، مذهبي ۽ ملڪي مسئلن تي تبادلہ خيالات ڪرڻ سندس پسنديده مشغلو هو. پاڻ جتي بہ رهيو، اتي علمي ۽ ادبي ماحول جو سرڪردو ٿي رهيو. علمي ۽ ادبي، تعليمي ۽ تهذيبي خدمت جي خيال کان رئيس مرحوم، هرجماعت، هرانجمن، هربزم ۽ هرمجلس جو روح-روان رهندو آيو. هميشه عالمن ۽ اديبن جي دلجوئي ۽ سرپرستي ڪيائين. هڙون وڙنون امداد ڪندي ڪونہ گسندو هو. سندس جهڙي هئي صورت تهڙي هئي سيرت! رئيس مرحوم هڪ وضعدار، خوش اخلاق، نيڪ انسان، خدا ترس، ۽ مذهبي خيالات جو پابند، پڪو ۽ سچو مسلمان هو. سندس نيڪ سيرت سان هزارن غريبن کي فائدو پهتو. ڪيترن بيروزگار هندن ۽ مسلمانن جو بار مٿس رهندو آيو. ان بار کي آخري گهڙيءَ تائين نباهيندو آيو. رئيس مرحوم ڪم آزار شخص هو. دوستن جو دوست هو ۽ دشمنن تي مهربان. ڪنهن دوست کي اگر ڪٿي بہ ڪا ناجائز تڪليف پهچندي هئي تہ هو بيقرار ٿي ويندو هو. دور دراز سفر ڪري هيڪر وڃي، انهن مشڪلاتن کي منهن ڏيندو هو. سندس دسترخوان هميشه ڪشادو رهيو. هڪ طرف وقت جا عالم ۽ فاضل، اديب ۽ شاعر سندس دسترخوان جي زينت رهيا، تہ ٻئي طرف امير ۽ پير، ليڊر ۽ ملڪي رهنما بہ سندس ميزبانيءَ جي شرف کان مستفيد رهيا. ميهڙ ۾ بلبل بنگلي جا دروازا هر آئي-وئي لاءِ کليل رهيا. ميهڙ ۾ جڏهن بہ ڪو ٻاهريون ماڻهو ايندو هو، اهو هڪ ڀيرو ضرور بلبل بنگلي تي مهمان طور رهايو ويندو هو. مهمان نوازيءَ جي سلسلي ۾ امير ۽ غريب جو ڪو بہ فرق نہ رکيو ويو حتاڪ، هندو ليڊر، وڪيل ۽ واپاري بہ اچي رهندا هئا. بلبل بنگلو گويا ميهڙ ۾ هڪ ادبي ۽ علمي مرڪز جي حيثيت رکندو هو، جنهن ۾ هروقت، علمي ۽ ادبي رهاڻ هلندي رهندي هئي. رئيس مرحوم ان رهاڻ لاءِ شمع محفل جي حيثيت رکندو هو. مدرسہ عربيہ ميهڙ جي عالمن ۾ بزرگن سان گڏ بلبل بنگلہ جي رهاڻ، اسان پنهنجي فڪر و نظر جي تربيت ڪئي.

مرحوم رئيس جي وفات، علمي ۽ ادبي دنيا ۾ هڪ اهڙو خال پيدا ڪيو آهي، جنهن جو پرجڻ مشڪل آهي. اسان هڪ راستباز ۽ صداقت شعار، رفيق، دوست، سرپرست ۽ هم وطن بزرگ کان وڇڙي چڪا آهيون، جو ڏاڍي مجذوب جي نالي واريءَ 'نسبت' سان، هميشه مون کي "بابا سائين" ڪري لکندو هو!

رئيس مرحوم، هڪ علمي ڪتبخانو پڻ ڇڏي ويو آهي، جنهن ۾ مرحوم بلبل جي دؤر جي قديم علمي ۽ فني ڪتابن ۾، پاڻ چڱو خاصو اضافو ڪيائين. سندس جمع ڪيل لئبرريءَ ۾

انگريزي، فارسي، اردو، سنڌي، عربي زبانن جا بيش بها شهپارا موجود آهن. ان طرح سنڌي، اردو ۽ انگريزي، علمي ۽ ادبي رسالن جو پڻ وڏو تعداد موجود آهي. سندن قانوني ڪتابن جو ذخيرو ان ڪان علاوه آهي. سندن فرزندن ۽ عزيزن لاءِ مناسب آهي ته هو رئيس مرحوم جي لئبرري، سندس علمي مقالن، اڻڇپيل مضمونن، شعر و شاعريءَ جي بياض وغيره ڪي 'باقيات الصالحات' سمجهي محفوظ ڪن. ائين نه ٿئي جو اهو ساري زندگيءَ جو گڏ ٿيل سرمايو سنڀال ڪان سواءِ ضايع ٿي وڃي.

رئيس صاحب مرحوم پنهنجي قبيلي ۽ خاندان جو پڳدار هو. سندس خاندان ۾ (اڳئين گهر مان) ٽي فرزند - مسٽر شمس الدين، صلاح الدين، ۽ رئيس نظام الدين - آهن، جي به اولادي آهن. سندن همشيره محترمه ۽ سندس پٽ، پوٽا ۽ ڏوهٽا آهن. رئيس مرحوم جون ٻه نيائيون آهن، جي به اولادي آهن ۽ سندن آخري اهليه به حيات آهي.

خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته سندن سارو ڪڙم ۽ ڪهول رئيس مرحوم جي روايات کي زندهه رکندو ٿو اچي، ۽ سندس فرزند پنهنجي لائق والد ماجد جي نقش قدم تي هلي رهيا آهن.

رئيس مرحوم کي پنهنجي جليل القدر والد مرحوم "بلبل" جي پاسي ۾، پنهنجي پاڙي واريءَ مسجد ۾ رکيو ويو آهي.

- دعا آهي ته رب ڪريم شال رئيس مرحوم کي مرهي ۽ جنت ۾ جاءِ ڏئي ۽ سندس پسماندن، سندن همشيره محترمه، ۽ ان جي اولاد، ۽ سندن فرزندن، ۽ سندن عزيزن رئيس قمرالدين، رئيس بدرالدين، ميان عبدالقادر، ميان غلام قادر، وڏيري الهڏني خان ٽيبي، ميان عبدالحق، رئيس فقيرمحمد، ۽ سيني عزيزن ۽ دوستن کي صبر جميل جي توفيق عطا فرمائي. (آمين) -غ. م. گ

## حضرت پير عبدالسّتارجان سرهندي.

هيءَ خبر سنڌ جي علمي ۽ ادبي مذهبي ۽ ديني حلقن لاءِ نهايت روح فرسا آهي ته "خاندان مجدديه" جي لکن مريدن ۽ عقيدتمندن جي پيشوا، ٽنڊي سائينداد جي مشهور بزرگان دين، حضرات سرهندي خاندان جي مشهور عالم ۽ فاضل، اديب ۽ شاعر، حضرت پير الحاج سائين عبدالستارجان سرهندي، ١٧- سپٽمبر ١٩٦٦ع مطابق ١- جمادي الثاني ١٣٨٦هه، داعي اجل کي لبيڪ چوندي، وفات فرمائي! انالله وانااليه راجعون.

سائين عبدالستارجان سرهندي پنهنجي انفرادي ۽ ذاتي وضعداريءَ جي حيثيت سان، سرهندي بزرگن ۾ شهره آفاق جو مالڪ هو. مرحوم علوم ظاهريه جي تڪميل ۽ تحصيل سان گڏ، علوم باطنيه ۾ به وڏي مقام تي فائز هو. وضعدار، نيڪ طينت، ديندار ۽ مرنج - مرنجان شخصيت جو مالڪ هو. ديني علوم ۽ روحاني معارف ۾ وڏو درڪ حاصل هوس. هميشه

خوش پوشاڪ ۽ خوش خوراڪ رهيو. عالمن ۽ اديبن جو جليس، شاعرن ۽ سخن سنج حضرات جو سرپرست، مريدن ۽ عام ماڻهن جو همدرد ۽ خيرخواهه ، نيڪ-صورت ۽ نيڪ-سيرت، اهڙو نہ ٿيو نہ ٿيندو!

سندس صورت نوراني، سيرت فقيراڻي؛ پوشاڪ اميراڻي ۽ باطن روحاني؛ هرخيال سان مجمع اوصاف هو. سندس ڪلام شيرين، گفتگو دلنشين، لب و لهجو نرم ۽ جاذب، طبيعت ۾ رقت، مزاج ۾ وسعت-اهي اهڙيون وصفون آهن جي مشڪل سان ڪنهن هڪ هنڌ نظر ٿيون اچن.

پيرصاحب هڪ روشن ضمير، جلوت پسند، سيّاح، معامله فهم ۽ نڪته سنج شخص هو؛ جنهن جي وجاهت ۽ شهرت کان هڪ طرف افغانستان جو شاهہ ۽ سعوديہ جو بادشاهہ، مصر جو شاهہ فاروق متاثر ٿيا، تہ ٻئي طرف هندستان جا وڏا وڏا نواب ۽ رياستن جا مالڪ راجائون ۽ رجواڙا بہ سندس صورت ۽ سيرت، معامله فهمي ۽ دوررس فيصلن ڪان متاثر ٿيا.

هڪ طرف شاهہ ايران ۽ شاهہ شرق اردن، حضرت پيرسائينءَ جي رهاڻ ڪان مستفيد ٿيا؛ تہ ٻئي طرف هندستان جا عظيم دانشور ۽ سياسي ليڊر، قائداعظم، مولانا آزاد، مولانا محمدعلي، مولانا شوڪت علي، مهاتما گانڌيءَ جهڙا جليل القدر ملڪي پيشوا بہ حضرت پيرسائينءَ سان متعارف رهيا.

جهان بيني ۽ زبانداني، جيئن تہ حضرات مجدديہ جو خاص رنگ آهي، حضرت پيرسائين ان جامع ۽ هم رنگ وصف جو واحد نمائندو هو. پاڻ سنڌي، اردو، فارسي، عربي، پشتو، بلوچي ۽ سرائڪي ٻوليءَ جا ڄاڻو ۽ ماهر بہ هئا ۽ شاعر بہ هئا. سندن ڪلام زياده تر عشقيہ شاعريءَ تي مشتمل آهي. ان سلسلي ۾ بہ پاڻ پنهنجن قديم بزرگن ۽ سلف صالحن ڪان جداگانہ رنگ جا حامل رهيا.

حضرت پيرسائين ڪيئي ڀيرا هندستان، ايران، افغانستان، عرب، عراق ۽ مصر جا سفر ڪيا؛ ان ڪري مسلم ملڪن جي حالات ۽ سياسي معاملات تي سندن نگاهہ نهايت وسيع بہ هئي ۽ عميق بہ هئي. سندن حلقهءِ احباب ۾، بادشاهن ۽ اميرن، وزيرن ۽ عالمن، شاعرن ۽ اديبن جو وسيع حلقو اچي ٿو وڃي. اهڙي مقبوليت هن کان اڳ ڪنهن بہ سنڌيءَ کي مشڪل ملي آهي. سندن گفتگو زياده تر شسته ۽ شائسته، پر ڪجهہ ظرافت ڏانهن مائل رهندي هئي. بذلہ سنج ۽ حاضر جواب بہ هڪڙائي هئا. ڪانئن ڪنهن بہ ظريف ۽ دانشمند، گفتگو ۾ ڪا ڳالهہ نہ ڪنئين آهي. پاڻ مجلس جا مور هئا ۽ سندن شخصيت وڏن وڏن عالمن ۽ پيرن جي موجودگيءَ ۾ بہ نمايان رهندي هئي. وڏا وڏا فرعون ۽ هامان بہ سندن اڳيان جهڪندي ڏٺا ويا. پاڻ ديني حميّت ۽ اخوت جي سلسلي ۾ بہ پنهنجو مٽ پاڻ رهيا.

پيرصاحب جن حرمين جا خادم ۽ محب" هئا. ذڪر جي حالت ۾ پاڻ هزارين مڻ اناج ۽ لکين رپيا، قحط زده ماڻهن لاءِ، حرمين پهچائي چڪا هئا.

سندن شاعري ٻه نهايت لذيذ آهي. شاعريءَ جي فن ۾، پاڻ روايت جا ايترا پابند نه رهيا. هن فن ۾ سندن جدت ۽ ندرت اها هئي جو پاڻ تشبيهات جو اهو حصو، جنهن ۾ شاعر سڳورا، معشوق کي ڪافر، چنگيز، ظالم، ستمگر، ٻت - ٻيپرو، رهزن - ايمان، بيوفا، ڪج ادا سڏين ٿا، سو رد ڪري ڇڏيائون. فرمائيندا هئا:

”هي عجيب ستمگري آهي! محبوب ۽ معشوق کي ستمگر ۽ چنگيز، بيوفا، ڪج ادا چوڻ ڪو مناسب آهي؟ محبوب ۽ معشوق جي هر ’ادا‘ محبوب آهي! محبوب سرتاپا محبوب آهي! اهو عاشق ناهنجار گستاخ آهي، جو محبوب مان عيب ٿو ڪڍي، ۽ ڪيس مشهور سفاڪ ۽ ظالم چنگيز سان تشبيهه ٿو ڏئي! ’ٻرينءَ جي ٻار جي، مڙئي مٺائي!‘ ڏسو ته سنڌ جي عارف جي ڪيڏي نه ڪهڙي نگاهه آهي! بابا، مون ته ڪڏهن به پنهنجي ’محبوب‘ کي ستمگر نه سڏيو آهي!“

مون کي ياد آهي ته سائين ميران محمد شاهه وٽ هڪ رهاڻ ۾ جڏهن اها گفتگو نڪتي، تڏهن مون کين عرض ڪيو، ”حضرتا! پلا ڪو اهڙو ڪلام ته ٻڌايو، جنهن ۾ ’محبوب‘ سان خطاب بيحجاب ڪيو ويو هجي!“ پاڻ فوراً فرمايائون: (ڪڙڪ آواز ۾، ڳاف تي زير ڏيندي، ۽ ڪلندي).

”ڪرامي صاحب، اوهان اسان جا پيارا دوست ۽ سخن سنج آهيو. اوهان جي تعريف حضرت حافظ هاشم جان صاحب کان ٻڌي اٿم. اسدالله شاهه ۽ ٻيا ٽکڙائي سادات اوهان جو گهڻو ذڪر ڪندا آهن. حضرت مخدوم صاحب جي خاص احباب ۾ شمار ٿيو ٿا. اسان شاعري به جواليءَ ۾ ڪئي. بهرحال، تفنن طبع لاءِ ڪافي پڌائيندس ۽ نه امتحاناً.“ سائين ميران محمد شاهه جي هڪ خوشگوار ٽهڪ کان پوءِ، سائين ستارجان هيءَ ڪافي پڌائي:

لهه سندم سهڻا سنيار، نينهن ٿو مون کي نهوڙي!
قول جي مون سان ڪيا تو، ٻرت سان پيمان پار،
وصل جا وعدا ڪري پوءِ، تون وري سي ناوسار... ماريو مون کي وڇوڙي!

آخري شعر آهي:

آءُ نه هڪ آهيان اڪيلي، عشق ۾ عاجز اپار،
منجهه انهيءَ ميدان ماريا، ٻرهه بيحد بيشمار... ’پير‘ جهڙا ڪئين ڪروڙي!

اها ڪافي پنهنجي اسلوب ۾ فن جي لحاظ سان نهايت لذيذ به آهي ۽ معياري به آهي. سندس زبان سادي ۽ سليس سنڌي آهي. ان ۾ تجنيس حرفي جي مراعات به آهي. ان کي ڏسي، ائين ڪو به نه سمجهندو ته هيءَ ڪافي هڪ اهڙي شخص جي آهي، جنهن کي هڪ نه پر ست زبانون آهن! جنهن وٽ رات ڏينهن عربي، فارسي، پشتو زبانن ۾ گفتگو هلي ٿي!

اها ڪافي پوري ٿي ته سائين ميران محمد شاهه فرمايو، ”آهو! ڪلام پڙهايو!“ ’آهو‘ پڙهي مون ڪٿي چپ ڪئي. پير سائين فرمايو: ”گرامي صاحب، هاڻي جواب ترڪي به ترڪي! رلج له ٿينداؤ!“ مون عرض ڪيو: ”له له ارشاد!“
فرمايائون:

محبوب ماه صورت، ڪو بيوفا نه آهي،
ساٿا ميٺي جا آهن، ليڪن جفا نه آهي.

شاعر شڪايتون ٿا پيجا ٻڌن گرامي، دراصل دلبرن ۾ ڪائي خطا نه آهي.
تشبيهه تنهنجي قد جي شمشاد ساڻ ڪن ٿا، شمشاد ۾ ٽلڻ جي توصيف ڪا نه آهي.
تنهنجي مٺن چپن کي مرجان پيا چون ٿا، مرجان ۾ لطافت، سيتناج سا نه آهي.
ڪنهن دم چون ته آهي، پيارو پريءَ جو پيڪر، ليڪن پريءَ ۾ اهڙو نازو ادا نه آهي.

ان ڪان پوءِ فرمايائون ته ”پهرئين شعر ۾ مون هينئر-’گرامي‘ چئي اوهان کي مخاطب ٿيو آهيان، ورنه اتي ’مدامي‘ آندو اٿم.“ ان ڪان پوءِ به ڪافي وقت تائين رهاڻ هلندي رهي.

هڪ ٻيري رهاڻ ۽ صحبت ۾ وحدت الوجود تي گفتگو نڪتي. مون ڪين ڪجهه دلائل پيش ڪيا. پاڻ اڪيون ٻوٽي ٻڌندا رهيا. مون جڏهن چپ ڪئي، تڏهن پاڻ اکيون کولي، ڪيلي ڏنائون. فرمايائون، ”مولوي صاحب، شيخ ابن عربي ڪان ڪافي متاثر آهيو. چا؟ ’مڪتوبات مطالع ڪين ڪئي اٿو؟‘ حضرت مجدد فرمائي ٿو:

مارا نص“ درڪار است، نه ڪه فص“!“

ائين چئي، پاڻ وحدت الشهود جا دلائل پيش ڪرڻ شروع ڪيائون. ان رهاڻ ۾ پاڻ قرآن، حديث، اقوال سلف، بالخصوص حضرت مجدد رحه جي مڪتوبات مان، شواهد ۽ دلائل پيش ڪندا رهيا. ان تقرير دلپذير ٻڌندي، ائين معلوم ٿيو ته ڪو علم ڪلام جو استاد، شاگردن کي درس پڙهائي رهيو آهي. سندن دلائل ۾ ڪابه سختي ۽ ڪج بحثي نه هئي. کلندي ۽ مرڪندي بحث ڪندا رهيا. سندن دقيق نگاهه ۽ وسعت مطالع کي ڏسي، آءٌ ته دنگ رهجي ويس. مون سائين حافظ هاشم جان ڪان سواءِ، ٻيو ڪو به ان پايه جو متڪلم ۽ عالم دين نه ڏٺو آهي!

سائين ميران محمد شاهه جي چهلم تي، دسترخوان تي ويٺي، فرمايائون:

”گرامي صاحب، اوهان جو ميران محمد شاهه تي لکيل وفيات پڙهيم. تمنا ٿو ڪريان ته مان به جلدي مري پوان ته مَنَ مون تي به لکو!“

ان تي، قاضي غلام مصطفيٰ، رٽائرڊ ڪليڪٽر ۽ عزيزم محبوب علي چنا صاحب، ٽهڪ ڏيئي ورائيو:

سائين، اوهان اڄ کٽي پاڻ کي مرحوم سمجهو ته گرامي صاحب لکي! فوراً فرمايائون:

”تڪلف سان پيدا ٿيل تحرير ۾ روح نه رهندو.
روح تڏهن ٿيندو جڏهن منهنجو روح نڪري!“

بهرحال، اهي عجيب غريب لطائف ۽ ظرائف آهن، جي هن وقت دل تي تري آيا آهن. سندن شعر و شاعريءَ جي سلسلي ۾، چند اشعار پيش ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان. سندن جهان بيني ۽ مشاهدي ۽ تجربي جو شاهڪار ملاحظه ڪريو:

جڏهن جاچي ڏٺم، ساري خدائي،
نظر مون کي فقط هڪ ڳالهه آئي.

ڪمينن ۾ وفاداري نه آهي، اصيلن ۾ نه آهي بيوفائي.
ٻه چيزون، ٻن ۾ خالق ڪين خلقيون، چڱن ۾ بد ۽ بڇڙن ۾ چڱائي.
ڪمينا قرب ڪن، ظاهر زباني، اندر هڪڙي، ٻهر ڪن، ٻي ٻيائي.
ڪمينن سان نه رکجي قرب قلبي، ڪرڻ گهرجي نه تن سان آشنائي.
پري رهجي، نه رکجي پيار تن سان، نه آهي چال ۾ جن جي چڱائي.
ڪجي قربان پنهنجي جان، تن تان، رکن جي صاف سهڻا ٿا سچائي.
پڇاڻان تجربي، هي شعر جوڙيم، زماني زهر جي چڻشي چکائي.

محبوب کي ٿا چون:

مشتاق يارَ موهين، بانڪن پنين ۾ چا ٿئي؟
ونگيو وٺي ويچارا، ڪارن ڪنين ۾ چا ٿئي؟

آبِ حيات ناهين، ڪوثر به ڪين ليڪن، بخشين ٿو زندگاني، لعان لبن ۾ چا ٿئي؟
ظاهر ۾ ماهه وانگر، گرچه پرن ٿا ليڪن، نارن هنيون سينيءَ سان، ڳاڙهن ڳلن ۾ چا ٿئي؟
اسرار عشق وارا، محبوب پاڻ چائي، بو'پير' چو پڇين ٿو، اهڙن ڪمن ۾ چا ٿئي؟

بهار جي آمد تي، حضرت پير سائين، هن طرح ٿو محبوب سان خطاب فرمائي:

آيو بهار ٽيڙو تازو چمن دوباره،
سيراب ٿيا بخوبي، سر و سمن دوباره.

چوڌار اڄ چمن ۾، ڪيا چهچهاٽ چيهن،
بلبل، گلن ڦلن تي ٿي نغمزن دوباره،
مٺ ڪونه آهه ڪو گل، محبوب ساڻ منهنجي،
ڦاڙيو گلاب جي گل، ڏس پيرهن دوباره.
ساهان پيا نظارا، تو لئي ٿيا نگارا،
ايندين ڪڏهن پيارا، پنهنجي وطن دوباره.

هي آهي پير سائينءَ جو سنڌي ڪلام. هتي فارسي، عربي ۽ پشتو ڪلام ڏيڻ طوالت جو سبب ٿيندو. سندن ڪلام جي رنگيني ۽ پختگي، سندن قادرالڪلام ۽ مشتاق استاد هجڻ جي شاهد آهي.

آخر ۾ سندن هڪ عجيب غريب واقعو بيان ڪريان ٿو. سائين عبدالستار جان سرهندي رحه جي زندگيءَ ۽ ان جي عجائبات ۾ هي واقعو شمار ڪيو وڃي ٿو ته ڀاڻ، ٽکڙائي سادات جي بزرگن جي 'وفات' تي هميشه موجود رهيا. حالانڪ پاڻ سياح ۽ سيلاني هئا. ڪڏهن ڪراچي

۽ ڪڏهن لاهور، ڪڏهن طهران ۽ ڪڏهن بغداد، ڪڏهن بيروت ۽ ڪڏهن قاهره، ڪڏهن دهليءَ ۽ ڪڏهن ڪوئٽيا! پر اها عجيب حقيقت آهي ۽ ٽکڙائي سادات جي اهڙي غم و الدوه جي موقعي تي پاڻ لازمي طور هت ئي موجود هوندا هئا. ٨٥ سالن جي عمر تائين، سندن اها روايت قائم رهي. اها ڄڻ گويا سندن هڪ زنده ڪرامت چئبي!

پاڻ حضرت خواجه حسن جان سرهندي رحه جا ٻيو نمبر فرزند هئا ۽ ١٣١١هه ۾ ٽکڙ ۾ ڄاوا. حضرت سائين وڏي، خواجه عبدالرحمان جان رحه کين ڪُلهن تي کڻي ڪڍايو، ۽ ناز سان پاليو.

پاڻ آخري وقت ۾، ڪابل مان آيا هئا. کين اوچتو دل جي شڪايت پيدا ٿي. باوجود علاج جي، پاڻ صحتمند نه ٿيا ۽ حيدرآباد، ميمڻ اسپتال ۾ وفات ڪيائون. کين پنهنجن بزرگن جي پرسان، "مقبره شريف" ٽکڙ ۾ آرامي ڪيو ويو. سندن عمر ٨٥ سال هئي. هن جانڪاه صدمي ۾، اسان حضرت شاه آغا، حضرت حافظ هاشم جان سائين، ۽ سندن فرزندن فاروق جان ۽ صديق جان ۽ سندن عزيزن مريدن سان شريڪ غم آهيون. دست بدعا آهيون ته رب ڪريم شال کين مرحوم، ۽ جنت ۾ جاءِ نصيب ڪري، ۽ سندن پسماندن، بزرگن، پائرن، اولاد ۽ مريدن کي صبر جميل جي توفيق عطا فرمائي. -غ. م. گ

## علامه آقاي سعيد نفيسي

علمي دنيا لاءِ، هيءَ خبر نهايت اندوهناڪ آهي ته ايران جي وڏي محقق ۽ عالم، نقاد ۽ ماهر تعليم، علامه سعيد نفيسيءَ ١٤- نومبر ١٩٦٦ع تي وفات ڪئي آهي! اناالله وانا اليه راجعون.

علامه سعيد نفيسي، پنهنجي جامع خصوصيات جي لحاظ سان، بين الاقوامي شهرت حاصل ڪري چڪو هو. جديد ايران جي علمي ۽ فڪري ارتقا جي سلسلي ۾ علامه مرحوم جون علمي ۽ ادبي خدمتون بلند مقام حاصل ڪري چڪيون آهن.

علامه مرحوم ابتدائي تعليم پنهنجي وطن ۾ حاصل ڪئي ۽ اعليٰ تعليم طهران، پئرس ۽ سئٽزرلئنڊ ۾ مڪمل ڪئي، ۽ انهن يونيورسٽين ۾ وڏي امتياز سان پنهنجي علمي تحقيق کي تڪميل تي پهچايائين.

يورپ مان واپس اچڻ کان پوءِ، طهران يونيورسٽيءَ ۾ تاريخ، جاگرافي، فارسي ادب ۽ لسانيات جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو. ان سان گڏ "ڪاليج آف لا" ۾ به پروفيسر جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهيو.

ڪجهه وقت کان پوءِ، ڪابل يونيورسٽيءَ جي تقاضا تي پاڻ ڪابل ۾ آيو، ۽ اتي به پروفيسر ٿي ڪم ڪندو رهيو.

علامه سعيد نفيسيءَ جي عالمي شهرت کان متاثر ٿي، دنيا جي وڏن علمي مرڪزن ۾ کيس وقت بوقت دعوت ڏيئي گهرايو ويو. علامه مرحوم ان علمي سفر ۾ لنڊن، برلن، پئرس، ميونچ، روم، واشنگٽن کان سواءِ، الهه آباد، بمبئي، بنارس، پٽنا، ٽروينڊرم، حيدرآباد دڪن، دهلي، علي ڳڙهه، ڪلڪتي، مدراس ۽ ناگپور يونيورسٽين ۾ به عالمانه ۽ فاضلانه ليڪچرس ڏنا.

ان سلسلي ۾ پاڪستان ۾ ٻه ڀيرا آيو. ڪراچي، حيدرآباد سنڌ، لاهور، پشاور، ڍاڪا، راج شاهي، يونيورسٽين ۾ ٻه علمي ۽ ادبي تقريرون ڪيائين.

ان کان پوءِ ڪجهه عرصو بيروت جي سينٽ جوزف ڪاليج ۾ پروفيسر ٿي ڪم ڪرڻو پيو.

سندس تصنيف ۽ تاليف، ۽ درست ڪيل ڪتابن جو نه فقط معيار بلند آهي، پر تعداد به ڪافي آهي. سندس تصنيفات جو انداز ۲۴۰ آهي. سندس مقالات، جي فارسي زبان ۾ شايع ٿي چڪا آهن، تن جو انداز ۶۰۰ کان وڌيڪ آهي. سندس علمي ۽ محققانه مقالات ڪيترن جلدن ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

ان کان سواءِ يورپ ۽ ايشيا ۾ فرينچ، انگريزي، عربي، روسي، اردو، آرمني ۽ ترڪي زبانن ۾، سندس ۱۵۰ کان وڌيڪ مقالا شايع ٿي چڪا آهن.

سندس علمي ۽ فني خدمتن جو اعتراف نه فقط جديد ايران جي محققن ڪيو آهي؛ پر ان کان ٻاهر يورپ جي مستشرقين به سندس تحقيق مان استفادو ڪيو آهي. يورپ جا وڏا وڏا محقق، سندس مقالات ۽ تحقيقي ڪتابن مان گهڻو ڪجهه حاصل ڪري چڪا آهن. علامه جي ذات هڪ علمي سَنَد جي حيثيت سان علمي دنيا ۾ وڏي مقام تي فائز تصوّر ڪئي ويئي آهي.

علامه مرحوم نهايت ساده دل، اهل نظر، صوفي منش ۽ مرنج مرنجان شخصيت جو مالڪ هو. کيس ايراني ثقافت ۽ تهذيب جو نمايندو ڪري تسليم ڪيو ويو هو.

علامه مرحوم ٻه-ٽي ڀيرا، سنڌ يونيورسٽيءَ جي دعوت تي پڻ آيو هو، ۽ هتي سنڌ يونيورسٽيءَ جي فارسي شعبي جي اهتمام هيٺ سندس تقريرون پڻ ٿيون.

علامه مرحوم کي هت حيدرآباد يونيورسٽيءَ ۾ ٻه-ٽي ڀيرا ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جو شرف پڻ حاصل ٿيو. علامه صاحب هڪ طرف علامه اقبال جي فلسفي ۽ نظريات کان متاثر نظر آيو ۽ ٻئي طرف سنڌي ادب ۽ تصوف متعلق به متعارف هو.

علامه صاحب جي خدمت ۾ جڏهن مثنوي مولانا روم جي مڪمل ترجمي جو سيٽ پيش ڪيو ويو، تڏهن حيران رهجي ويو. مولانا دين محمد "اديب" فيروز شاهيءَ کي تحسين ۽ آفرين چوندي فرمايائين:

"سنڌي زبان جي اها سعادت آهي، جنهن ۾ مثنويءَ جو ترجمو، مڪمل ٿي سگهيو آهي.
ان مان ثابت ٿو ٿئي ته سنڌي زبان، سرمايهء الفاظ ۽ تنوّع جي لحاظ سان، اهڙي بلندپايه ۽ شاهوڪار زبان آهي، جنهن ۾ مثنويءَ جا دقيق ۽ فلسفيانه مسئلا، ترجمو ٿي سگهيا آهن."

ان کان پوءِ فرمايائين:

"مولانا صاحب! اوهان مون سان گڏجي، ايران هلو، آتي اوهان جو وڏو قدر ٿيندو...!"

علامه سعيد نفيسيءَ، اهو ذڪر، پنهنجي هڪ فارسي مقالي ۾ پڻ ڪيو آهي. بهرحال، علامه جي وفات نه فقط فارسي ادب لاءِ، پر پوري علمي دنيا لاءِ هڪ دکدائڪ حادثو آهي. سندس علمي شخصيت تي پوري دنيا جا عالم ۽ فاضل اشڪبار آهن.

سندس پسماندن مان ٻه پٽ ۽ ٻه نياڻيون آهن. دعا آهي ته رب ڪريم شال کيس مرهي ۽ جنت نصيب ڪري. -آمين -غ. ر. گ.

# علمي، ادبي ۽ ثقافتي سرگرميون

## اعزازي ڏگريون

(سنڌ يونيورسٽي نيو ڪئمپس، ڄامشورو: ٤-مئي ١٩٦٦ع)

گذريل ٤-مئي ١٩٦٦ع تي، سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪانووڪيشن جي شاندار تعليمي تقريب ۾ واديءِ سنڌ جي ٻن جليل القدر فرزندن - حضرت علامه آءِ. آءِ. قاضي ۽ مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي - جي خدمت ۾ سندن ملڪي، ديني، ادبي، علمي ۽ تعليمي خدمتن جي اعتراف طور، ”ڊاڪٽر آف لا“ جون اعزازي ڏگريون، وائيس چانسلر سنڌ يونيورسٽي، پروفيسر حسن علي عبدالرحمان، پاران پيش ڪيون.

ان تقريب ۾ اعليٰ تعليمي ماهرن، پروفيسرن، ڊاڪٽرن، ليڪچرارن، شاگردن، معزز شهرين، عالمن، اديبن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي.

جڏهن علامه صاحب ۽ ڀٽي صاحب کي تعليمي سربراهن جي جلوس ۾ ڊائيس تي آندو ويو، تڏهن سڀني ماڻهن بيهي، سندن آجيان ڪئي.

ان موقعي تي علامه صاحب جن هڪ بصيرت افروز تقرير ڪرڻ فرمائي، جنهن ۾ اسلام ۽ نظريءِ تعليم متعلق عالمانه ۽ فلسفيانه انداز ۾ گفتگو ڪئي ويئي آهي. (اها تقرير، هن ئي پرچي ۾ شايع ڪئي ويئي آهي).

اسان سندن خدمت ۾ دلي خلوص ۽ محبت سان تهنيت پيش ڪريون ٿا.

## لطيف جي ٢١٤ساله ورسي

(ڀٽشاهه: ٤، ٥-جون ١٩٦٦ع)

سنڌ جي سداحيات صوفي شاعر، شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جي ٢١٤ ساله ورسيءَ جون مختلف تقريبون، مشاعرو، سيمينار، راڳ ۽ مقالن جي نشست نهايت خوش اسلوبيءَ سان منعقد ٿيون، جن ۾ هزارها ماڻهن ذوق شوق سان حصو ورتو.

هن ورسيءَ جو افتتاح، ڊويزنل ڪمشنر، جناب مسرور حسن خان ڪيو، ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب، علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جو پيغام پڙهيو. ڪمشنر صاحب فرمايو ته:

”شاهه هڪ عالمگير امن ۽ صلح جو پيغامبر آهي. سندس ڪلام، اسلام جي صحتمند ۽ ترقي پذير قدرن جو حامل آهي، ان کي دنيا جي مکيه علمي زبانن ۾ ترجمو ڪرڻ گهرجي.“

ان سلسلي ۾ ساڳئي ڏينهن هڪ سيمينار، 'شاهه ۽ اسلامي قدر'، جي موضوع تي، پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه ڊائريڪٽر تعليمات سنڌ جي صدارت ۾ ٿي گذريو. ان ۾ محترم محبوب علي چنا، عبدالرحيم ڏيتو، عبدالعلي قلباڻي، مسٽر شفيع محمد ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر ۽ آغا عبدالنبيءَ بهرو ورتو. صدارتي تقرير ۾، صدرصاحب، شاهه ۽ سنڌس فن متعلق بصيرت افروز تقرير ڪئي ۽ ٻڌايو ته ”لطيف جي فن، انسانيت جا قدر، اسلامي نظام جي ماتحت پيش ڪيا آهن.“

راڳ ۽ رنگ جي محفل ۾، ريڊيو پاڪستان جي فنڪارن ۽ ٻين اهل ذوق فنڪارن حصو ورتو. هيءَ نشست رات جو ٻئين بجي تائين هلندي رهي.

ڪارروائي جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب، سيڪريٽري ڀٽشاهه ڪلچرل سينٽر هلائي، ۽ سينٽر جي علمي ۽ فني خدمتن تي روشني وڌي.

## مرزا قليچ بيگ جي ورسي

(ٽنڊو ٺوڙهو، حيدرآباد: ٣-جولاءِ ١٩٦٦ع)

سنڌي زبان جي عظيم محسن، اديب، شاعر، ڊراما نگار، مترجم مرزا قليچ بيگ جي ياد ۾، گذريل ٣- جولاءِ ١٩٦٦ع تي، 'لطيف لٽريري سوسائٽي' ۽ 'لطيف لئبريري' جي گڏيل ڪوشش سان شاندار ورسي ملهائي ويئي؛ جنهن جي صدارت، مسٽر قطب علي شاهه حسيني، چيئرمن ميونسپل ڪميٽي حيدرآباد ڪئي.

شام جو مرحوم جي مزار تي گلن جي چادر چاڙهڻ ۽ فاتح خواني ڪان پوءِ، 'باب قليچ' (ٽنڊي ٺوڙهي) جي اسٽيج تي ادبي ڪانفرنس شروع ٿي. جلسي ۾ شهر جا ڪافي عالم، اديب، شاعر، پروفيسر، شاگرد ۽ ادب ذوق موجود هئا. تقريرن جي سلسلي ۾، مولانا غلام محمد ”گرامي“ ضياءُ الله غلام علي، پروفيسر محبوب علي چنا، پروفيسر خواجا غلام علي الانا، جان محمد جمالي ۽ عبدالعلي قلباڻي، مرزا قليچ بيگ جي سوانح ۽ خدمتن تي ڪافي روشني وڌي.

ان بعد مشاعري جي محفل ۾ - شمشير الحيدري، مرزا قمر علي حيدري، مرزا اسد بيگ، مرزا اجمل بيگ، مرزا اڪمل بيگ، عباسعلي بيگ، سلطان حيدر ۽ قمر ڪوهستانيءَ بهرو ورتو. راڳ جي محفل ۾ فقير عبدالغفور ۽ بلاول بيلجي، مرزا صاحب مرحوم جون ڪافيون پيش ڪيون.

آخر ۾ فيچر، ڊراما ۽ ٽيبلو اسٽيج ڪيا ويا.

سوسائٽي ۽ لئبريريءَ جي ڪارپردازن - قاضي غلام نبي ۽ نثار حسيني - جي سرجوشيءَ سان ورسيءَ جو اهتمام ٿيو.

## سنڌي ادبي رهاڻ

(هالا نوان: ٩- جولاءِ ١٩٦٦ع)

”هالا اسٽوڊنٽس فيڊريشن“ جي اهتمام سان، سروري اسلاميه ڪاليج هالا جي آڊيٽوريم ۾، گذريل ٩- جولاءِ ١٩٦٦ع تي هڪ ”سنڌي ادبي رهاڻ“ رچائي ويئي، جنهن جي صدارت

محترم شمشيرالحيدريءَ ڪئي ۽ پنهنجي تقرير ۾ سرزمين هالا جي بزرگن، عالمن، شاعرن جي علمي خدمت جي ذڪر سان گڏ، شاگردن جي هوڙين ادبي رهائين جي انعقاد کي ساراهيو.

سليمان شيخ ۽ جام ساقي جي مضمونن پڙهڻ بعد، مشاعري جي محفل ۾ - شمشيرالحيدري، 'پرواني' پٿي، پريو 'ناشاد'، جام 'ساقي'، جهامراء نثرائي، رفيق ميمڻ، 'شاد' هالائي، محڪم 'بسمل'، يوسف حفيظي، جان محمد 'جان' ۽ ٻين ڪيترن مقامي شاعرن حصو ورتو. ۽ رات جو ١١ بجي رهاڻ پوري ٿي.

فيڊريشن جي ڪارڪنن - علي محمد ميمڻ، محمد اسماعيل ميمڻ ۽ رفيق ميمڻ ۽ سندن دوستن جي سرجوشيءَ سان رهاڻ ڪامياب رهي.

## ٢- سنڌ ثقافتي ڪانفرنس

(پيداپور، ضلعو دادو: ١- آگسٽ ١٩٦٦ع)

"بزم صوفياءِ سنڌ" جي ثقافتي ڪانفرنسن جي سلسلي جي "٢- سنڌ ثقافتي ڪانفرنس"، گذريل ١- آگسٽ ١٩٦٦ع تي، داد شهيد عليه الرحمت جي ميلي ۽ عرس جي موقعي تي، درگاهه (نزد پيداپور، ضلعو دادو) تي اعليٰ پيماني تي منعقد ڪئي ويئي، جنهن جي صدارت سيد غلام حيدر شاهه ڪريمي، سجاده نشين درگاهه شاهه ڪريم بلڙي شريف ڪئي. (١- ثقافتي ڪانفرنس، ٽٽي ۾ ٢٣- جون ١٩٦٦ع تي ملهايل)

تربت تي گل چاڙهڻ کان پوءِ، اگڻ ۾، رات جو ٩- بجي ڪانفرنس شروع ٿي. سيد يارمحمد شاهه لڪياريءَ جي مرحبائي تقرير کان پوءِ، محترم جي. ايم. سيد (بزم جي روح روان) افتتاحي خطبو پڙهيو.

مشاعري ۾ شيخ اياز، شمشيرالحيدري، پرواني پٿي، فتاح ملڪ، الطاف عباسي، سيف پنوي ۽ ٻين بهرو ورتو.

هن ڪانفرنس ۾ ڪافي عالم، اديب ۽ شاعر موجود هئا - محترم جي. ايم. سيد، شيخ اياز، محمد ابراهيم جويو، شمشيرالحيدري، غلام رباني، پروفيسر الانا، قاضي فيض محمد، حفيظ قريشي، رسول بخش پليجو، حميد سنڌي، محمد عثمان ڏيپلائي، جمال رند، پروانو پٿي، فتاح ملڪ، الطاف عباسي، پريو ناشاد، معصوم هالائي، نور عباسي، حيدرعلي ٽالپر، پيڙو فقير ۽ رشيد صابر وغيره.

ماني کائڻ کان پوءِ راڳ جي محفل شروع ٿي. فقير عبدالغفور ۽ زرينه بلوچ کان سواءِ، مقامي فنڪار رات جو ٣ بجي تائين محفل مچائيندا رهيا. ۽ هزار- ڏيڍ سامعين ڪانفرنس ۾ موجود رهيا.

## اردو - سنڌي مشاعرو

(ٽنڊو محمد خان: ۱۴- آگسٽ ۱۹۶۶ع)

يوم آزاديءَ جي سلسلي ۾ "بزم - ادب" ٽنڊي محمد خان طرفان، ۱۴- آگسٽ ۱۹۶۶ع تي، سنيزن ڪلب ۾ هڪ اردو-سنڌي مشاعرو، شاندار نموني منعقد ٿيو، جنهن جي صدارت مسٽر يوسف جمال، اسسٽنٽ ڪمشنر ٽنڊو ڊويزن ڪئي.

محفل ۾ 'پرواني' پٽي، 'فدا' سرهيي، شوق سنڌي، 'مسڪين' ملاڪاتياري، پيربخش 'پياسي'، 'پرواز'، 'سيف' پنوي، مشهود 'انور'، 'برگ' يوسفي، محمود صديقي، شاد ٻهنوي ۽ مقامي شاعرن ڀرپور حصو ورتو.

۴-۵ ڪلاڪن جي يادگار محفل کي هزار کن شهرين ٻڌو، جن ۾ آفيسر، پروفيسر، شاگرد، ادب ذوق وغيره هئا.

## پيو ڪل سنڌ ٻار ڪنوينشن

(بسنت هال، حيدرآباد: ۱۴- آگسٽ ۱۹۶۶ع)

گذريل ۱۴- آگسٽ تي، بسنت هال ۾، سنڌي ٻارڙن جو هڪ دلچسپ ڪنوينشن، زيراهتمام، روزانه "عبرت" حيدرآباد جي ٿي گذريو: جنهن ۾ شهر جي ننڍن ٻارڙن ۽ سنڌ جي مختلف ڳوٺن ۽ شهرن مان پهتل ٻارڙن جي وڏي تعداد کان سواءِ، ڪافي عالم، اديب، شاعر ۽ شاگرد موجود هئا.

صبح جو ۱۰ بجي، سجايل ۽ سينگاريل بسنت هال ۾، جناب پروفيسر حسن علي عبدالرحمان، وائيس چانسيلر سنڌ يونيورسٽيءَ، "۲- ڪل سنڌ ٻار ڪنوينشن" جو افتتاح ڪيو. پوءِ بن بيٺڪ "ادبي رهاڻ" جي صدارت سنڀالڻ کان پوءِ، پير مظهرالحق "گل" ("ماما موجي"— ٻارڙن جي ٻاري- روزانه "عبرت") وائيس چانسيلر کي مرحبا چوندي، استقباليه خطبو پڙهيو. ان بعد ڪافي ٻارڙن، دلچسپ ۽ معصومانه انداز ۾ مضمون ۽ افسانا پڙهيا. عبدالڪريم بلوچ، ٻارڙن کان ڪافي سوال پڇيا، جن جا ٻارڙن جواب ڏئي، پروگرام دلچسپ بنايو.

آخر ۾ محترم حسن علي عبدالرحمان، پنهنجي تقرير ۾ ٻارڙن جي اجتماع ۽ ڪنوينشن جي انعقاد تي خوشيءَ جو اظهار ڪيو ۽ ٻارڙن کي مفيد مشورا ڏنا.

ساڳئي ڏينهن، شام جو ۴ بجي، ڪنوينشن جي ٻي نشست "مذاڪرو" شروع ٿي، جنهن جي صدارت مولانا غلام محمد گرامي صاحب ڪئي. ڪافي ٻارڙن، رٿيل عنوان "تعليم جو ذريعو، مادري زبان هئڻ گهرجي" تي دلچسپ تقريرون ڪيون. آخر ۾ گرامي صاحب پنهنجي روح پرور تقرير ۾ نونهالن کي ڪيترائي ڪارگر مشورا ڏنا.

ان بعد ٻارڙن جي دستڪارين ۽ ڊرائنگ جي نمائش ٿي، جنهن جو افتتاح محترم ظفر ڪاظمي ڪيو. سڀني حاضرين، ٻارڙن جي دستڪارين کي ساراهيو ۽ همٿايو.

رات جو ۹ بجي تفريحي پروگرام جي آخري نشست هئي. بيگم عامدار رضا، اعليٰ ڊپٽي ڪمشنر حيدرآباد، هن پروگرام ۾ مهمان خصوصي هئي. ٻارڙن، فيچر، ڊراما، فئنسي ڊريس، تمثيلي مشاعرو ۽ مختلف رنگا رنگ پروگرام پيش ڪيا. محمد مسخري ۽ ٻلٻلي مسخري، ٻارڙن کي وندرايو. آخر ۾ بيگم رضا، ٻارڙن ۾ انعام تقسيم ڪيا ۽ سرٽيفڪيٽ ڏنا.

سڀني ڏينهن جي چهرپهر ۾ شهر جا ڪافي، عالم، اديب، شاعر، صحافي، فنڪار ۽ معزز موجود هئا، مثلاً: مولانا غلام محمد گرامي، شيخ علي محمد (ايڊيٽر عبرت)، سعيد قاضي، محمد ابراهيم جويو، غلام رباني، شمشيرالحيدري، احسان علي شاهه، عبدالغفور انصاري، آفتاب مرزا، مصطفيٰ قريشي، شيخ عزيز، ڪريم بخش خالد، عبدالڪريم پلي، راج محمد پلي، ولي محمد وفا، غلام محمد ڪوڪر، خير محمد ڪوڪر، ناصر، علي بابا، شوڪت راهي، حميد سنڌي، بريو ناشاد، عبدالحق ابڙو، سومار علي سومرو، قاضي خادم، محمود يوسفاڻي، محمد يعقوب ميمڻ، ظفر ڪاظمي، بلاول پرديسي ۽ رشيد صابر.

## ٣- سنڌ ثقافتي ڪانفرنس

(ميرپور بٺورو: ٣- سيپٽمبر ١٩٦٦ع)

"بزم صوفياءِ سنڌ" جي اهتمام سان گذريل ٣- سيپٽمبر ١٩٦٦ع تي، ميرپور بٺوري ۾ "٣- سنڌ ثقافتي ڪانفرنس" منعقد ٿي. شام جو ٦ بجي رلين ۽ ٻاٽين سان سجايل شاندار اسٽيج تي، محترم جي. ايم سيد صاحب، خطبو پڙهي ڪانفرنس جو افتتاح ڪيو. ارباب نورمحمد پليجي، مرحبائي تقرير سان سڀني آيل مهمانن ۽ سامعين جو شڪريو ادا ڪيو.

"مقالن" جي پهرين نشست جي صدارت سجاده نشين درگاهه شاهه عنايت صوفي، جهوڪ شريف جي سپرد هئي، مگر سندن عدم موجودگيءَ ۾ مقالن ۽ مشاعري، ٻنهي ويهڪن جي صدارت محترم شيخ اياز ڪئي.

مولانا غلام محمد گرامي، علم ادب ۽ سنڌ جي تصوف تي روح پرور تقرير ڪئي. محمد خان مجيدي، عبدالفتاح عبد، غلام حسين رنگريز ۽ سرويچ سجاوليءَ مقالا پڙهيا. ٻن هزارن کان مٿي سامعين، جن ۾ اديب، شاعر، فنڪار، شاگرد، معزز شهري ۽ هاري ناري هئا، رات جو ١٢ بجي تائين ڪانفرنس ٻڌندا رهيا.

عبدالفتاح عبد جي اناؤنسنگ ۾ مشاعرو شروع ٿيو. اول شيخ اياز نظم ۽ وايون ٻڌايون. ان بعد تنوير عباسي، امداد حسيني، 'شمس' جعفراڻي، حبيب الله 'سائل'،عزيز جعفراڻي، ماستر احمد خان، محمد صالح مهيري، غلام حسين رنگريز، محمد يوسف 'سيف'، 'قلندر' لڪياري، 'سرويچ'

مجاوي، عبدالفتاح عبد، اڪبرشاهہ، غلام رسول 'مسرور'، عبدالحميد 'شاهين'، 'محسن' عباسي، محمدخان مجيدي، 'پروانو' ڀٽي، 'مومن' مليرائي، سائينداد ٺوهالي، رجب علي 'ضيا' شعر پڙهيا. ان وچ ۾ جمال رند، 'لولي' پڙهائي.

راڳ جي محفل ۾ فقير عبدالغفور ۽ علي محمد سروري ۽ ٻين مقامي فنڪارن حصو ورتو.

بلوري جا باهمت نوجوان — عبدالفتاح عبد، عبدالحي پليجو ۽ ٻيا ڪانفرنس جي اعليٰ انتظام رکڻ ۾ سرجوش رهيا.

## ڊاڪٽر ائنيمري شميل جي آجيان

(حيدرآباد سنڌ: ۲۵ ۽ ۲٦-سيپٽمبر ۱۹٦٦ع)

اولهہ جرمنيءَ جي بون يونيورسٽيءَ ۾، شعبہ مشرقي علوم ۾، خاتون پروفيسر ۽ مشهور مستشرق، ڊاڪٽر ائنيمري شميل هن سال مشرق جي دوري جي سلسلي ۾، ٻن ڏينهن لاءِ حيدرآباد سنڌ ۾ بہ آئي. هوءَ ايران مان ٿيندي پاڪستان پهتي، جتي موصوف، ۸-سيپٽمبر تي تهران ۾ منعقد ٿيل بين الاقوامي هسٽري ڪانفرنس ۾ اولهہ جرمنيءَ پاران شرڪت ڪئي. ايران سرڪار، ملڪ جي تاريخ لکڻ لاءِ هڪ بين الاقوامي مستشرقين جي ڪانفرنس ڪوٺائي هئي، جنهن ۾ موصوف حصو ورتو هو.

۸-سيپٽمبر کان محترمہ افغانستان سرڪار جي دعوت تي، ٻارهن ڏينهن جي دوري ڪرڻ بعد، ڏهن ڏينهن جي پاڪستاني دوري لاءِ ڪراچي پهتي، جتي محترمہ جي اعزاز ۾ ڪافي ادبي ۽ تعليمي تقريبون منعقد ٿيون.

۲۵-سيپٽمبر تي موصوف حيدرآباد پهتي، ۽ ائيءَ شام، پبلڪ اسڪول حيدرآباد ۾ ٻارن جي ميوزم جو معائنو ڪيائين.

سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي طرفان محترمہ کي دعوت استقباليہ ڏني ويئي ۽ محترمہ ٻئي ڏينهن سنڌي شعبي جي مهمان رهي.

۲٦-سيپٽمبر، صبح، موصوف عالمن اديبن سان گڏ، ڀٽ شريف ۽ جهوڪ شريف ويئي، جتي شاهہ ڪريم رحہ ۽ صوفي شاهہ عنايت شهيد رحہ جي روضن جي زيارت ڪيائين.

شام جو ڇهين بجي "سنڌي ادبي بورڊ" طرفان، محترمہ شميل جي اعزاز ۾، آفيس جي پرفضا لان تي، هڪ شاندار دعوت استقباليہ ڏني ويئي، جنهن ۾ شهر جي ڪافي عالمن، اديبن شاعرن، پروفيسرن ۽ شاگردن شرڪت ڪئي، جن مان مولانا گرامي، محمد ابراهيم جويو، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش قاضي، سيد قمرالزمان شاهہ، احسان علي شاهہ رضوي، جمال ابڙو، غلام رباني، نياز همايوني، علي نواز جتوئي، الياس عشقي، رحيم بخش ميمڻ، ڊاڪٽر هاليپوٽو، پروفيسر غلام علي الانا، عبدالغفور انصاري، تيرٿداس هوتچند، شمشيرالحيدري،

مسز قاضي نبي بخش، رشيده شيخ، ع.ق شيخ، زيب پٽي، جمال رند، مقبول پٽي، پروانو پٽي، عبدالحق عالمائي، مرزا اجمل بيگ، زرينہ بلوچ، رسول بخش پليجو، قاضي خادم، مولوي ماعر، پرڀو 'ناشاد' ۽ پير مظهرالحق وغيره قابل ذڪر آهن.

موصوف، سنڌي اديبن ۽ شاعرن جي ميڙ ۾ انتهائي مسرت محسوس ڪري رهي هئي.

اول، مسٽر غلام رباني ۽ موصوف کي گلن جا هار پارائي، پاڪار ڪئي. ان بعد، ڊاڪٽر شميل صاحبہ پنهنجي پياري ۽ عالمانہ نوع ۾ تصوف ۽ سنڌي ادب تي انگريزيءَ ۾ تقرير ڪندي فرمايو:

"سنڌي ادب کي يورپ ۾ متعارف ڪرائڻ لاءِ، هوءَ ان جا يورپي ۽ خاص ڪري ترڪي زبانن ۾ ترجما ڪندي."

موصوف وڌيڪ فرمايو:

"قديم خواهہ جديد سنڌي ادب، مشرق جي عظيم ادب جو شاندار مثال آهي. سنڌ جي صوفي شاعرن جي عارفانہ ڪلام ۾ اهائي جاذبيت ۽ اهوئي تاثير آهي، جيڪو فارسيءَ جي مشهور صوفي شاعرن، مولانا رومي، جامي، عطار، حافظ ۽ سعديءَ جي شعر ۾ ملي ٿو."

سنڌي ادبي بورڊ متعلق فرمايائين:

"اها خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو سنڌي ادبي بورڊ، انهن ڪلاسيڪي صوفي شاعرن جو ڪلام نهايت اعليٰ پيماني تي شايع ڪيو آهي. مون کي يقين آهي تہ يورپي ۽ آمريڪي عالم، بورڊ جو شاندار ڪم معلوم ڪري حيرت ۾ پئجي ويندا."

تصوف متعلق فرمايائين:

"اسلام هت ٻن طرفن کان آيو- هڪ باب الاسلام سنڌ جي فتح سان، محمد بن قاسم جي معرفت، ۽ ٻيو هندستان ۾، وچ ايشيا کان عالمن ۽ درويشن ۽ صوفين جي اچڻ سان. سنڌ ۾ اسلامي تصوف جو عالمگير نظريہ حيات پيش ڪيو."

موصوف جي تقرير کان پوءِ محترمہ جي لاءِ خاص راڳ جو بندوبست ڪيل هو. فقير عبدالغفور، حسين بخش خادم ۽ زرينہ بلوچ، لطيف، سچل، ميين عنات ۽ اياز جو ڪلام ڳائي، محفل کي رونق وڌائي. موصوف راڳ ٻڌي ڏاڍو سرهي ٿي.

ريڊيو پاڪستان طرفان محترمہ جو انٽرويو رڪارڊ ڪرڻ کان پوءِ، ڪانفرنس موڪلايو ويو.

محترمہ جو شمار، دنيا جي برک مستشرقين ۾ ٿئي ٿو. هوءَ دنيا جون ١٨ زبانون ڄاڻي ٿي، جن ۾ "سنڌي" بہ شامل آهي. تصوف ۽ اسلام جي مطالعي سان خاص انس اٿس. هن مشرق جي سيني صوفي شاعرن جو ڳوڙهو اڀياس ڪري، مشهور صوفين جي ڪلام جا يورپي زبانن ۾ ترجما ڪري، وڏي خدمت ڪئي آهي. محترمہ جا ڪيترائي مقالا، آمريڪي رسالن ۾ ڇپيل آهن. هوءَ ١٩٦٠ع ڌاري مشرقي دوري وقت هتي سنڌ ۾ هفتي کن لاءِ ترسي هئي، ۽ سڄي سنڌ گهمي ويئي هئي. تازو محترمہ جو هڪ ڪتاب "پاڪستان" جرمن زبان ۾ ڇپيو آهي، جا شاهڪار تاليف آهي.

محترم، ترڪيءَ جي انقره يونيورسٽيءَ ۾ ڪيترائي سال پروفيسر رهي چڪو آهي ۽ ترڪي زبان تي وڏي دسترس رکي ٿو. هن وقت موصوف جرمن يونيءَ ۾ سنڌ بابت چار ڪتاب -- شاهه عنايت شهيد صوفي؛ قرآن شريف جا سنڌي ترجما؛ سنڌي لوڪ ادب؛ شاهه جي ڪلام جو، سنڌس دؤر جي بين الاقوامي شاعرن جي ڪلام سان موازنو ۽ اپياس -- لکي رهيو آهي.

محترم، سنڌي ادبي بورڊ ۽ "مهراڻ" رسالي جي شاندار ادبي خدمتن جي شروع کان مداح آهي. محترم، بورڊ جي ڪتابن تي تبصرا لکي مختلف يورپي رسالن ۾ ڇپرائي، يورپ کي بورڊ جي ڪم کان متعارف ڪيو آهي. تازو صدر پاڪستان، فيلڊ مارشل محمد ايوب خان، محترم کي، انهن خدمتن جي اعتراف طور "ستارهٔ پاڪستان" جو تمغو عطا ڪيو آهي.

## ۴- سنڌ ثقافتي ڪانفرنس

(ڀٽ شاهه: ۲۹- سيپٽمبر ۱۹۶۶ع)

"بزم صوفياءِ سنڌ" جي "چوٿين - سنڌ ثقافتي ڪانفرنس"، ۲۹- سيپٽمبر ۱۹۶۶ع تي، سدا حيات ڀٽ تي، شاندار آڊيٽوريم ۾ وڏي پيماني تي منعقد ڪئي ويئي، جنهن جي صدارت محترم پير جڙيل شاهه سجاده نشين درگاهه ڀٽ شاهه ڪئي.

ٺيڪ ۷- بجي، محترم جي. ايم. سيد، افتتاحي خطبو پڙهيو. ان بعد مولانا گرامي، پير حسام الدين راشدي، قاضي فيض محمد، حيدربخش جتوئي، رسول بخش پليجي، حفيظ قريشي ۽ صاحب خان چنا تقريرون ڪيون.

۹ بجي مشاعري جي محفل رچائي ويئي، جنهن ۾ شمشيرالحيدري، حيدربخش جتوئي، برڪتعلي آزاد، نور عباسي، پرواني ڀٽي، الطاف عباسي، انور هالائي ۽ سيف بنوي ڀاڱو ورتو. ان بعد جمال رند لوليءَ پڙهائي، مسرور ڪيو.

سڀني مهمانن جي ماني کائڻ کان پوءِ، "راڳ رهاڻ" جي يادگار محفل شروع ٿي. لطيف جي روضي تي خاص راڳيندڙ فقيرن جو ٽولو موجود هو ته ريڊيو فنڪار فقير عبدالغفور، حسين بخش خادم، زرينه بلوچ ۽ مصري فقير به ڀرپور هئا. رات جو ۲ بجي تائين راڳ جي محفل هلندي رهي.

## سنڌي ادبي ڪانفرنس ڪراچي

(غلام حسين خالقڏنه هال: ۲- آڪٽوبر ۱۹۶۶ع)

ڪراچيءَ ۾ ۲- آڪٽوبر ۱۹۶۶ع تي، اتي جي "سنڌي ادبي سنگت" جي اهتمام سان، هڪ يادگار "سنڌي ادبي ڪانفرنس" ٿي گذري، جنهن ۾ سڄي سنڌ مان ڪيترن عالمن، اديبن شاعرن، سنڌي ادبي سنگت جي ڪارڪنن ۽ شهر جي معززين، شاگردن، ادب ذوق وڏي انداز ۾ شرڪت ڪئي، ۽ ڪارروائي تاج بلوچ هلائي.

مقالن جي ٻھرين نشست، محترم شمس الدين عرسانيءَ جي صدارت ۾ شروع ٿي. مسٽر عرسانيءَ جي مضمون ڪان پوءِ، محترمہ بيگم دائود پوٽي، رضيہ سلطانہ، منير سنڌي ۽ الھ بچائي لغاريءَ، مختلف ادبي مسئلن تي مضمون پڙھيا.

۱۲ بجي ھال جي ورانڊي ۾ تصويرن جي نمائش ۾ گل محمد کتري، علي اڪبر، الطاف شيخ ۽ افضل گل جون تصويرون رکيل ھيون. سڀني مھمانن ۲-۲ ڪلاڪ نمائش ڏٺي ۽ ان جي ساراھ ڪئي.

پروگرام مطابق "سنڌي ادبي سنگت، سنڌ" جي جنرل ڪائونسل جو ڪنوينشن رٿيل ھو، جنھن لاءِ سنگت جي ڪافي شاخن جا سيڪريٽري ۽ ۲-۳ ڊيليگيٽ، نمائندگيءَ لاءِ سڄي سنڌ مان پھتل ھئا.

اورنگزيب مارڪيٽ ۾ ڪائونسل جو اجلاس، محترم عبدالڪريم گدائيءَ جي صدارت ۾ شروع ٿيو. ايجنڊا مطابق "سنڌي ادبي سنگت، سنڌ" جي واڌاري ۽ تنظيمي مسئلن تي اجتماعي طور غور و غوض ڪرڻ ڪان پوءِ، چونڊون ڪيون ويون. نمائندن جي ووٽن سان، محترم تنوير عباسيءَ کي جنرل سيڪريٽري، محترم پرواني پٺيءَ کي جائنٽ سيڪريٽري، محترم حميد سنڌيءَ کي خزانچي ۽ محترم تاج بلوچ کي ايڊيٽر منتخب ڪيو ويو. سڄي سنڌ جي عالمن، اديبن، شاعرن، اجلاس ۾ سنڌي ادب تي سوچ ويچار ڪرڻ ڪان پوءِ ڪيترائي ٺھراءَ پاس ڪيا.

## ٺھراءَ

- موجوده وقت ۾، سنڌي زبان کي تعليمي توڙي سرڪاري ادارن ۾ اھا حيثيت نہ مليل آھي، جنھن جي ھوءَ حقدار آھي. ان ڪري مطالبو آھي، تہ تمام ترت سنڌ جي عوام طرفان ڪيل انھيءَ مطالبي کي تسليم ڪيو وڃي.
- سنڌ جي تاريخي جاين، شھرن ۽ مکيہ مرڪزن جا نالا ساڳيا رکيا وڃن، جيئن "ڪينجھر" جو نالو بدلائي "ڪلري" رکيو ويو آھي.
- حيدرآباد جي يادگار قلعي جي صفائي ڪئي وڃي، ۽ ان کي محکمہ آثار قديمہ جي حوالات ۾ ڏنو وڃي.
- ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ تان سنڌي پروگرام کي مناسب جڳھہ ڏني وڃي.
- ڪراچي ريجن جي سنڌي اسڪولن کي نہ صرف بند نہ ڪيو وڃي، پر انھن جو تعداد بہ وڌايو وڃي.
- سکر ۾ ريڊيو اسٽيشن تمام جلد قائم ڪئي وڃي.
- حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن جي قوت وڌائي وڃي، جيئن ھن علائقي ۾ ھر ھنڌ اسٽيشن ٻڌي سگھجي.

- ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي حيثيت برقرار رکندي، ”سنڌي شعبو“ کوليو وڃي.

- لوڪل باڊيز ۽ مڪاني خود مختيار ادارا، ”سنڌي ادبي سنگت“ کي گرانٽون ڏين.

”سنڌي ادبي بورڊ“ کان مطالبو ڪيو ويو ته ”مهراڻ“ رسالي ۾ بند ڪيل حصہ نظم ۽ حصہ افسانہ کي جاري ڪيو وڃي.

شام جو ۴ بجي، ڪانفرنس جي ٽين، افسانن جي بيٺڪ لاءِ، هال ۾ ڪافي سامعين جمع ٿي چڪا هئا. محترم نسيم کرل جي صدارت ۾، امر جليل، آغا سليم، اقبال جتوئي، غلام نبي مغل ۽ ٻين افسانا پڙهيا.

ان بعد شام جو ٦ بجي محترم امداد حسينيءَ جي صدارت ۾ مشاعرو شروع ٿيو. عبدالڪريم ’گدائي‘، شمشيرالحيدري، ’بردو‘ سنڌي، تنوير عباسي، نياز همايوني، علي محمد ’مجروح‘، ’انور‘ هالائي، ’پروانو‘ ڀٽي، تاج بلوچ، مصطفيٰ جتوئي، محمد حسن ’ساز‘، ’رند‘ ڪيفي، ’نور‘ عباسي، الطاف عباسي، ’سيف‘ بنوي، ’عطا‘ سرهندي، ’مجرم‘ لغاري، ’نظر‘ سنڌي، عبدالله ’شرر‘، رشيد ’ارشد‘، عبدالخالق ’شهيد‘، عبدالحڪيم ’ارشد‘، نثار شفيع ’ناز‘، ’بدر‘ قريشي، اقبال جتوئي، سيد اڪبر شاهہ، صالح شاهہ ’بادل‘، ’مجبور‘ شيخ، هري موٽوائي ’ساٿي‘، سومن مليرائي، پريو ’ناشاد‘، ۽ آخر ۾ امداد حسينيءَ ڪلام پيش ڪيو.

ان کان پوءِ راڳ جي محفل شروع ٿي، جنهن ۾ غزالہ شاهين ۽ ٻين ڪيترن ئي ريڊيو فنڪارن بهرو ورتو.

سيني مهمان دوستن جي رات جي مانيءَ جو بندوبست، محترم پير حسام الدين راشديءَ وٽ هو. رات جو ۹ بجي پير صاحب جي رهائشگاهہ ’بيت الضيا‘، عامل ڪالوني ۾ ۵۰-٦۰ کن مهمان اديب، شاعر ۽ مقامي معزز موجود هئا.

ڪراچيءَ جي ”سنڌي ادبي سنگت“ جي نوجوان ڪارڪنن جي سرگرميءَ سان هي يادگار ’سنڌي ادبي ڪانفرنس‘ ڪاميابيءَ سان ٿي گذري.

## شمشيرالحيدريءَ کي الوداعي پارٽي

(حيدرآباد، سنڌ: ۲۰- آڪٽوبر ۱۹٦٦ع)

سنڌي ادبي بورڊ جي اورچ ۽ مخلص ڪارڪن، سابق اسسٽنٽ ايڊيٽر رسالو ”مهراڻ“، مسٽر شمشيرالحيدريءَ کي، ”نئين زندگي“ رسالي جي ايڊيٽر ٿيڻ تي، مقامي ”سنڌي ادبي سنگت“ طرفان، گذريل ۲۰- آڪٽوبر ۱۹٦٦ع تي، سنڌي ادبي بورڊ جي لان تي، شاندار الوداعي پارٽي ڏني ويئي.

تقريرن ۾، مولانا غلام محمد گرامي، محمد ابراهيم جويو، پروفيسر غلام علي الانا، ۽ محمد عثمان ڏيپلائيءَ سنڌس خدمتن کي ساراهيو. ان محفل ۾ پروفيسر عبدالجبار شام، پروفيسر محرم خان، ع. ق. شيخ، پروانو ڀٽي، ظفر ڪاظمي، پروفيسر مشتاق، مظهرالدين ميمڻ، عبدالواحد بروهي، نورمحمد پليجو، رسول بخش پليجو، حميد سنڌي، جمال رند، حسن علي نذير، زيب ڀٽي، الهه بچايو لغاري، ۽ عبدالحق عالماڻي، ڀريو ناشاد وغيره موجود هئا.

آخر ۾ مسٽر شمشيرالحيدريءَ سڀني دوستن جو شڪريو بجا آندو.

## ۵- سنڌ ثقافتي ڪانفرنس

(ڊنڙو، ضلعو سانگهڙ: ۲۳- آڪٽوبر ۱۹۶۶ع)

گذريل ۲۳- آڪٽوبر تي، ڊنڙي، ضلعي سانگهڙ ۾، سائين حسن بخش جيلاني عليه الرحمت جي ميلي جي موقعي تي، "بزم صوفياي سنڌ" طرفان، '۵- سنڌ ثقافتي ڪانفرنس' منعقد ڪئي ويئي، جنهن جي صدارت، پير ڏنل شاهه جيلاني، سجاده نشين، درگاهه ڊنڙو شريف ڪئي.

ميلي لاءِ سڄي سنڌ مان ڀيتل ڪافي خلق موجود هئي ۽ ڪيترائي شاعر ۽ اديب، ادبي ڪانفرنس لاءِ اچي پهتا هئا. ميلو ڏاڍي ڌام ڌوم سان لڳل هو، بازاريون، دڪان، سرڪس، تفريحي نمائشون وغيره- جهنگل ۾ منگل هو!

شام جو ۷ بجي، مزار تي گلن جي چادر چاڙهڻ کان پوءِ، اڱڻ ۾ ڪانفرنس شروع ٿي. اول، محترم شاهنواز شاهه "عارف المولا"، مرحبائي تقرير ڪندي، سڀني آيلن جي آجيان ڪئي. ان بعد، محترم جي. ايم. سيد خطبو پڙهي، ڪانفرنس جو افتتاح ڪيو. ڏيڍ هزار جي سامعين اڳيان مولانا غلام محمد گرامي، حيدربخش جتوئي، حفيظ قريشي، قاضي فيض محمد ۽ ٻين، سنڌي ادب، تصوف، زبان، تهذيب ۽ ثقافت تي روح پرور تقريرون ڪيون.

مشاعري جي محفل ۾ حيدربخش جتوئي، عارف المولا، پروانو ڀٽي، فتاح ملڪ، نور عباسي، جام ساقي، مومن مليرائي ۽ ڀريو ناشاد بهرو ورتو.

رات جو ۱۰ بجي ڳائڻ وڄائڻ جي روح آفرين محفل شروع ٿي، جيڪا صبح ۴ بجي تائين جمي رهي. قوتي فقير، امام علي، رشيد علي، جڙيل شاهه، دين محمد شيخ، استاد منظورعلي خان، محمد يوسف، حسين فقير، الهڙکيي، مٺي خان، استاد خورشيد عليءَ سامعين کي مسرور ڪيو.

## يوم لطيف

(نوابشاهه: ۲۶- سيپٽمبر ۱۹۶۶ع)

بزم 'مهراڻ' نوابشاهه جي سهاري هيٺ، ۲۶- سيپٽمبر ۱۹۶۶ع تي 'يوم لطيف' ملهايو ويو. ان جي صدارت، سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسيلر، پروفيسر حسن علي عبدالرحمان ڪئي. سامعين، هزارن جي انداز ۾ شريڪ رهيا، جن ۾ عالم ۽ فاضل، استاد ۽ شاگرد، مقامي آفيسر،

شاعر ۽ اديب جهڙي انداز ۾ هئا. سڀ کان اول بزم 'مهراڻ' پاران، ايچ. ايم. خوجا صاحب، وائيس چانسيلر جي ادبي ۽ تعليمي خدمتن جو ذڪر ڪيو.

صدر صاحب، لطيف جي فن ۽ پيغام متعلق فرمايو:

"هر اديب ۽ شاعر، پنهنجي دؤر جو ترجمان هوندو آهي. ان جو ڪلام ۽ پيغام، پنهنجي پنهنجي دؤر جو عڪس ۽ آئينه دار ٿئي ٿو. "وقت جو شاعر" ئي صحيح معنيٰ ۾ پنهنجي دؤر جو نبض شناس ٿئي ٿو. 'شاهه لطيف' انهن سڀني خوبين جو مالڪ آهي. شاهه صاحب، هڪ اعليٰ معلم هو، جنهن هڪ قابل حڪيم ۽ نبض شناس وانگر، پنهنجيءَ قوم جي علاج لاءِ، انيڪ نقطا ۽ بيشمار نسخا، قيمتي قول ۽ بي انداز پول پيش ڪيا آهن. اهي سڀ هڪ طالبِ لاءِ رهنما جي حيثيت رکن ٿا."

ان 'يوم لطيف' جي موقعي تي، مقامي شاعرن ۽ اديبن کان سواءِ، ڪيترن فنڪارن، پڻ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري، 'لطيف' جي ورسيءَ کي رنگ ونايو، ۽ استادن ۽ شاگردن پڻ لطيف جي ڪلام تي ڪيترا علمي مضمون پڙهيا.

## ٢- ڪل سنڌ پار ادبي ۽ ثقافتي ڪانفرنس

(دادو: ٢٦ ۽ ٢٧-آڪٽوبر ١٩٦٦ع)

اداره "سنچر-ادب" دادو، جي اهتمام سان، گذريل ٢٦ ۽ ٢٧-آڪٽوبر تي، دادوءَ ۾ "ڪل سنڌ پار ادبي ۽ ثقافتي ڪانفرنس" منعقد ٿي، جنهن جو افتتاح پروفيسر الحاج سيد غلام مصطفيٰ شاهه، ڊئريڪٽر آف ايجوڪيشن، حيدرآباد ريجن ڪيو.

٢٦-آڪٽوبر شام جو "طالب المولا" هاءِ اسڪول جي ميدان تي، شاندار اسٽيج تي، افتتاح ٿيڻ بعد، ڪانفرنس جي پهرين نشست "ادبي ڪچهري" منعقد ٿي. ان بيٺڪ جي صدارت به شاهه صاحب کي سونپي وئي. اداري جي صدر، مسٽر اعجاز قريشي، مرحبائي تقرير ڪندي سڀني حاضرين جو شڪريو ادا ڪيو. ان بيٺڪ ۾ ڪيترن ئي پارٽن، مضمون، افسانا، شعر، فيچر ۽ ڪهاڻيون پڙهي، خوب ولدرايو. سامعين ۾ ڪافي تعليمي ماهر، معزز شهري، اديب، شاگرد ۽ يار موجود هئا: مثلاً: مسٽر رحيم بخش ميمڻ، مسٽر غلام رضا پٺو، مسٽر علي احمد قريشي، پروفيسر اڪرم انصاري، پروفيسر محبوب علي چنا، مسٽر راهوجا، مسٽر بقا محمد قريشي، مسٽر قمرالدين، آخوند شفيع محمد، مسٽر تاج صحرائي، حافظ احسن چنا، احمد خان آصف، وفا ناٿنشاهي، غياث جوڻيجو، پريو لاشاد، شوڪت سنڌي ۽ نظام صحرائي وغيره.

٢٧-آڪٽوبر، صبح ٩ بجي، "طالب المولا" هاءِ اسڪول ۾ ئي تقريب هئي "ثقافتي نمائش"، محترم نورمحمد سيال. اي. ڊي. بي. ڊي نمائش جو افتتاح ڪيو. ڪافي مائهن، دستڪاري، هنر، ڊرائنگ، ڪتاب وغيره ڏٺا ۽ ساراهيا.

منجهند جو ڪانفرنس جي ٽي نشست، ”مذاڪرو ۽ مشاعرو“، گورنمينٽ ڪاليج جي آڊيٽوريم ۾ منعقد ٿي، جنهن جي صدارت پروفيسر محبوب علي چنا ڪئي. ٻارن، رٿيل موضوع تي، ڪافي مضمون پڙهيا، ۽ مشاعري جي محفل رچائي.

شام جو طالب المولا هاءِ اسڪول جي اسٽيج تي آخري نشست، ’محفل تفريح‘ منعقد ٿي، جنهن جو مهمان خصوصي پروفيسر اڪرم انصاري هو ۽ صدارت محترم تاج صحرائي ڪئي. ننڍڙن ٻارڙن ڪيترائي ڊراما، ڊائلاگ، فيچر، فئنسي ڊريس ۽ تفريحي پروگرام پيش ڪري، رات جو ۲ بجي تائين سامعين کي مسرور ڪيو.

آخر ۾ انعام کٽيندڙ ٻارن ۾ انعام تقسيم ڪيا ويا.

اداري جي باهمت ڪارڪنن، خصوصاً اعجاز قريشيءَ جي سرجوشيءَ سان ڪانفرنس ڪامياب رهي.

## ڪل پاڪستان اردو — سنڌي مشاعرو

(نوابشاهه: ۳- نومبر ۱۹۶۶ع)

ڊسٽرڪٽ ڪلچرل اسوسيئيشن جي زير اهتمام، نوابشاهه ۾ گذريل ۳- نومبر تي، هڪ شاندار ”ڪل پاڪستان اردو- سنڌي مشاعرو“ منعقد ٿيو، جنهن جي صدارت مسٽر اختر حسين، سابق گورنر مغربي پاڪستان ۽ صدر انجمن ترقيءِ اردو، ڪئي.

صدارتي تقرير ۾ مسٽر اختر حسين چيو ته ”سنڌي زبان، اسان جي ملڪ جي پياري زبان آهي، ۽ هن ۾ تمام گهڻو علمي ۽ ادبي ذخيرو موجود آهي.“ هن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ۽ سچل سرمست جي شاعريءَ جو حوالو ڏيندي چيو ته ”انهن شاعرن جي ڪلام مان اسان کي استفادو ڪرڻ کپي.“

مسٽر بشارت رسول، ڊپٽي ڪمشنر نوابشاهه، جي تقرير ڪان پوءِ، مشاعري ۾ ملڪ جي چوٽيءَ جي شاعرن بهرو ورتو، جن مان جوش مليح آبادي، فيض احمد فيض، قمر جلالوي، ذوالفقار علي بخاري، احمد نديم قاسمي، قتيل شفائي، ماهرالقادري، شان‌الحق حقي، شور عليگ، صهبا اختر، منظر ايوبي، سلطانه مهر، خالد عليگ، عبدالڪريم گدائي، برڪت علي آزاد ۽ پروانو ڀٽي قابل ذڪر آهن.

مشاعري جي انعقاد ۾، مسٽر رضوي، چيئرمن ميونسپل ڪميٽيءَ جون دلچسپيون نمايان رهيون.

## ۲۲- سنڌي ادبي ڪانفرنس

(لاڙڪاڻو: ۵ ۽ ۶- نومبر ۱۹۶۶ع)

”جمعيت الشعراءِ سنڌ“ جي سهاري هيٺ، ”۲۲- آل سنڌ ادبي ڪانفرنس“، لاڙڪاڻي ۾، ۵ ۽ ۶- نومبر ۱۹۶۶ع تي شاندار نموني ۾ ٿي گذري.

٥- نومبر شام جو٤ بجي، جناح باغ لاڙڪاڻي ۾ عظيم ادبي اجتماع ۽ ڪانفرنس جو افتتاح، مسٽر رفيق عنايت مرزا، ڪمشنر خيرپور ڊويزن ڪيو. تلاوت قرآن مجيد ۽ نعت شريف کان پوءِ محمد علي جوهر، چيئرمن استقباليه ڪميٽي، خطبہ استقباليه پڙهيو.

ان بعد مولانا غلام محمد گرامي جي تقرير کان پوءِ، ٦ کان ٨ ثائين مانيءَ لاءِ اجلاس اٿيو.

ٻي نشست، رات جو ٨ کان ١٢ ثائين "سنڌي طرحي مشاعرو"، زير صدارت پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهه، ڊائريڪٽر آف ايجوڪيشن جي "خزان ڪئي تہ بهارن جو انتظام ٿئي" جي طرح تي ٿي گذري. ان ۾ مشهور شاعرن - فيض بخشاپوري، عبدالفتاح عبد، عاقلي، عبدالڪريم گدائي، نورالدين نور، محمد علي جوهر، استاد بخاري، نشتر ناٿنشاهي، ساجد سرشاري، امير قريشي، خادم سروري، اظهر گيلانيءَ پنهنجا طرحي غزل پڙهيا ۽ داد حاصل ڪيو. ان ۾ غير طرحي شاعرن کي پڙهڻ نہ ڏنو ويو.

جناب صدر صاحب شاعرن کي قومي شعور وذائڻ جي سلسلي ۾ هدايت ڪئي.

سنڌي مشاعري کان پوءِ، ٽين نشست غير طرحي اردو مشاعرو، ١١ بجي کان شروع ٿي، جنهن جي صدارت مسٽر محمد رفيق صاحب، ڊپٽي ڪمشنر لاڙڪاڻي ڪئي. ان ۾ لاڙڪاڻي جي مشهور مقامي شاعرن کان سواءِ، حسن حميدي، منظر ايوبيءَ جي ڪلام ڪافي داد حاصل ڪيو.

ان کان پوءِ راڳ جي محفل شروع ٿي. ان ۾ ريڊيو فنڪارن - ثريا، محمد يوسف، خادم سروري، ۽ مصري فقير نمايان طور حصو ورتو. اتي جي مقامي راڳيندڙن مان رسول بخش پٽ بہ سٺي فن جو مظاهرو ڪيو. مصري فقير، جناب مخدوم محمد زمان "طالب المولا" جو ڪلام، سامعين جي تقاضا تي، بار بار پيش ڪندو رهيو. سندس ادائگي ۽ فن کي بيحد پسند ڪيو ويو. رات جو ٣ بجي پروگرام ختم ٿيو.

ٻئي ڏينهن، ٦- نومبر تي صبح جو "جمعيت الشعراء" سنڌ جي جنرل باڊي جو اجلاس، زير صدارت عبدالفتاح عبد عاقلي جي، پنڊال ۾ ٿيو. ان ۾ سنڌي ادب جي سيني مسئلن تي گفتگو ۽ تبادلہ خيالات ٿيو. مولانا غلام محمد گرامي، ميٽنگ کي خطاب ڪندي، تفصيل سان مسئلن تي روشني وڌي. ان بعد چونڊون ٿيون، جن ۾ هيٺيان عهديدار چونڊيا ويا:

صدر: مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولا".

نائب صدر: عبدالفتاح عبد عاقلي ۽ فيض بخشاپوري.

جنرل سيڪريٽري: محمد علي جوهر.

جائنٽ سيڪريٽري: نشتر ناٿنشاهي.

آڊيٽر: دوست محمد ابڙو.

خزانچي: جمال الدين بخاري.

پروپگنڊا سيڪريٽري: ساجد سرشاري.
ان کان پوءِ ضلعيوار ٢-٢ نمائندا ڪنيا ويا.

### ٺهراءَ

—"اديب-سنڌ" رسالي کي دوباره جاري ڪرڻ لاءِ تقاضا ڪئي ويئي.
—"مهراڻ" رسالي ۾ حصہ نظم ۽ افسانن جي اشاعت لاءِ استدعا ڪئي وئي.
— سنڌي ادب جي خدمت جي سلسلي ۾ سنڌي اديبن ۾ اتفاق ۽ يڪجهتي پيدا ڪرڻ جي استدعا.
— وفات يافتہ اديبن لاءِ تعزيت جو ٺهراءُ.

## ڪل سنڌ ٻار ڪنوينشن

(هالا پراڻا: ٦-نومبر ١٩٦٦ع).

ٻارن جي ادبي تنظيم "ٻارڙن جي ٻاري" (شاخ هالا پراڻا) طرفان، گذريل ٦-نومبر تي "ڪل سنڌ ٻار ڪنوينشن" ٿي گذريو، جنهن جو افتتاح ميان محمود پٺاڻ هالائي صاحب ڪيو.

ڪنوينشن جي پهرين نشست "ادبي ڪچهري" جي صدارت مسٽر عبدالوحيد صديقي، ٻي نشست "محفل قرآت" جي صدارت مسٽر عبدالرشيد "صابر"، ٽين بيٺڪ "مباحثہ" جي صدارت مسٽر غلام مرتضيٰ پٺاڻ، ۽ چوٿين "محفل موسيقي" جي نشست جي صدارت مسٽر مقبول احمد پٺاڻ ڪئي. تصويرن ۽ سڪن جي نمائش جو افتتاح پير مظهرالحق ڪيو.

سڄي سنڌ جي مختلف حصن مان پهتل ٻارڙن، هر نشست جي پروگرام ۾ جوش خروش سان حصو ورتو، ڪنوينشن کي ڪامياب بڻايو.

'ٻارڙن جي ٻاري' جي سرگرم ڪارڪن، مسٽر عبدالرشيد قريشيءَ جي دلچسپيءَ سان هيءَ ڪنوينشن منعقد ٿي.

## الخالق ادبي اداري جو سالگرهہ

(هالا نوان: ١٣-نومبر ١٩٦٦ع)

هالا نوان جي "الخالق ادبي اداره" جو ٽيون جشن سالگرهہ، گذريل ١٣-نومبر تي ڌام ڌوم سان ملهايو ويو، جنهن جي صدارت مخدوم زاده محمد امين "فهيم" صديقيءَ ڪرڻ فرمائي.

اول، اداره جي چيئرمن، مسٽر انور هالائي، سالانہ ڪارگذاري جي رپورٽ پيش ڪري، جناب مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولا" جن جو پيغام پڙهي ٻڌايو، جو پاڻ، ڪين مونپيل صدارت نہ ڪري سگهڻ سبب، اداره ڏي موڪليو هئائون.

ڊاڪٽر محمد سليمان شيخ، محمد سومار 'غمدل'، محمد حسن 'ساز'، غلام قادر 'گوهر'، 'مخمور' لطاماڻي، عبدالستار 'عبد' مختلف موضوعن تي مضمون پڙهيا. ان بعد مشاعري جي محفل ۾، 'انور' هالائي، حسين بخش 'خادم'، 'شهنشاهه' هالائي، 'غلام' هالائي، عبدالقادر 'منور'، عبدالقيوم 'زخمي'، جهامراه 'پياسي'، رفيق احمد 'رفيق'، خليل 'زيرڪ'، يوسف حفيظي، علي محمد 'ناز'، عبدالخالق 'ناظم'، ولي محمد 'ويچارو'، انيس 'اختر' بهرو ورتو ۽ راڳ جي محفل ۾ حسين بخش خادم، محمد خان نظاماڻي ۽ ٻين حصو ورتو.

آخر ۾ "فهيم" صاحب، اداره جي ڪارڪردگيءَ کي ساراهيندي، تعاون جو يقين ڏياريو. رات جو ٣ بجي هي جشن اداره جي ناظم اعليٰ، غلام هالائيءَ جي شڪريه ادائيءَ سان ختم ٿيو.

## ٦- سنڌ ثقافتي ڪانفرنس

(سن، ضلعو دادو: ١٨ ۽ ١٩- نومبر ١٩٦٦ع)

"بزم صوفياءِ سنڌ" طرفان ثقافتي ڪانفرنسن جي سلسلي ۾ ڇهين ڪانفرنس، شاهه حيدر عليه الرحمة جي ميلي جي موقعي تي گذريل ١٨ ۽ ١٩- نومبر ١٩٦٦ع تي، ٻه روزه پروگرام هيٺ، سن ۾ شاندار نموني منعقد ٿي، جنهن ۾ سڄي سنڌ مان پهتل عالمن، اديبن، شاعرن ۽ فنڪارن شرڪت ڪئي.

١٨- نومبر شام جو، هڪ شاندار ۽ ڪشادي پنڊال ۾ محترم جي. ايم. سيد، ڪانفرنس جو افتتاح ڪيو. سيد بقادار شاهه (مٽيارين واري) صدارت ڪئي ۽ سنڌس اٿي وٽڻ تي، سيد گل محمد شاهه جاءِ والاري.

اول، بزم جي جنرل سيڪريٽريءَ، رسول بخش پليجي مرحبائي تقرير ڪري، جي. ايم. سيد پاران افتتاحي خطبو پڙهيو. (محترم جي. ايم. سيد جي وقتي ناسازيءَ سبب) ان بعد محترم شيخ عبدالمجيد سنڌي، مولانا غلام محمد گرامي، حيدر بخش جتوئي ۽ جمال الدين بخاريءَ تقريرون ڪيون ۽ شيخ اياز مقالو پڙهيو.

مشاعري محفل ۾، ٽن هزار سامعين اڳيان، سنڌيءَ جا چوٽيءَ جا شاعر — شيخ اياز، عبدالڪريم گدائي، نياز همايوني، رشيد ڀٽي، نور عباسي، پروانو ڀٽي، پريو ناشاد، عبدالخالق شهيد، محمد خان مجيدي، غلام حسين رنگريز، عبدالحي پليجو، گلزار پنيجو، استاد بخاري، مؤمن ملاڻي، عبدالفتاح عند ۽ ٻيا — پيش ٿيا.

ان بعد راڳ جي روح آخرين محفل صبح جو ٥ بجي تائين هلندي رهي. سائين اختر حسين، فقير عبدالغفور، زرينه بلوچ، حميد علي- فتح علي، صادق علي ۽ استاد منظور علي خان سڄي رات مسرور ڪندا رهيا.

١٩- نومبر صبح جو ساڳئي ۾ "بزم صوفياءِ سنڌ" جي تنظيمي مسئلن لاءِ ميٽنگ ٿي، جماعت جي تشڪيل لاءِ سوچي، نوان عهديدار چونڊيا ويا.

شام جو ٻئي ڏينهن لاءِ ڪانفرنس شروع ٿي. غلام محمد لغاري، حيدر بخش جتوئي ۽ حفيظ قريشيءَ جي تقريرن ڪان پوءِ محفل مشاعري ۾ شيخ اياز، لياز همايوني، بردي سنڌي، عبدالڪريم گدائي، محمد خان مجيدي، عارف المولا ۽ ٻيڙي فقير سگهڙ بهرو ورتو. سامعين ٻئي ڏينهن ۾ جججهي انداز ۾ موجود هئا.

ان بعد راڳ جي محفل ۾ فقير عبدالغفور، فتح علي، حبيب علي، استاد منظور علي خان ڪان سواءِ ڪيترن ئي فنڪارن پاڻ ملهايو.

۲۰-نومبر تي، سن جي ڀرسان مشهور تاريخي قلعي "رني ڪوٽ" جو اديبن ۽ شاعرن کي سير به ڪرايو ويو.

## جشن هالا

(هالا نوان ۱۹ ۽ ۲۰-نومبر ۱۹۶۶ع)

انجمن "فروغ-ادب" هالا نوان طرفان، گذريل ۱۹ ۽ ۲۰-نومبر تي شاندار پيماني تي "جشن-هالا" ملهايو ويو.

هالا جي متعلق سيمينار جي صدارت، پروفيسر ڊاڪٽر قاضي نبي بخش صاحب ڪئي، ۽ "طالب المولا" سان شام جي تقريب جي صدارت، مخدوم زاده محمد امين "فهيم" صديقي ڪرڻ فرمائي. ٻنهي نشستن ۾ پروفيسر محبوب علي چنا، 'انور' هالائي، عبدالقادر 'منور'، احمد خان ميمڻ ۽ ٻين حصو ورتو.

مشاعري ۽ محفل موسيقيءَ جي صدارت، جناب مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولا"، "تمغهءِ پاڪستان" ڪرڻ فرمائي، جنهن ۾ 'انور' هالائي، عبداللطيف 'ساقي' منور، بيدل، پرواني ۽ ٻئي ۽ حضرت "طالب المولا" جن شعر پڙهيا. راڳ رهاڻ ۾ حسين بخش خادم، نور محمد، محمد خان، علي محمد ۽ ٻين ڪيترن ئي فنڪارن، مختلف شاعرن جو ڪلام ڳائي، مسرور ڪيو.

"جشن هالا" جي سلسلي ۾ هڪ نمائش به لڳائي وئي هئي، جنهن ۾ تاريخي خط، قرآن مجيد جا نسخا، قلمي ڪتاب، تصويرون، جنڊي ۽ ڪاشيءَ جو ڪم ۽ ڀرت وغيره سجايل هئا.

محمد سليمان شيخ، انور هالائي، يونس ابڙو ۽ ٻين اداري جي ڪارڪنن جي سرجوشيءَ سان، هي جشن شاندار نموني ملهايو ويو.

## بدين ۾ ادبي ڪچهري

(بدين: ۲۶-نومبر ۱۹۶۶ع)

هر سال جي دستور مطابق، ۲۶-نومبر تي بدين ۾، شاهه قادري رحه جي سالياني عرس جي موقعي تي، هڪ ادبي ڪچهري ٿي، جنهن جي صدارت پير ملوڪ شاهه جيلاني، سجاده نشين ڪئي. ڪانفرنس ۾ جان محمد جمالي، خواجا نذير حسين حيدري، ڊاڪٽر مظهر خواجا، محمد صديق ملاح تقريرون ڪيون ۽ مقالا پڙهيا.

ڳائڻ وڄائڻ جي محفل ۾ حاجي ڀريو فقير ۽ ساٿي، غلام قادر چوهاڻ، ولي محمد شاهه، فير محمد خان لنڊ، محمد صالح جان محمد ريڊيو فنڪار، علي فقير سوهو، حاجي صديق واڍو، سجاول خاصخيلي ۽ ٻين ڪيترن فنڪارن پاڻ ملهايو.

سگهڙ ٻيڙي فقير ڪنير ۽ قاضي الهه ورائي، لوڪ ادب جا گفتا پيش ڪري ڪچهري کي رونق وڌائي.

محمد فقير مسخري ۽ عيسي فقير شيديءَ ٻوڳ چرچي جي دؤر ۾، سامعين کي خوب کلائي وندرايو.

رات جو دير تائين هليل ڪچهريءَ کي سگهڙ ٻيڙو فقير، سگهڙن جي گفتن جي انداز سان، هلائيندو رهيو.

ڪچهريءَ جو انعقاد، پير ملوڪ شاهه جي دلچسپين سان وابسته هو.

# قلندر لال شهباز جي ٧١٣ ساله ورسي

(سيوهڻ: ٢ ۽ ٣-ڊسمبر ١٩٦٦ع)

سنڌ جي مشهور بزرگ حضرت لال شهباز قلندر جي ٧١٣ ساله ورسي ساليانه ميلي جي موقعي تي، شهباز ميموريل ڪميٽيءَ جي اهتمام هيٺ نهايت شاندار نموني ۾ ملهائي وئي. ان ادبي ڪانفرنس ۾ مقالن ۽ تقريرن جي نشست سان گڏ، راڳ ۽ مشاعري جي رهاڻ ٿي ڪئي وئي ۽ آخر ۾ انعام پڻ تقسيم ڪيا ويا.

جناب مسرور حسن، ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن ادبي ڪانفرنس جي صدارت ڪندي چيو:

”بي غرضيءَ جي جذبي مقصد جي صداقت ۽ اسلام جي اصولن سان محبت جهڙين قلندري خصوصيتن جي جيتري اڄ ضرورت آهي، اهڙي اڳ ڪڏهن به ڪانه هئي. قلندر جو اصل مقصد، سماج جي اصلاح آهي. قلندر اڄ کان ٧٠٠ ورهيه اڳ اصلاح ۽ تبليغ جو ڪم ڪيو اڄ به ضرورت آهي ته پاڻ ۾ قلندري جذبو پيدا ڪريون.“

”ان سلسلي ۾ سنڌڙي دا سردار قلندر“ کي ريڊيو حيدرآباد جو نشان مقرر ڪيو ويندو ان عوامي ڌن سان ئي ريڊيو جي ابتدا ٿيڻ گهرجي“.

جناب مخدوم محمد زمان طالب المولا تقرير ڪندي چيو:

”قلندر لال شهباز جي باري ۾ جيڪي به اڻلڀ ۽ پراڻا ڪتاب وٽس آهن، سي تحقيقاتي ڪم لاءِ يادگار ڪميٽيءَ کي ڏنا ويندا.“

جناب محبوب علي چنه، استقباليه خطبي ۾ ٻڌايو ته ”حضرت قلندر جي ڪلام ۽ پيغام تي تصنيف ۽ تاليف جو ڪم، لائق عالمن ۽ محققن جي تعاون سان جلد شروع ڪيو ويندو.“

مشهور شاعرن حافظ احسن چنا، استاد بخاري، پرواني ڀٽيءَ ڪلام پڙهيو ۽ فنڪارن روبينه، صادق علي، محمد جمن، محمد يوسف، محمد ابراهيم، امير بخش، خادم، عبدالغفور، محمد طفيل، نذير بيگم، خورشيد بيگم، ريحانه ياسمين، اقبال جوڳي، عبدالحڪيم الغوزه نواز راڳ رهاڻ ۾ حصو ورتو.

## سالانه تعليمي ڪانفرنس

(ٽريننگ ڪاليج فارمين، حيدرآباد: ٢ ۽ ٣- ڊسمبر ١٩٦٦ع)

ٽريننگ ڪاليج فارمين، حيدرآباد طرفان گذريل ٢ ۽ ٣- ڊسمبر تي، ٻه روزه پروگرام هيٺ هڪ سالياني تعليمي ڪانفرنس ٿي گذري، جنهن ۾ مقامي تعليمي ماهرن، استادن ۽ شاگردن کان سواءِ سنڌ جي مختلف ٽريننگ اسڪولن جي آيل نمائندن شرڪت ڪئي.

پهرئين ڏينهن صبح مينارام هال ۾ مسٽر غلام رضا ڀٽي، انسپيڪٽر آف اسڪولس، هن ڪانفرنس جو افتتاح ڪيو، ۽ ڊاڪٽر سيد اظهر حسن رضوي، پرنسپال ٽريننگ ڪاليج مرحبائي تقرير ڪندي، سڀني آيلن جي آجيان ڪئي. مسٽر بخاري، "لئبرريءَ" تي تقرير ڪئي ۽ ڪاليج جي ڪافي شاگردن تعليمي مسئلن تي ڳالهايو. مهمانن کي ڪاليج جو ميوزم ۽ نمائش پڻ ڏيکاريا ويا. آخر ۾ مسٽر ڀٽي صاحب صدارتي تقرير ڪئي.

ڪانفرنس جي ٻي نشست، شام جو ٽين بجي شروع ٿي، جنهن جي صدارت محترم اي. ڪي. شيخ صاحب ڪئي. ان نشست ۾ به ڪافي شاگردن تعليم ۽ تربيت جي مسئلن تي تقريرون ڪيون.

ٻئي ڏينهن، ڪانفرنس جي ٽين نشست ۾، استادن، ننڍڙن شاگردن کي اسٽيج تي مثالي سبق پڙهايا. حاضرين ان "پڙهائڻ" جي مسئلن تي صحتمند تنقيدون ڪيون ۽ پنهنجا خيال ظاهر ڪيا. آخر ۾ پرنسپال صاحب، مغربي ملڪن ۾ "پڙهائڻ" جي طريقن جي اپٽار ڪئي.

ڪانفرنس جي آخر ۾، شام جو چوٿين نشست کي خطاب ڪندي، مشهور تعليمي ماهر، محترم ڊاڪٽر غلام حسين جعفري، تعليمي ۽ تربيتي مسئلن تي سير حاصل تقرير ڪري، شاگردن کي ڪئين مفيد مشورا ڏنا. جعفري صاحب فرمايو:

> "اسان وٽ پرائمري استادن لاءِ موجوده ٽريننگ جو سرشتو غلط ۽ نامڪمل آهي، ۽ انهيءَ ڪري پرائمري استادن جي تجربي ۽ معيار ۾ ڪو به واڌارو نٿو ٿي سگهي."

جعفري صاحب وڌيڪ چيو:

"ٻين ملڪن ۾ جتي تربيتي عرصو ٽن کان پنج سال ٿئي ٿو، اتي اسان وٽ فقط هڪ سال جو عرصو رکيو ويو آهي. ٻين ملڪن جي استادن کي ماسٽري ڪرڻ کان

اڳ گهٽ ۾ گهٽ چوڏهن سال تعليم حاصل ڪرڻي پوي ٿي، ليڪن هتي ٧-٨ سال پڙهائي بعد ماستري اختيار ڪئي وڃي ٿي.

تعليم کاتي جي تربيتي طريقءِڪار تي تنقيد ڪندي جعفري صاحب فرمايو:

"اسان جي پرائمري استادن لاءِ "تربيتي ڪورس" جو رڳو ٺالو آهي: ڇڻ تہ ڪا 'قلندري مُهر' هجي جو هڪ سال جي مختصر عرصي اندر ماسترن کي حاصل ٿي وڃي ۽ پوءِ هو سڄي عمر وري تربيت حاصل ڪرڻ کان جند ڇڏايل محسوس ڪندا پيا رهن."

جعفري صاحب اظهار ڪيو تہ:

"تعليم کاتي کي ڪوبہ احساس ڪونهي تہ آخر غلط ۽ اڻپوري تربيت وارتل استاد، قوم جي ترقي لاءِ ڪهڙو ڪارآمد ٿي سگهي ٿو؟"

جعفري صاحب مشورو ڏنو تہ:

"تربيت جي عرصي ۽ نموني تي نظرثاني ڪرڻ جي ضرورت آهي. پرائمري استاد جي تعليم جو معيار گهٽ ۾ گهٽ مئٽرڪ مقرر ڪيو وڃي."

آخر ۾ فرمايائين:

"تعليم سيکارڻ دراصل هڪ زبردست فن آهي، جنهن تي عبور حاصل ڪرڻ لاءِ اعليٰ مهارت، تعليم ۽ محنت درڪار آهن."

# ٻارن جي ادب تي مذاڪرو

(٢٩-آڪٽوبر کان ١٠-نومبر ١٩٦٦ع: لاهور)

لاهور ۾ "نئشنل بوڪ سينٽر آف پاڪستان" جي اهتمام سان، تازو هڪ ٻارن جو ميلو ٿيو، جنهن جو افتتاح ٢٩-آڪٽوبر تي اولهہ پاڪستان هاءِڪورٽ جي جسٽس سجاد ڪيو. اهو ميلو ڏهہ ڏينهن هليو. ميلي جي موقعي تي نئشنل بوڪ سينٽر آف پاڪستان جي انتظام هيٺ، ٻارن جي ڪتابن جي نمائش ڪئي ويئي، جنهن ۾ اردو ۽ بنگاليءَ سان گڏ، سنڌي ڪتاب پڻ رکيا ويا. اڪثر اهي ٻارن جا سنڌي ڪتاب، سنڌي ادبي بورڊ ۽ سنڌ جي ٻين مختلف ٻارن جي ڪتابن جي ادارن جا ڇپايل هئا. انهيءَ سان گڏ، هن موقعي تي نئشنل بوڪ سينٽر آف پاڪستان، ٻارن جي ادب متعلق هڪ مذاڪري جو بندوبست پڻ ڪيو، جنهن ۾ ماهرين فن، ماهرين زبان ۽ ماهرين اشاعت شريڪ ٿيا. هي مذاڪرو ٢٩-آڪٽوبر کان ٨-نومبر تائين جاري رهيو. مذاڪري ۾ جيڪي اردو جا عالم ۽ اديب شريڪ ٿيا، تن ۾ احمد نديم قاسمي، انتظارحسين، ابن انشا، عبدالحميد ڀٽي، سيد سبطحسين، عشرت رحماني، رحمان 'مذنب'، ڊاڪٽر وحيد قريشي، محترمہ خالده شيخ، شيخ نيازاحمد ۽ مقبول دهلوي جا نالا قابل ذڪر آهن. سنڌي ادبي بورڊ طرفان

مسٽر غلام رباني، مذاڪري ۾ شريڪ ٿيو. مذاڪرن جي سمورين مجلسن جي صدارت ڊاڪٽر بيگم سِتنام محمود ڪئي. هن مذاڪري ۾ ٻارن جي ادب سان متعلق موضوع ۽ ڪتابن جي طباعت ۽ اشاعت جي مسئلن بابت مقالا پڙهيا ويا ۽ انهن تي تنقيد تبصري بعد نئشنل بوڪ سينٽر آف پاڪستان کي ٻارن جي ادب کي فروغ ڏيارڻ جي سلسلي ۾ مفيد مشورا ۽ سفارشون ڏنيون ويون.

## جشن - لطيف

(لطيف هال، نوابشاهه: ١١-ڊسمبر ١٩٦٦ع)

"سنڌي ادبي سنگت" نوابشاهه جي اهتمام سان، ١١-ڊسمبر ١٩٦٦ع تي سداحيات لطيف جي ياد ۾ هڪ "جشن لطيف" شاندار نموني ملهايو ويو، جنهن جي صدارت مولانا غلام محمد گرامي صاحب ڪئي.

رات جو اٺين بجي، شهر جي شاندار آڊيٽوريم "لطيف هال" ۾، مسٽر الطاف عباسي جي سنگت جي مختصر تعارف، ڪارنامن ۽ مقصدن تي روشني وجهڻ سان، جشن شروع ٿيو، هزار-ڏيڍ سامعين، ان بعد، منيراحمد جو مقالو پڙهو ۽ محترم قاضي فيض محمد، پرواني پٽي ۽ محترم ايچ. ايم. خواجا، ڀِٽائي گهوٽ جي ڪلام ۽ پيام تي روشني وجهندي، تقريرون ڪيون. آخر ۾ مولانا گرامي صاحب، هڪ زوردار صدارتي تقرير ڪئي، جا ڏاڍو پسند ڪئي وئي.

ان بعد رات جو نوين بجي، محترم تنوير عباسيءَ جي صدارت ۾ مشاعرو شروع ٿيو، جنهن ۾ 'بشير' پکهيو، محمد 'طالب'، 'شوڪت' بروهي، قادربخش 'محزون'، رحيم بخش 'قمر'، 'نظر' سنڌي، 'سيف' پنوي، عبدالحڪيم 'ارشد'، 'الطاف' عباسي، پريو 'ناشاد'، رشيد پٽي، 'نور' عباسي، 'بردي' سنڌي، 'پرواني' پٽي، 'نياز' همايوني ۽ 'تنوير' عباسي شعر پڙهيا.

آخر ۾ راڳ رهاڻ جي محفل مچائي وئي، جنهن ۾ اقبال جوڳي، مصري خان جمالي، محمد يوسف، مصري فقير، علي خان، غلام حيدر ۽ ٻين مشهور فنڪارن بهرو ورتو.

نوابشاهه سنڌي ادبي سنگت جي نوجوان ڪارپردازن بردي، نور، الطاف، منظور، منير وغيره جي ڪوشش سان جشن ڪامياب رهيو. — پريو "ناشاد"



سنڌي ادبي بورڊ جي بڪ اسٽال، ۳- سول لائينز، حيدرآباد (سنڌ) وٽان هيٺيان ڪتاب ملي سگهن ٿا. ڪتب فروش ۽ ايجنٽن کي ۲۵ في صدي ڪميشن ڏني ٿي وڃي.

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| ۱- آفتاب ادب | ۲-۲۵ |
| ۲- حيات النبي | ۳-۵۰ |
| ۳- سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ | ۴-۰۰ |
| ۴- قديم سنڌ | ۵-۵۰ |
| ۵- غازي صلاح الدين | ۲-۲۵ |
| ۶- گلشڪر | ۳-۰۰ |
| ۷- گل | ۱-۲۵ |
| ۸- هدايت الانشاء | ۵-۰۰ |
| ۹- ديوان قليچ | ۷-۰۰ |
| ۱۰- چندن هار | ۹-۰۰ |
| ۱۱- موتين جي دهلي | ۵-۰۰ |
| ۱۲- دلارام | ۱-۰۰ |
| ۱۳- زينت | ۲-۵۰ |
| ۱۴- گلن جي ٽوڪري | ۲-۲۵ |
| ۱۵- ٽي گهر | ۳-۵۰ |
| ۱۶- سچي محبت | ۲-۵۰ |
| ۱۷- نيڪي ۽ بدي | ۱-۵۰ |
| ۱۸- شاهه ايليا | ۲-۰۰ |
| ۱۹- فيروز دل افروز | ۱-۵۰ |
| ۲۰- گليور جو سير ۽ سفر | ۱-۵۰ |
| ۲۱- تحفة النسوان | ۲-۰۰ |
| ۲۲- مقالات الحڪمت | ۲-۵۰ |
| ۲۳- قديم سنڌ (ان جا شهر ۽ ماڻهو) | ۵-۵۰ |
| ۲۴- خودياوري | ۳-۵۰ |
| ۲۵- دلپسند قصا | ۴-۰۰ |
| ۲۶- باغ ۽ باغباني | ۵-۰۰ |
| ۲۷- شيطان جي ناني | ۰-۵۰ |
| ۲۸- ٽي ديو ۽ راڪاس | ۰-۳۷ |
| ۲۹- وامق عذرا | ۰-۳۷ |
| ۳۰- ساڻو ٻن يا ڪارو ٻنو | ۵-۰۰ |
| ۳۱- انڪواري آفيسر | ۱-۰۰ |
| ۳۲- حسنا دلدار | ۱-۵۰ |
| ۳۳- سنڌي گرامر (ڀاڱو ۱) | ۱-۲۵ |
| ۳۴- سنڌي گرامر (ڀاڱو ۲) | ۱-۷۵ |
| ۳۵- سنڌي گرامر (ڀاڱو ۳) | ۲-۲۵ |
| ۳۶- سنڌي گرامر (ڀاڱو ۴) | ۲-۰۰ |
| ۳۷- غلاميءَ مان مٿي چاڙهو | ۴-۰۰ |
| ۳۸- شهزادو بهرام | ۲-۵۰ |
| ۳۹- عجيب ڳالهيون | ۲-۲۵ |
| ۴۰- ايرڪ | ۴-۵۰ |
| ۴۱- جولئن هوم | ۴-۰۰ |
| ۴۲- سائين سنواريا مصيبت ماريا | ۲-۰۰ |
| ۴۳- حاجي بابا اصفهاني | ۴-۲۵ |
| ۴۴- عجيب طلسم | ۰-۳۷ |
| ۴۵- نيلو پکي | ۰-۵۰ |
| ۴۶- لباخان درزي ۽ خليفو ڪهنگ | ۰-۵۰ |
| ۴۷- ٻه جاڙا ڀائر | ۰-۴۴ |
| ۴۸- شهزادي محبوب جي آڪاڻي | ۰-۶۲ |
| ۴۹- رستم | ۰-۷۵ |
| ۵۰- پٽيل ۽ ٻوربل اڪيون | ۰-۳۷ |
| ۵۱- قدم برگ شهزادي | ۰-۵۰ |
| ۵۲- ٻاني واني ۽ ٻاني وزو | ۰-۶۲ |
| ۵۳- اخلاق حميده | ۱-۰۰ |
| ۵۴- ڪليات امين | ۵-۰۰ |
| ۵۵- رسالو سچل سرمست (سنڌي) | ۶-۰۰ |
| ۵۶- رسالو سچل سرمست (سرائڪي) | ۶-۵۰ |
| ۵۷- سيف الملوڪ | ۲-۵۰ |
| ۵۸- مين شاهه عنات جو ڪلام | ۱۲-۵۰ |
| ۵۹- ڪليات حمل | ۵-۰۰ |
| ۶۰- سنڌي لغت (ڀاڱو ۱) | ۱۰-۰۰ |
| ۶۱- ڪيچ | ۱۰-۰۰ |
| ۶۲- پروليون، ڏرون ۽ معما | ۴-۵۰ |
| ۶۳- سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ۱) | ۶-۵۰ |
| ۶۴- سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ۲) | ۴-۰۰ |

| نمبر | ڪتاب | قيمت |
|---|---|---|
| ٦٥ | سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٣) | ۴-۵۰ |
| ٦٦ | سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ۴) | ۴-۰۰ |
| ٦٧ | سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ۵) | ۵-۵۰ |
| ٦٨ | سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٦) | ۴-۵۰ |
| ٦٩ | سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٧) | ۴-۰۰ |
| ٧٠ | مداحون ۽ مناجاتون | ٦-۵۰ |
| ٧١ | معجزا | ٣-۵۰ |
| ٧٢ | مناقبا | ۵-۰۰ |
| ٧٣ | ٽيهہ اکريون (ڀاڱو ١) | ٦-۰۰ |
| ٧۴ | ٽيهہ اکريون (ڀاڱو ٢) | ٦-۰۰ |
| ٧۵ | مناظرا | ٧-۵۰ |
| ٧٦ | مولود | ۵-۵۰ |
| ٧٧ | هفتا، ڏينهن ۽ راتيون | ۵-۰۰ |
| ٧٨ | واقعاتي بيت | ٦-۵۰ |
| ٧٩ | سنڌ جا عشقيه داستان - ٢ | ۵-۰۰ |
| ٨٠ | سنڌي ٻاهريان قصا (ڀاڱو ٧) | ١۰-۰۰ |
| ٨١ | لوڪ گيت | ۵-۵۰ |
| ٨٢ | خليفي نبي بخش جو رسالو | ١٢-۵۰ |
| ٨٣ | ديوان بيدل | ۴-۰۰ |
| ٨۴ | ديوان بيڪس | ٢-۵۰ |
| ٨۵ | ڪنڊڙي وارن جو ڪلام | ٣-۰۰ |
| ٨٦ | ڪليات خادم | ٣-۵۰ |
| ٨٧ | چار درويش | ٢-۵۰ |
| ٨٨ | ڪلام حسن بخش | ١-۰۰ |
| ٨٩ | سنڌ جو سينگار | ٢-۵۰ |
| ٩۰ | ايسپ جون آکاڻيون | ٢-۵۰ |
| ٩١ | سيا جو سينگار | ٢-۰۰ |
| ٩٢ | بلو کوکر | ٣-۰۰ |
| ٩٣ | رهاڻ | ۴-۰۰ |
| ٩۴ | ڪشمير جو مسئلو | ٣-۵۰ |
| ٩۵ | پاڪستان جي پرڏيهي پاليسي | ٢-۵۰ |
| ٩٦ | سون ورليون ڊليون | ٢-٧۵ |
| ٩٧ | ونهتي ڪوش | ١-۵۰ |
| ٩٨ | راسيلاس | ٢-٧۵ |
| ٩٩ | تاريخ ريگستان | ۵-۰۰ |

| نمبر | ڪتاب | قيمت |
|---|---|---|
| ١۰۰ | گل ڦل (٢ حصا گڏ) | ۴-۰۰ |
| ١۰١ | خوش خصلت خاتون | ١-۵۰ |
| ١۰٢ | ڪيمياي سعادت | ٢-۰۰ |
| ١۰٣ | ڪاميابي | ٢-۰۰ |
| ١۰۴ | چوڪارو | ١-٢۵ |
| ١۰۵ | ٻکين جي پارليامينٽ | ٢-۵۰ |
| ١۰٦ | سلامان ۽ ابسال | ١-۵۰ |
| ١۰٧ | تذڪره اميرخاني | ١۰-۰۰ |
| ١۰٨ | چچنامو | ٨-۰۰ |
| ١۰٩ | تحفة الڪرام | ٩-۰۰ |
| ١١۰ | تاريخ معصومي | ۵-۰۰ |
| ١١١ | جنة السند | ١۰-۰۰ |
| ١١٢ | سنڌ جي درٻار | ٣-۰۰ |
| ١١٣ | آهي ڏينهن، آهي شينهن | ٨-۰۰ |
| ١١۴ | تاريخ سنڌ (ڪلهوڙا) جلد ٦ (حصو پهريون) سنڌي | ١۰-۰۰ |
| ١١۵ | تاريخ سنڌ (ڪلهوڙا) جلد ٦ (حصو ٻيو) سنڌي | ٨-۰۰ |
| ١١٦ | سنڌ جي اقتصادي تاريخ | ۴-۰۰ |
| ١١٧ | پراڻو پارڪر | ٢-٢۵ |
| ١١٨ | چونڊ امريڪي مختصر افسانا | ۴-۰۰ |
| ١١٩ | امريڪي لوڪ ڪهاڻيون | ٣-٢۵ |
| ١٢۰ | آمريڪا جو سياسي سرشتو | ٢-۰۰ |
| ١٢١ | سنڌ جو سفر | ١-۰۰ |
| ١٢٢ | اقتصادي انصاف | ٣-۰۰ |
| ١٢٣ | سير ۽ سفر | ٢-٧۵ |
| ١٢۴ | ليٿ چا ڪجي | ۴-۵۰ |
| ١٢۵ | جادو ۽ سائنس (٣ ڀاڱا) | ٢۴-۰۰ |
| ١٢٦ | اقتصادي ترقي جا رستا | ٢-۰۰ |
| ١٢٧ | فرهنگ جعفري (٣ ڀاڱا) | ١٨-۰۰ |
| ١٢٨ | تن ۽ تندرستي | ٣-۰۰ |
| ١٢٩ | تذڪره شعراء تڪڙ | ١-۵۰ |
| ١٣۰ | جهان آرا | ١-٧۵ |
| ١٣١ | گرم جون آکاڻيون | ٣-۰۰ |
| ١٣٢ | سير ڪوهستان | ١-۵۰ |

١٣٣- کنوار جو آئينو ٢-٥٠
١٣٤- دنيا دورانگي ١-٧٥
١٣٥- ڪلام محمود فقير ڪنهاڻ ٢-٠٠
١٣٦- ڪليات گدا ٥-٠٠
١٣٧- شڪنتلا ٢-٠٠
١٣٨- ڦل د ميٺتي ٣-٠٠
١٣٩- گلشن بهار ٢-٥٠
١٤٠- شاهه جو رسالو (هڪو جلد) ١٥-٠٠
" (ڪچو جلد) ١٢-٥٠
١٤١- دنيا جا عظيم افسانا ٣-٥٠
١٤٢- جنرل سائنس ٢-٥٠
١٤٣- مهراڻ سوانح نمبر ٧-٠٠
١٤٤- مهراڻ (ڏهه سالہ نمبر) ٧-٠٠

## رسالا

١٤٥- مهراڻ (ٽماهي) (في ڪاپي) ٢-٥٠
" (ساليانو چندو) ١٠-٠٠
١٤٦- گل ڦل (ٻه-ماهي) (في ڪاپي) ٠-٥٠
ٻارن لاءِ (ساليانو چندو) ٣-٠٠

## اردو

١٤٧- تاريخ سنڌ (ڪلهوڙا)
(حصو پهريون) ١٠-٠٠
١٤٨- " (حصو ٻيو) ١٠-٠٠
١٤٩- تاريخ معصومي ١٠-٥٠
١٥٠- تحفة الڪرام ١٥-٠٠
١٥١- چچنامو ١٢-٠٠
١٥٢- برهانپور کے سندھي اولياء ٦-٠٠

## فارسي

١٥٣- ديوان غلام ٢-٥٠
١٥٤- لب تاريخ سنڌ ٨-٠٠
١٥٥- تاريخ طاهري ٨-٠٠
١٥٦- ديوان عطا ٨-٥٠
١٥٧- مقالات الشعراء ٢٠-٠٠
١٥٨- تڪمله مقالات الشعراء ١٥-٠٠
١٥٩- مثنوي چنيسرنامہ ٣-٥٠
١٦٠- مثنوي مظهرالاثار ٣-٥٠
١٦١- مثنوي قصائد قانع ٥-٠٠
١٦٢- تاريخ مظهر شاهجهاني ١٠-٠٠
١٦٣- ترخان نامہ ٦-٠٠
١٦٤- منشور الوصيت ٥-٠٠
١٦٥- هشت بهشت ٦-٠٠
١٦٦- ديوان عظيم ٦-٠٠
١٦٧- تحفة الطاهرين ٣-٥٠
١٦٨- مجموعه مثنويات هير و رانجها ٥-٠٠
١٦٩- تاريخ تازه نواي معارڪ ٢-٠٠
١٧٠- ڪليات مائل ١٢-٠٠
١٧١- ديوان محسن تتوي ١٥-٠٠

## عربي

١٧٢- دراسات اللبيب ١٢-٠٠
١٧٣- ذب الذبات الدراسات (حصہ اول) ١٥-٠٠
١٧٤- " (حصہ ثاني) ١٥-٠٠
١٧٥- ديوان ابي عطا ٣-٠٠
١٧٦- المتانة في مرامة الخزانة ١٢-٠٠
١٧٧- بذلاقوة في حوادث سني النبوة ١٥-٠٠

## انگريزي

178- Persian Poets of Sind 15/00
179- A Physical & Economic Geography of Sind 20/00
180- A General Introduction to History of Sind 20/00
181- Shah Abdul Latif an Introduction to his Art 2/50
182- Risalo Shah Abdul Latif (Selection) 10/00

● هندستان ۾ ميسرس رائٽرس ايمپوريم، پيلس بلڊنگ، سر فيروزشاهه مهتا روڊ، بمبئي وٽان، رسالو مهراڻ ۽ بورڊ جا سڀ ڪتاب ملي سگهن ٿا.

نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڪوٽ ڪبڙو، تعلقو رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلو نئون ديرو، تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي



ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## ان ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) ١٩٩٥ع

ساڻ سهس ڪجن (شاعري) 2021 ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022 ع

صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 3919786 – 0344

3404488 – 0300

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

